# نرالي زندگي

آتم ڪهاڻي

پروفيسر نارائڻداس
رتنمل ملڪاڻي
پدم ڀوشڻ



نئون نياپو

# نرالي زندگي

(آتم ڪهاڻي)

پروفيسر نارائڻداس رتنمل ملڪاڻي
(پدم ڀوشڻ)

نئون نياپو اڪيڊمي
سچل ڳوٺ، ڪراچي سنڌ

نرالي زندگي
پروفيسر نارائڻداس رتنمل ملڪاڻي
انگ: هڪ هزار
پهريون ڇاپو : سيپٽمبر 1973
ٻيو ڇاپو: مارچ 2017
ڇپائيندڙ: نئون نياپو اڪيڊمي،
A-12 سچل ڳوٺ گلشن اقبال ٽائون ڪراچي
Cell # 0346-2103811
مُلهه:300 رپيا

# نارائڻ داس ملڪاڻي هڪ آدرشي انسان .
(1890_1974)

سنڌ جو نامور اديب، استاد، تعليمي ماهر، سياستدان، عظيم محب وطن ۽ مهاتما گانڌيءَ جو ويجهو ساٿي نارائڻ داس ملڪاڻي هن مٽيءَ جي مهڪ جهڙو انسان هو، جنهن بابت "عظيم" لفظ بہ شايد سندس ڀهڳُٽي شخصيت جو پورو تعارف ڪرائڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهي. هن 84 سالن جي طويل ڄمار ماڻي، جنهن ۾ سٺ سالن جي لڳ ڀڳ، سياست، جيل، جدوجهد، ۽ آزاديءَ جي ويڙهہ ۾ گهاريا، ان ۾ هو ايترو نہ مگن ۽ مست رهيو جو نہ ڪيس پنهنجو فڪر رهيو ۽ نہ گهر ٻار جو نہ زماني، دوستن، سُکن ۽ دنيا جي دستور وارن مزن ماڻڻ جو. سدائين سفر، جدوجهد، تحرڪ ۽ جستجو جي جهان ۾ گهاريندڙ دادا نارائڻ داس هوندڻ رواجي انسان، استاد ۽ پروفيسر هو پر مهاتما گانڌيءَ جي "رتيءَ جي رهاڻ" ڪيس اهڙو رچائي ريٽو ڪري ڇڏيو جو سڄي حياتي سندس روح ۽ ذهن مان اُها "لالائي" نہ لٿي. شايد گانڌي اڪيلو انسان ساز "پارس" هو جنهن سڀ ڪان وڏيڪ عام، رواجي ۽ معمولي انسان پنهنجي محبت، ڪردار ۽ گفتار سان صالح، غير معمولي ۽ "سون" بڻائي ڇڏيا. اها عظيم هستي جيڪا مِٽي جي نپوڙن کي پنهنجي شخصيت، ڪردار، جدوجهد ۽ قربانيءَ سان "قلعي" ڪندي هئي. ائين هن لکين انسانن کي نڪور ۽ نئون انسان بڻائي ڇڏيو. سادگي، سچائي، قرباني، بهادري ۽ بي باڪيءَ سان ڀرپور نوان انسان. جن ۾ آزاديءَ جي تڙپ، ان لاءِ قربانيءَ جو مادو ۽ ان جي قيمت ادا ڪرڻ جو جذبو هڪ ئي وقت پيدا ڪري ڇڏيو هو. ائين هن آتم ڪهاڻيءَ جي ليکڪ يعني نارائڻ داس رتن مل ملڪاڻي جو بہ ان پوڙهي داناءُ، درويش ۽ "جت" سان سندس اهڙو جيءُ اڙجي ويو جو ڪيس ٻيا سڀ پيارا ۽ دل وارا وسري ويا.

”نرالي زندگي“ ۾ پنهنجي حياتيءَ جي سموري جمع پونجي، عيب ثواب، حادثا ۽ حاصلات نهايت بهادريءَ سان لکندڙ ملڪاڻي صاحب جا وڏڙا ارڙهين صديءَ ۾ ملتان ضلعي ۽ بهاولپور رياست کان لڏي اچي ڪلهوڙن جي تڏهوڪي دارالحڪومت خداآباد ۾ وينا هئا ۽ پوءِ اچي حيدرآباد جا رهڻ وسايائون وڏيڪ سندس لفظن ۾ تہ ”آءَ حيدرآباد جي هڪ ڪامل ڪٽنب ۾ ڄائو هوس. سنڌ ۾ عامل هڪ جاتيءَ جو نالو نہ آهي، پر ڏنڌي يعني عمل ڪرڻ واري سرڪاري نوڪر جو انهي ڪري عاملن کي پهرين ”منشي“ پوءِ ”ديوان“ چوندا هئا“.

نارائڻ داس جو والد رتنمل جيڪو انن ٻارن جي عيال جو ڌڻي هو اهو ڪِرت جي لحاظ کان پهرين استاد هو ۽ پوءِ وڪالت جو امتحان پاس وجي سجاول شهر ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو هو. هو خيالن جي لحاظ کان برهمو سماج جو پيروڪار هو جيڪا ان زماني جي سماج ۾ سڀ روشن خيال تحريڪ هئي. نارائڻ داس هر آچر تي پنهنجي پيءُ سان گڏ برهمو سماج مندر ۾ ويندو هو. جنهن جو اثر اوس ان جي ذهن ۽ شخصيت تي پوڻو هو ۽ پيو. ائين مهاتما گانڌيءَ کي بہ ننڍپڻ ۾ سندس ماءُ هڪ اهڙي مندر ۾ وٺي ويندي هئي جنهن ۾ ڪو بہ بت رکيل نہ هوندو هو. جنهن کيس اهڙي روحانيت سان رنڱي ڇڏيو. جنهن ۾ سيني مذهبن ڏانهن رواداريءَ ۽ سهپ جو لاڙو اُڀريو ۽ اجرو تي نروار ٿيو. تہ برهمو سماج هندستان ۽ سنڌ مٿان اڻ ڳڻيا اثر ڇڏيا. ان تحريڪ جو باني راج رام موهن راءِ (1833_1774) هو جنهن کي راجا جو خطاب تہ آخري مغل بادشاهہ بهادر شاهہ ظفر کان مليو هو جڏهن هو سندس وڪالت ڪرڻ ۽ انگريز سرڪار وٽ ڪيس رکڻ لاءِ لنڊن ويو هو. بهادر شاهہ تہ وقت جي هٿان مات کائي هو رنگون قيد تي ويو ۽ کيس يار جي ڳليءَ ۾ بہ گز زمين بہ نہ ملي ۽ وڃي برما جي بي نام گهٽيءَ ۾ دفون ٿيو. پر راجا رام موهن راءِ هند جو اهو چمڪندڙ ستارو هو. جنهن لاءِ

تمام وڏي تاريخدان ۽ عظيم انسان ڊاڪٽر تارا چند لکيو آهي تہ ”هندستان جي ڏرتي اولهہ جي تهذيب مان سيراب ٿيڻ کان پوءِ جيڪو نئون ٻوٽو نڪري نروار ٿيو هو. ان جو پهريون ميوو رام موهن راءِ هو“ تہ موهن راءِ جي شخصيت، خيالن ۽ عمل ان دور جي سموري هندستان کي متاثر ڪيو هو. جنهن ۾ سنڌ بہ شامل هئي. سنڌ برهمو سماج جي تحريڪ ۽ اثر سبب ڪيترن ئي شخصيتن ۽ ادارن کي جنم ڏنو. جنهن ۾ ڏيارام گرومل شهاڻي، تاراچند شوقيرام، ساڌو هيرانند، ساڌو نولراءِ ۽ رتن مل شامل هو. ان تحريڪ سنڌ ۾ نون خيالن کي اڳتي آندو. مذهبي ڪٽرپڻي کي ڀنجو ڏنو ۽ سماج جي گڏيل ڀلي ۽ چڱائيءَ لاءِ ڪوششون ورتيون. ٻيو تہ ڇڏيو پر هند جي مسلمانن کي نئين زندگي ڏيندڙ سرسيد احمد خان بہ موهن راءِ کان متاثر هو. جيڪو تعليم ۽ سجاڳيءَ وارو ڪم موهن راءِ هندن لاءِ ڪيو هو ساڳيو ڪم سرسيد احمد خان (1817_1898) مسلمانن لاءِ سرانجام ڏنو هو.

نارائڻ داس جي پيءُ رتن مل جي خواهش هئي تہ هو وڪيل بڻجي. پر هن پيءُ جي اميدن جي برعڪس پنهنجي دل جي آواز کي وراڻي ڏني ۽ استادي جهڙي پيغمبري پيشي سان وابستہ ٿيو. هن کي پهرين نوڪري استاد طور N.J.V هاءِ اسڪول ۾ ملي هئي. ان کان پوءِ کيس 22 سالن جي ڀوهہ جوانيءَ ۾ يعني 1912ع ڌاري مظفرپور بهار رياست جي ڪاليج ۾ اقتصاديات جي پروفيسر جي نوڪري ملي، جتي اڳ ئي هڪ سنڌي پروفيسر ۽ مشهور ڪانگريسي اڳواڻ آچاريہ ڪرپاڻي موجود هو. جنهن جي سنگت ۽ گانڌيءَ سان ميل جول هن جي حياتيءَ کي يڪسر بدلائي ڇڏيو اهو فيبروري 1916 جو سال جڏهن ڇئن ڏينهن لاءِ وٽس گانڌي اچي مهمان ٿيو هو. هو گانڌي سان ڪيل ڪچهرين جا وڻندڙ ۽ دلپذير انداز ۾ احوال اوريندي آخر ۾ لکي ٿو تہ ”ڇئن ڏينهن اندر ٻنهہ هري مري وياسين پر هاڻي

سمجھان ٿو تہ هن چار ئي ڏينهن مون کي پئي جاچيو ۽ تپاسيو ۽ ڪلندي ٺهڪ ڏيندي منهنجي دل کي پنهنجي دل ڏي ڇڪي قابو ڪيو“. ائين گانڌيءَ جي صحبت ۾ ديش ڀڳت بڻجي 1920ع ۾ نوڪريءَ کان استيعفيٰ ڏنائين ۽ ڪانگريس جو ڪل وقتي ڪارڪن بڻجي ويو ۽ ڪانگريس پاران برپا ڪيل مختلف ادارن ۾ نوڪريون ڪندو رهيو پر سندس مڪمل وابستگي، ڪانگريس، سياست ۽ جدوجهد سان رهي ۽ ڪانگريس پاران هلايل هر جدوجهد ۾ صفِ اول جو ساٿي رهيو ۽ ان جي پاران ڏنل هر قومي ڪم کي اڪين تي رکي توڙ تائين رسائڻ جي ڪوشش ڪيائين. ۽ ان نيڪ عمل جي پوراءُ ۾، گهر، ٻار کان ويندي پنهنجي ذاتي خواهشن تائين هر شيءِ جي قربان ڏنائين. ان سفر ۾ هو ٽي ڀيرا جيل ياترا پڻ ڪري آيو هو جنهن جو سربستو احوال سندس هن شاندار آتم ڪٿا ۾ موجود آهي. مختلف جيلن ۾ گهاريل ترم- ياترا جو سمورو عرصو ستن سالن جي لڳ ڀڳ وڃي بيهي ٿو. ان ۾ هڪ تاريخي ڳالهہ اها بہ آهي تہ 1941ع ۾ جڏهن حيدرآباد سينٽرل جيل اندر سورهہ بادشاهہ کي ڦاسي ڏني ويئي هئي. انهي وقت ساڳي جيل ۾ نارائڻ داس ملڪاڻي بہ هندستان خالي ڪريو واري تحريڪ ۾ حصو وٺڻ سبب موجود هو.

نارائڻ داس ملڪاڻي پاڻ اربيندڙ قومي ڪارڪن ۽ آدرشي انسان سان گڏ سنڌي ٻوليءَ جو برک اديب، مترجم ۽ مضمون نگار بہ هو. هن کي سنڌي، انگريزي، گجراتي، هندي، سنسڪرت ۽ پالي ٻوليءَ تي مڪمل عبور حاصل هو. انهيءَ ڪري ٻوڌين جو مقدس ڪتاب ”ڌماپد“ کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ جو اعزاز بہ کيس حاصل آهي. اهڙي ريت مهاتمگا گانڌيءَ جي آتم ڪهاڻيءَ کي گجراتيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ ۽ جواهر لال نهروءَ جي آتم ڪهاڻيءَ کي انگريزيءَ مان، سنڌي ويس ڏيڻ وارو ڪم بہ هن ڪيو آهي. اهي سمورو ڪتاب ڇپيل آهن پر اسان جي اکين کان اوجهل آهن.

هن پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ نرالي زندگي جيڪا حقيقي معنيٰ ۾ منفرد، بي بها ۽ سون- ورني آهي. 1972 ۾ يعني 82 سالن جي ڄمار ۾ لکي پوري ڪئي جيڪا سيپٽمبر 1973ع ۾ بمبئي ۾ هندستان ٽائيمس پاران ڇپجي نروار ٿي ۽ پاڻ 1974 ۾ وچي سرڳ واسي ٿيا. ائين سندس آتم ڪهاڻي هن جي حياتيءَ جو مڪمل ۽ مستند احوال سمجهڻ گهرجي، جنهن ۾ هن انتهائي بهادريءَ سان پنهنجي حياتيءَ جا سچ اسان سان اوريا آهن. هن جي ٻولي رواني واري دلچسپ ۽ روح ۾ لهي ويندڙ آهي. هڪ اهڙي پرلطف، رنگارنگ ۽ سچائيءَ سان ٽِپِتار حياتيءَ جي ڪٿا آهي جنهن کي وري وري پڙهڻ ۽ معنيٰ جا موتي ميڙڻ لاءِ دل چوي ٿي. "نرالي زندگي" آتم ڪٿا جي سنڌي ٻوليءَ ۾ اهميت بابت هند ۽ سنڌ جي انتهائي معتبر اديب نقاد ۽ شاعر لڇمڻ ڪومل لکي ٿو تہ".

"نرالي زندگيءَ جي شروعاتي بابن ۾ ٿر علائقي جي غريب مارُوئڙن جي غربت، مفلسي ۽ ڏڪار وارين حالتن ۾ عوام جي دربدريءَ جو دل ڏاريندڙ داستان آهي ۽ پوين بابن ۾ ورهاڱي جي درد ۽ پنهنجن وطنين کان وڇوڙي جو ڏکوئيندڙ احوال آهي.

آتم ڪٿا ۾ ملڪاڻي صاحب تمام رس چس واري خالص ڳوٺاڻي ٻولي استعمال ڪئي آهي. سٽ سٽ ۾ لئه، لرزش ۽ رواني آهي. اڄ اها ٻولي لڳ ڀڳ ناپيد ٿي چڪي آهي. پر ملڪاڻي صاحب جي آتم ڪٿا "نرالي زندگي" پڙهندي احساس ٿئي ٿو تہ اسان جي سنڌي ٻولي ڪيتري نہ وسيع، مالامال ۽ اڪرن جو اکٽ ڀنڊار آهي.

اسان جي اڄوڪي خواهہ ايندڙ نسل لاءِ "نرالي زندگي هڪ املهہ خزانو آهي".

ملڪاڻي صاحب سموري حياتي مهاتما گانڌيءَ جو ويجهو ۽ ڀروسي جوڳو ساٿي رهيو هو ڪيترن ئي گشتن ۽ سياسي سفرن ۾ گانڌيءَ

سان شامل رهيو اهي يادگيريون ڏاڍيون ڪارائتيون ۽ تاريخي آهن. جيڪي يادون هن پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ نهايت سادگي پر روح جي سچائيءَ سان سامهون آنديون آهن. ڪيس سئو ڪان متي گانڌيءَ خط لکيا آهن. جن مان ڪيترائي ٽڪرا هن پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ جو حصو بڻايا آهن. جنهن سبب سندس ڪتا وڌيڪ وزنائتي ٿي پيئي آهي.

نارائڻ داس ملڪاڻي 46_1945 ڌاري ٻه سال سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر به رهيو ۽ ڪانگريس جي سنڌ توڙي هند جي اهم اڳواڻن ۾ به پڻ سندس شمار ٿيندو هو. هو ورهاڱي وقت 57 سالن جو پريو مڙس ۽ جهانديده انسان هو جنهن جي اکين گهڻو ڪجهه پسيو هو. انهي ڪري ان دور جا تاريخي احوال، مسئلا، ڪانگريس جي جدوجهد، مسلم ليگ جو اڀرڻ، سنڌ اندر هندو_ مسلم فساد ۽ نفاق جو ٻج ڇٽجڻ ۽ ان جي نتيجي ۾ ورهاڱو ٿيڻ، ۽ ڪراچيءَ ۾ سنڌي سکن تي حملو جنهن سبب سنڌي هندن ۾ ڀاڄ ٿي هئي، ملڪاڻي صاحب انهن جو اکين ڏٺو شاهد آهي. انهيءَ ڪري "نرالي زندگي" کي هڪ تاريخي دستاويز جي اهميت حاصل آهي.

نارائڻ داس ملڪاڻي تاريخ جي ان غير معمولي دور جو اهو نامور ڪردار هو جنهن 1947 ۾ سائين جي ايم سيد سان گڏجي سموري سنڌ جو دورو ڪيو هو ۽ سنڌي هندن کي سمجهايو هو ته هو سنڌ کي نه ڇڏين ۽ هتي رهي پون. وري اهو ساڳيو ملڪاڻي وڌندڙ وڳوڙن سبب مهاتما گانڌيءَ جي حڪم تي 1948ع ڌاري ڊپٽي هاءِ ڪمشنر بڻجي ڪراچي، سنڌ پاڪستان آيو ۽ هندن کي هتان ڪڍڻ ۾ پوري مدد ۽ سهڪار مهيا ڪيو هئائين. نه رڳو ايترو پر انهن سنڌي هندن کي راجستان، گجرات، مهاراشٽر ۽ بمبئي ۾ آڇها اڏي ڏيڻ توڙي روزگار سان لڳائڻ ۽ مڪمل طرح پاڻ ڀرو ڪرڻ ۾ به هن اڻ ٿڪ محنت ڪئي هئي ۽ هند جي سرڪار ئي متس

پروسو ڪندي اهو ڪم سونپيو هو جنهن کي هن همت پرئي ۽ مخلص شخص توڙ تائين رسايو هو.

نارائڻ داس ملڪاڻيءَ جي شخصيت جو جيڪڏهن ڇيد يا تجزيو ڪجي ته سمجهه ۾ ايندو ته هو ٽن شين ۾ پوري دلچسپي وٺندو هو. اُهي آهن, علم ادب, سياست ۽ سماجي ڪم. ٽنهي سان هن پوري حياتي نڀايو ۽ ڇا خوب نڀايو. هن علم ادب سان لئون لڳائڻ جي ثبوت طور ويهن کان وڌيڪ ڪتاب لکيا, ترجمو ڪيا ۽ ڇپائي ورهايا, سياست ۾ بهرو وٺڻ سبب هو سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر شپ سان گڏ 1952 کان 1962 تائين ڏهن سالن لاءِ راجيه سڀا جو ميمبر رهيو مختلف ڪميٽين ۾ پنهنجو سگهارو ڪردار ادا ڪيائين. مختلف ملڪن جا دورا ڪيائين ۽ اهي تجربا ۽ رايا ناهي جوڙي پوري رس چس سان آتم ڪٿا جو حصو بڻايائين, سماجي خير جي ڪمن جي فهرست شايد سياست ۽ ادب ٻنهي کان وڏي آهي, پر مختصر طور تي اهو ٻڌائي سگهجي ٿو ته هن سنڌ ۾ ٿر جي ڏڪار وقت ٻيرين ٻنڌ يا انن جي چڙهي ٿر جي ماڻهن جي مدد ڪئي, ساهتي پرڳڻي ۾ آيل سيلاب سبب انهن جي پوري طرح ساهتيه ڪئي ۽ گانڌي توڙي ڪانگريس کان مالي مدد وٺي ماڻهن تائين رسايائين. پيڙهيل طبقي جي هندن يعني شودرن لاءِ گانڌيءَ سان گڏجي سڄي هند جا دورا ڪري, مذهبي ست پيد خلاف شعور ڦهلايائين ۽ ان لاءِ گانڌيءَ ۽ برلا جي حڪم تي دهليءَ ۾ تمام وڏي ڪالوني ٺهرايائين جيڪا اڄ به موجود آهي. وڏي ڳالهه ته ڌرتي ڌڪاڻن سنڌي هندن کي هند جي سرزمين تي پير ڏگهيري آرام سان سمهڻ ۽ زنده رهڻ ۾ مهلائتو ڪردار ادا ڪيائين. انهن سيني خدمتن ۽ جدوجهد جي اعتراف طور سندس عزت افزائي ڪندي هند سرڪار کيس تمام وڏو سول اعزاز پرم بوشڻ يه ڏنو هو جيڪو هيل تائين پندهن سنڌي اديبن, دانشورن ۽ قومي ڪارڪنن کي ملي چڪو آهي "اهو اعزاز کيس وفات کان

هڪ سال اڳ يعني 1973 ۾ مليو هو. اهو سياويڪ ٽيندو تہ سندس علمي ڪم تي بہ ٿوري سرسري نظر وجهندا هلون. شايد پهريون هينيون ڪوٽيشن ڏيڻ دلچسپيءَ کان خالي نہ هوندو. 34-1933ع ڌاري، هڪ سنڌي ودوان، جو منڍ ۾ سنڌ کان ٻاهر هو، اقتصادي عالم هوندو هو ۽ آخر ۾ سياسي اڳواڻ ٿيو. سو اچانڪ سنڌي ساهت جي آڪاس ۾ نئون ستارو ٿي اڀريو"اهي لفظ منگهارام ملڪاڻيءَ جا آهن. جيڪي هن "سنڌي نثر جي تاريخ" ۾ لکيا آهن. اهو ڪتاب سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جا عاشق اکين سان چمندا آهن. منگهاڻي پنهنجي ڪلاسڪ ڪتاب ۾ 1853ع کان 1947 تائين سنڌي نثر جي ارتقا ۽ اقبال جو نهايت ڳوڙهو پرپور ۽ دلپذير تنقيدي مطالعو ڪيو آهي. سندس خوبصورت نثر پڙهي خوشيءَ گاڏر تعجب ٿئي ٿو تہ سنڌي ٻولي اهڙي سهڻي، سيبتي ۽ روح ۾ لهي ويندڙ انداز ۾ بہ لکي سگهجي ٿي.

منگهارام ملڪاڻي، اين آر ملڪاڻي جي نثر تي بحث ڪندي پوري دلجمعي سان لکي ٿو تہ "ملڪاڻي صاحب جي ڪهڙيءَ بہ ڳنڀير موضوع تي لکڻيءَ ۾ ٽپ ٽپ ٽهڪ نہ، تہ مُرڪ آهي ئي آهي. جنهن مان سندس خوش مزاج شخصيت پڌي بکي، سندس ننڍين ننڍين جملن واري لکڻيءَ جو نوع اهڙو آهي جڻ پڙهندڙ سان دويدو ٿي خانگي رهاڻيون وينو ڪري".

نارائڻ داس ملڪاڻي جي مضمونن جو مجموعو اناردانہ 1940ع ۾ پڌرو ٿيو هو جنهن ۾ سندس اڳوڻي مضمونن جي ڳتڪي ڇهر ڳوناڻي کي پڻ شامل ڪيو ويو هو. ان ڪتاب جو مهاڳ سنڌي ٻوليءَ جي ٻوليءَ جي ناميارِي اديب پروفيسر لال سنگهہ اجواڻي لکيو آهي جنهن ۾ هو سندس مضمونن تي تبصرو ڪندي لکي ٿو تہ "پروفيسر ملڪاڻيءَ جون اکيون سدائين سونهن کي ڳولين پيون ۽ چپ سدائين مرڪ سان پُر آهن. پر اها مرڪ بنهہ لڙڪ جي ويجهو آهي. ڪلي ڪلي روئي ڏجي، جي ٿورو غور ڪجي

۽ ٻاهرين مذاق جي پردي هينيان لِيئو پائجي. هونئن بہ جيون ۾ توڙي ساهتيہ ۾ مرڪ ۽ لڙڪ پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن“.

پروفيسر لال سنگهہ اجواڻي پنهنجي غير معمولي ادبي پورهئي يعني انگريزيءَ ٻوليءَ ۾ سنڌي ادب تاريخ لکڻ سبب هميشہ احترام سان ياد ڪيو ويندو. ان ڪتاب جو سنڌي ترجمو نامور نقاد ۽ ڪهاڻيڪار هيروشيوڪاڻي ڪيو آهي. اهو ڪتاب ڏاهپ ڀرئي ڳوڙهي تجزيئي، تنقيد ۽ نئين انداز بيان سبب هيل تائين لکيل سڀني ادبي تاريخن تي ڀاري آهي. پر افسوس جو بيحد مختصر آهي. شايد اهو بہ ان ڪتاب جي خوبي ۽ حسن بہ هجي. انهي ڪتاب ۾ پروفيسر اجواڻي، ملڪاڻي جي مضمونن تي سگهاري راءِ ڏيندي لکي ٿو تہ ”اين آر ملڪاڻيءَ کي مذاقي ليکڪ لکڻ جو انوکو ڏانوَ آهي ۽ هو سنڌ ۽ گجرات جي ڳوٺاڻي جيوت ۽ علائقن کي چڱي پرچاڻندو هو. هن جي اوائلي ڪتابن ۾ سڀني کان اُتم آهي ”ڳوٺاڻي ڇهر“ اهو ڪتاب اناردانہ ۾ شامل ڪيل آهي. سنڌي ٻالڪن لاءِ ”گجراتي گربو“ ڪشمير جو سير“ ”ٻروچ ۽ بندوق“ جهڙا ليکڪ، اکيون چرخ ڪري ڇڏين، اهڙا ليک هئا“.

اهڙي طرح سنڌي مضمون نگاري واري صنف ۾ بہ نارائڻ داس ملڪانيءَ جي جوڳي جاءِ مڃيل آهي. هو بہ سنڌي مضمونن جي اوائلي لکڻين ۾ پرمانند ميوارام جو گل ڦل، لعل چندامر ڏني مل جو ”ڦلن مٺ“ ليکراج عزيز جو ”ادبي آئينو“ ۽ ملڪاڻيءَ جي مضمونن جا ڪتاب ئي سنڌي مضمون نگاري ۾ ڪلاسڪ جيتري اهميت ماڻي چڪا آهن.

نارائڻ داس مڪاڻي جنهن پنهنجي آتم ڪٿا. ماءُ ٻوليءَ ۽ منفرد انداز سان لکي سچ تہ اسان جي سوانحي ادب ۾ شاناٿتو واڌارو ڪيو آهي. هن جي لکڻي ۾.... انداز بيحد نرالو آهي. اهو سندس نوڙت ڀريو..... آهي جو 60 سالن جي متحرڪ، جاکوڙي ۽ هر پل ڪارائتو گذارڻ ڪانپوءِ بہ اسان

کي 250 صفحن جي آتم ڪهاڻي ڏني اٿس. سندس واقعن، ڳالهين، تجربن ۽ مشاهدن جي چوند بہ غضب جي آهي، جنهن جو انداز و ڪتا پڙهڻ سان ئي لڳائي سگهجي ٿو. پاڻ پنهنجي هڪ مضمون ۾ پيغمبرانہ اڳڪٿي ڪندي اسان ڄٽن يعني سنڌي مسلمانن بابت لکيو اٿس "ڳوناٺي ڇهر" پڙهڻ سان ڏسبو تہ اهي "ڄٽ" بہ اسان جهڙا ماڻهو آهن. اسان وانگر ئي سور ٿو ٿئي ۽ جوش اچي ٿو...... وقت جو چڪر ڦري آيو آهي. سالها پائيمال رهيا آهن. پر هاڻي اڻڻ جا سعيا ٿا ڪن. جي ڪين هٿ ڏيئي تاريندا هلون تہ بئي ٽري پونداسون، نہ تہ اسان کي ٻوڙي بہ ترندا".

انهن معجزي جهڙي اڳڪٿي جي ساڀيا ٿيڻ سبب اسان ان جي وياج سميت ڪيتري قيمت ادا ڪئي آهي؟ ۽ اجان الائي ڪيترو تاريخ جو ڏند ڀريندا‌سون!؟ پوڳيو بہ ٻنهي آهي، اڪيون بہ ٻنهي جون ڀنل آهن، وڃايو بہ ٻنهي آهي. ڇا اها ويڙهہ بہ جام فيروز ۽ دولهہ درياهہ خان جي جنگ وانگر هئي. جنهن ۾ ٽين ڌر اچي سنڌ جي وارث بڻي هئي.

اها ڳالهہ مون جهڙن ادب جي چاهيندڙن لاءِ عيد جي خوشيءَ جهڙي آهي. جو هن اٽليءِ خزاني کي اڌ صديءَ بعد سنڌ ۾ ڇپجڻ ۽ اسان جي هٿن ۾ اچڻ جو سعادت ڀريو موقعو مليو آهي. دادا نارائڻ داس ملڪاڻيءَ کي پنهنجي جنم ڀوميءَ تي آتم ڪتا ڇپجڻ جي ڪيتري نہ روحاني آسيس ملي هوندي. ڪوڙ سارن ٻولين جي عالم ۽ دانشور کي پنهنجي ڪتا سنڌي ٻوليءَ ۾ لکڻ جي فيصلي تائين رسائي ۾ ڏکيائي تہ ٿي هوندي انهي ڪري سنڌي ٻوليءَ بابت پنهنجن خدشن ۽ انومانن جو تجزيو ڪندي نيٺ آخر ۾ هميشہ جيان پنهنجي دل جي ٻڌي اٿس، ۽ ورهاڱي ۽ جلاوطني جي ڪوڙاڻ کي پنهنجي اکين جي ماٽڪين لڪائي، هن ماڪيءَ جهڙي منڙي انسان، پنهنجن لفظن ۾ محبتن جا مڻ اوتي لکيو آهي تہ "سمجهيم تہ سنڌي سماج لاءِ مون تي اهو فرض آهي تہ مان سنڌي ٻوليءَ ۾ لکان ۽ ٻوليءَ کي وڌايان.

ڪن کي ڊپ آهي تہ عربي سنڌي پڙهڻ وارا ٿورا آهن. اهو سنڌي پائرن پاڻ چاڙهڻ منهنجو پهريون ۽ پويون قرض سنڌيي ٻوليءَ ڏي آهي. وڃ ٻچي يا ٻڏي، تنهن لاءِ اسين جوابدار آهيون ايترو چوندس تہ جيوني لکڻ ۾ مون کي خوشي ٿي ۽ سنڌيءَ ۾ لکڻ ڪري جڻ سياويڪ ٿي پيئي".

**ڊاڪٽر حميد سبزوئي**

14 فيبروري 2017

# پنهنجي پاران

سال ڏيڍ کان مون صحت جي خيال کان هندستان جو دئُرو ڪرڻ بند ڪري ڇڏيو آهي. تنهن ڪري فرصت ملي ۽ ڪم جي پيڙ گهٽ ٿي. ٻيو ته سمجهم ته وڏيءَ عمر ۾ ( ۽ مان 70سالن کان پوءِ عمر وڏي سمجهان ٿو) منش کهڙو ۽ ڪيترو به ڪم ڪري پر ڪنهن به عهدي جي جوابداري نه کڻي ته چڱو. ٻڍڙن کي ننڍڙن جي سر مٿان نه پر سندن ساٿي ۽ صلاحڪار يا سندن رهبر ٿيڻ گهرجي. پر ڪم ڪانسواءِ ماڻهوءَ جو جيون اجايو آهي ۽ مون لاءِ شيوا جو ڪم جڻ سياويڪ ٿي پيو آهي. ڪن دوستن صلاح ڏني ته ڇو نه پنهنجي جيوني ويهي لکين؟ پهرئين اها صلاح ڪين ليکيم، پر پوءِ سمجهيم ته انهيءَ ڪي وزن آهي.

ڀارت ۾ ويهين صدي گانڌي يگ جي سمجهي ويندي. نه رڳو ڀارت جو اتهاس پر شايد دنيا جواتهاس به ائين ڪري سمجهي، ڇو جو دنيا جي ويچار ۽ عمل ڏارا کي گانڌيجيءَ کان هڪ ڏڪو ۽ ڏڏڪو به مليو آهي. دنيا کي نئين ويچار ۽ عمل جي ضرورت هئي ۽ گانڌيجيءَ اها ويچار ڏارا اُتپن ڪئي. مان گانڌي يگ ۾ رهيس ۽ گانڌي ويچار ۽ عمل ۾ وڪوڙجي ويس. منهنجي زندگي انهيءَ ڪانسواءِ سمجهي نه سگهبي ۽ اهو ويچار ۽ عمل منهنجي جيون جي ڪنجيءَ مثل آهي. ڇيم ته منهنجي جيولي انهيءَ يگ کي سمجهڻ ۾ ڪارگر ٿيندي انهيءَ يگ جو مان هڪ نؤجوان هوس، ۽ پوءِ سپاهيءَ مان سنڌڙيءَ جوڪپتان به ٿيس. منهنجي جيون ڪتا کي هڪ قسم جو مهتو آهي ۽ ڪوشش ڪري انهيءَ يگ جي اتهاس کي مون پنهنجي جيون جي اتهاس سان ڳنڍيو آهي.

ٻيو تہ مون ڪڏھن بہ پاڻ ۾ جھاتي ڪا نہ پاتي ھئي، تہ آءُ ڇا ھوس ۽ ڇا ٿي پيس ۽ ڇو؟ اھڙي جھاتي پائي پاڻ سمجھڻ منش جو فرض آھي. اڳي ڪجھ ڪجھ پاڻ سمجھڻ جي ڪندو ھوس، پر سلسليوار سڄي وڏڙي حياتي تي نظر نہ ورائي ھيم. ھاڻي سمجھي سگھان ٿو تہ ڪھڙين لھرن ۾ پئي لڙھيس. مان سياست اندر البت ھوس ۽ آزاديءَ جي ھلچل ۾ نيڪ ڀھرو ورتم تہ پر سياستدان نہ ھوس ۽ نڪي ستاوادي ٿي ستا جي پٺيان پيس. قسمت سان سنڌ يا ھند ۾ ستا ھٿ ڪرڻ جو وجھ بہ نہ مليم. شايد انھيءَ ڪري وڏي ڏولائي کان بچي ويس ۽ ٻين ڪيترن سياستدانن جھڙي دشا نہ ٿيم. انھيءَ لاءِ شڪر گذار آھيان. مان سچ پچ سماجڪ شيوڪ ھوس ۽ اھو بہ سڀ کان پنتي پيل ۽ ڪريل طبقي جو. مار چاھيان ٿو تہ ھندستان مان ڀنگيپڻو نابود ٿيڻ گھرجي، نہ رڳو ايترو پر اھو ڏنڌو ۽ اھا ذات نابود ٿئي. پر آءُ سڪڙو ۽ رواجي شيوڪ نہ آھيان. نئين سماج بنائڻ جو خواھان آھيان. جنھن ۾ ذات پات جو ڀيد نہ رھي. دل ۾ تہ اھا بہ خواھش اٿم تہ دنيا ۾ اھي ڀيد - جات جا، مذھب جا، ناٽي جا، رنگ جا، ۽ اھڙيون ٻيون ديواريون جي اِنسان کي اِنسان کان ڌار ڪن ٿيون، ٽٽي پون ۽ ڪي پٿر مان ھٽان جو اھي پٽيون پُري پون. ايڏي طاقت مون ۾ نہ آھي، پر اھڙي آس ضرور اٿم. مان ھن يگ جو پاڻ کي ھڪ شيوڪ ليکيان ٿو جو نئون سماج بنائڻ چاھي ٿو.

مان ڀانيان ٿو تہ مون جيون جو اتھاس کولي لکيو آھي. نہ وڌاءُ نہ گھٽاءُ ڪيو اٿم. جيڪي اندر من ۾ اٿم سو ئي لکيو اٿم. انھيءَ ڪتا جو ڪو نہ ڪو اثر ڪڏھن نہ ڪڏھن شايد ڪنھن تي پوي. مون وٽ ڪا بہ ڊايري يا اڳيان ڪاغذ ڪونہ آھن. جيڪي ياد آيم سو ڪٽي کولي لکيم. ان ڪري ڀلون چڪون تہ ھونديون ئي، جي اُميد تہ پاٺڪ نظر انداز ڪندا. منھنجا راءِ تنھنجا رايا نہ بہ ھجن. منھنجون ميتائون تنھنجون پل نہ ھجن. پر

منهنجون آهن. اُنهن جي ساک ۾ گلا مون تي آهي. پر اهي هڪ سچي دل جون آهن. تن جي ساک اُميد تہ توهين بہ پرينداا.

هڪ دوست اوچتو پڇيم تہ اها جيوني ڪهڙي لپيءَ ۾ لکندين ؟ اوچتي سوال جو ترت جواب ڏيئي نہ سگهيس. آءٌ ناگري لپي پڙهي ڄاڻان پر لکي نہ ڄاڻان. اُميد اٿم تہ هيءَ جيوني ڪنهن وقت ديوناگريءَ ۾ ڇپبي ويندي. ٻئي ڪنهن پڇيم تہ انگريزيءَ ۾ ڇو نہ ٿو لکين ؟ پر اهڙو خيال هڪ ڪن بہ من ۾ ڪونہ آيم. سمجهيم تہ سنڌي سماج لاءِ مون تي اهو فرض آهي تہ مان سنڌي ٻوليءَ ۾ لکان ۽ ٻوليءَ کي وڌايان. ڪن کي ڊپ آهي تہ عربي سنڌي پڙهڻ وارا ٿورا آهن. اهو سنڌي ٻائر پاڻ ڄاڻن. منهنجو پهريون ۽ پويون فرض سنڌي ٻوليءَ ڏي آهي پوءِ ٻچي يا ٻڏي تنهن لاءِ اسين جوابدار آهيون. ايترو چوندس تہ جيوني لکڻ ۾ مون کي خوشي ٿي ۽ سنڌيءَ ۾لکڻ ڪري جڻ سياويڪ ٿي پيئي.

ڪتاب لکڻ ۾ هڪ پراڻي دوست چڱي مدد ڪئي. شري هري درياني ”دلگير“ پاڻ بہ ساهتيہ ڪار آهي ۽ سندس صلاح مون کي ڏاڍي پسند آئي. هڪ هڪ فصل ڏيان ڏيئي پڙهيائين ۽ ڪيتريون درستيون ڪيائين. پڙهندڙن کي پڙهڻ ۾ مزو اچي تہ سمجهن تہ قلم بہ آهن ۽ نہ رڳو منهنجو. مان سندس بلڪل شڪر گذار آهيان.

**نارائڻداس رتنمل ملڪاڻي**

گانڌيڌام (ڪڇ)
.72_3_22

# ٻالڪپڻو

منهنجو جنم آگسٽ 1890ع ۾ حيدرآباد سنڌ جي شهر ۾ ٿيو. منهنجي پتا ديوان رتنمل گدومل کي مٽريڪ ئي اَٽ ٻار ٿيا، جن ۾ مان وڏو هوس. اسان جو گهر دونهي گهٽيءَ ۾ هو ۽ پاڙي وارن سان رليا مليا وينا هواسين. گهر ڪچي گنب جي مٽيءَ جو هو پر ڇت اونچي ۽ ڀتيون اهڙيون موٽيون جو مٿن جيڪر ڪٽ وڇائي سمهي پئجي. گهر ۾ فقط هڪ صفحو ٻاهر رنڌڻو ۽ پريڻ ڪنڊ ۾ ڪچو ۽ ڪچلهن وارو ڪاڪوس. سيئي ڀاتي سوڙها سڪورا ٿي هڪ ٻئي سان صفحي ۾ گڏجي سڏجي سمهندا هواسين. هڪ هالن جي هندوري ۽ ٻن چئن ڪاٺ جي وڏين صندوقن ڪانسواءِ ٻيو ڪو سامان ڪونه هو اَسان جي گهر ۾ ٻائي ٻانيڻ کي گهرڻ ڪان منع هئي. منهنجو پتا ڪچ پڙهيل ۽ پاڻ کي سڌريل سمجهندو هو. شراڌ ڪارائڻ هڪ ڀرم ۽ ٻانيڻ کي ڪارائڻ بيڪار ۽ بيڪارين کي ڪارائڻ سمجهندو هو. انهيءَ ڪري نندي هوندي اسان ٻارن تي ڪو به ڌرمي آثر ڪونه پيو.

تن ڏينهن ۾ اِسڪول بلڪل ٿورا هوندا هوا. پر اسان جي ڀر ۾ هڪ "مشن" اِسڪول هو ۽ پتا اتي ماستري ڪندو هو. اَسين سندس ٻار به مشن اِسڪول ۾ پڙهياسين. هڪڙو گورو مسٽر گارڊنر، هيڊ ماسٽر ۽ مسٽر ريڊمنڊ شايد مئنيجر هو. عيسائي ڌرم جي وڏن ڏينهن تي اِسڪول کي سينگاريو ويندو هو. حشمتراءِ بسنترام ماسترياد اٿم جنهنجو منهنجي پتا سان رستو هو. ٻئي سڌريل سنڌي، پر هڪڙو برهمو ۽ ٻيو عيسائي خيالن جو. ڪڏهن ڪڏهن ماسٽر حشمتراءِ جي گهر سندس ماڙي ڏسڻ ويندا هواسين. تي چار نندڙيون ڪوٺيون، هڪ ٻئي پٺيان، پر عيسائي مورتن، رنگين پڙدن ۽ چٽسالي ڪيل ڀتين سان جهنجهيل، جڻ پردرشنيءَ ۾ هواسين. جنسي موهت ٿي ويندا

هواسين. پر ڏيندو تول ذرو بہ نہ هو. سگهين هتين ويندا ۽ موتي ايندا هواسين. مورتن لاءِ شونق مون ۾ شايد تڏهن کان وٺي پيدا ٿيو.

ڏاڏاڻي طرف جڻ مون کي مائٽ ئي ڪو نہ هوا. فقط هڪ پڦي ۽ هڪ چاچي. پڦيءَ وٽ ويندو هوس تہ هڪ پرين جو پيڙو ڪڍي ڪارائيندي هئي. پر جلد ئي پاڻ ۾ سندس بہ ٻار سلهہ جا بک ٿيا ۽ گذاري ويا. تن ڏينهن ۾ سلهہ مردن ۽ آڪثري زالن کي نهوري نيندي هئي، جو ماڻهو انڌارين بند ڪوٺين ۾ رهندا هوا. چاچي اسان سان گڏ رهندي هئي پر اسان ٻارن ۾ ڪو خاص موهہ ڪو نہ هوس. پتاجي ۽ پاپيءَ جي پاڻ ۾ ڪا نہ پوندي هئي. چاچيءَ جي ڪٽ ڦٽ ۽ رودن ڪري منهنجو پتا آباڻي گهتي ۾ پاڙو ڇڏي وڃي ساهري پهر ۾ مسواڙي جڳهہ ۾ وينو. اِنهيءَ پاڙي کي ريلارام جي ڪارخاني وارو پاڙو چوندا هوا ۽ اتي ڪرپالاڻي ڪٽنب شهر کان ٻاهر نڪري وري پاڻ ۾ گڏجي وينا. جڳهہ ڪچ پڪي - ڪچي پر وائکي هئي ۽ ٻاهر کليل ميدان هوا. هر هڪ گهر ۾ ڇت جي هڪ ڪنڊ ۾ بادگير هوندا هوا ۽ جنمان اونهاري ۾ ٿڌي ۽ ڇٽيل هوا گهو گهو ڪري هيٺ گهري پوندي هئي ۽ جڻ ڳراتري پائي مني ننڊ ۾ سمهاري ڇڏيندي هئي. سون هزارين منگهن جو پريان نظارو ڏاڍو وڻندو هو ۽ گهر اندر هيرون وسرڻ جون نہ آهن.

پاڙي ۾ ڪئين ٻار هوا. ٻار ٻارن جو ڪاچ سو هيتري ۾ کير ڪنڊ ٿي وياسين. خوب رانديون ڪندا هواسين. خاص ڪري گولين جي راند. منهنجي آلتي تکي تتل هوندي هئي ۽ چگهو چٽيندو هوس. پر راند مٽيءَ ۾ ۽ ڪسين جي وچ ۾، هٿ ميرا. آڱريون تڏ ۾ نوٽ ۽ گهٽيءَ ۾ ٻانس. ٻي راند هئي اِتي ڏڪر- ٿورو خرچ ۽ ٻوڙ ٻڪ گهٽي. اِتي ڪڏهن جهنبي هئي تہ ڪڏهن نڪ ڪاپار ۾. پانءِ تہ ڪرڪيٽ جي سڪ لاهيندي هئي. ٽئين راند هئي سياري جي، لغر. لغريون ڪانگرا اُڏائڻ. ڏور کي مانجهيو لڳائي پيچ لڙائڻ. لغڙ ڪاٽا تہ جهٽڻ لاءِ ٻوڙ ۽ ڏون ڏڪا ٿاپا ۽ جهيڙا. چوٿين راند

هئي ربر جو بال ڪٽين، ٻوڙي ڪنهن نہ ڪنهن کي ڦهڪائي هڻڻ ۾ ڪيس ؟ ”پبي“ ڪرڻ. سڀ سستيون ۾ گهٽين ۾ ڪرڻ جهڙيون. اڄ ڪالهہ اِهي رانديون ڪونهن. پر انڊي منڊي ڪرڪيٽ يا فٽ بال ڪرڻ يا تہ گهر ۾ ويهي ريڊيو جو رينگٽ ٻڌڻ.

منهنجي پتا تڏهن ننڍي يعنيٰ مڪاني وڪالت پاس ڪئي ۽ ماستري ڇڏي ڪراچي ضلع جي سجاول ڳوٺ ۾ مختيارڪار جي ڪورٽ ۾ وڪالت ڪئي. ٻارڙن کي اوڏانهن ڪاهي ويو. تن ڏينهن ۾ ڳوناٽا اسڪول بہ ڇڻ ڍورن واسطي هڪ قسم جا ڍَڪَ هوندا هوا. ٻار ڪلاسن ۾ قيد ۽ ٽورڙين حرڪتن تي لڪڻ، مڪون ۽ تن سان گڏ ڇهريون ٽلهيون گاريون، تربيت سان گڏوگڏ اجهو ائين ضابطو بہ سيکاريندا هوا. تنهن وقت ڇا سکيس سو ياد نہ اٿم. ايسپ جون آکاڻيون ۽ وقتي الَفليلي مان آکاڻيون. مون کي ياد آهي تہ جڏهن حيدرآباد واري گهر ۾ موٽندا هواسين تہ هڪ ڪاڪو ايسرداس رات جو ايندو هو ۽ عجيب غريب آکاڻيون ٻڌائيندو هو جن ۾ شهزادا ۽ پريون، جن ۽ راڪاس، سوداگر فقير، اُڏندڙ کٽوليون ۽ تازي گهورا هوندا هوا۔ آسماني ۽ خوابي دنيا هئي. پر سندس ٻولي بہ اهڙي ٿي هئي ڇڻ واهہ يا چشمو پيو وهي، نثر پر شاعري نثر هو ۽ پرولين پهاڪن سان ٽمٽار. وچ ۾ ديسي دارونءَ جو چشڪو چانديءَ جي ڪٽوڙيءَ ۾ وٺي وات اکيون ٻچڪائي، وري آکاڻي ڪٿندو هو. پوءِ اڄ نہ پوري تي تہ سڀاڻي يا پرهينءَ۔ آکاڻيءَ ۾ آکاڻي اهڙي سهڻي سڌي ۽ اهڙيون رومالي آکاڻيون وري نہ ٻڌم يا ٻڌندس. ٽيپ رڪارڊ ڪرڻ جهڙيون هيون، پر تڏهن رڪارڊ ڪٿي !



# اسڪول ۾ شاگرد

مان اٽڪل ڏهين ورهين جو هوس تہ ماتا جو موت ويم ڪندي ٿيو. تن ڏينهن ۾ اَڻ پڙهيل گنديـن داين جي هٿان گهڻا موت ٿيندا هوا ۽ ويم بہ هڪ ٻئي پٺيان قطار بند ٿيندا هوا. ٿورڙن سالن بعد منهنجو هڪ ياءُ وڏي ماتا جي وگهي ۾ ڪ ڪ پيڻ سلهہ ۾ هليا ويا. اهي بيماريون هاڻ گهٽيون آهن جو اسين هوادار گهرن ۾ صفائي سان رهون ٿا ۽ ويم سيڪاريل نرسون ڪرائين ٿيون. ماءُ ۽ گهر ڏياٽيءَ بنا اسين ٻار ڇيگڙا ٿي پياسين. شهر ۽ ڳوٺ وچ ۾ پيا ڀٽڪندا هواسين ۽ اسان جو پڙهڻ بہ رليل ٿيو.

ٻارن کي ماءُ جي سهيڙ سنڀال ۽ پيار کپي. ڪنهن سان آتو ڪريون ۽ ڪير اسان جي تاتنا پالنا ڪري؟ آخر ڪجهہ چو چاءُ سان ۽ ڪجهہ ٻارن تي قياس ڪرڻ سان منهنجي پتا ٻي شادي ٻن ٽن سالن ۾ ڪئي، پر اسان جي ماسيءَ سان. در حقيقت اسين ناناٽي گهر رهندا هواسين ۽ اها ماسي اسان کي ڪنواري بہ سنڀاليندي هئي. ياد اٿم تہ رات جو اسان کي گڏ وهاري راماڻ [سنڌي ۾] پڙهي ٻڌائيندي هئي. جڏهن شادي ٿي تڏهن اسان کي ذرو بہ فرق نظر نہ آيو. بلڪ جلد ئي اسان جي پتا اسان جي ناناڻن جو گهر خريد ڪيو. ڪي ڪمائيءَ جي بچت مان ڪي گسائين گهڻي واري جڳهہ وڪڻڻ مان، ڪي وري ٿورو ڏاج ملڻ مان. جڏهن ڪن سالن بعد مون شادي ڪئي تڏهن منهنجي ساهرن کي بہ پنهنجي جڳهہ وڪڻڻي پيئي. جڏهن مون پنهنجي ٻي نياٽيءَ جي شادي ٿي ڪئي تڏهن ذري گهٽ مون بہ پنهنجي جڳهہ ٿي وڪي. ڏاج ڏيڻ جي مرض ڪري ڪئين اسان جا ڪٽنب ٻي گهر ٿي دربدر ٿيا هوندا. پر اڄ بہ اهو مرض تيهان زور پوندو ٿو وڃي. هاٽي

پنهنجي جڳهه ۾ رهڻ ڪري ۽ ماءُ جي سنڀال ڪري آخر وڃي ٽائينڪا ٽياسين ۽ پڙهياسين.

اڳتي چا پڙهيس، ڪنهن پاڙهيو ۽ ڪهڙي اسڪول ۾ سو من مان ميسارجي ويو اٿم. جڻ تير تڪي جو مس هو. پر چوٿين انگريزي معنيٰ اڄ ڪالهه جي اٺين درجي ڪان وٺي ٿورو گهڻو ياد اٿم. ديوان پريداس جي نو ودياليه اسڪول ۾ پڙهيس. ديوان صاحب مشهور برهمو هو ۽ سماجڪ توڙي تعليم جو سڌارڪ هو. منهنجو پتا ڪجهه ٿورو هو ته برهمو هو ۽ وقتي مون کي برهمو مندر ۾ آرتوار ڏينهن پرارٿنا لاءِ وٺي ويندو هو. تن ڏينهن ۾ سڌارڪ ۽ پڙهيل ڳڙهيل برهمو هوندا هوا. اسان جو اسڪول صبح جو پهرين ڪلئي ميدان ۾ بيٺي پرارٿنا ڪندو هو. هفتي ۾ ٻه ٽي ڀيرا هڪ اڇي ڏاڙهيءَ وارو برهمو ساڌو رابنس اسان کي ڀڄڻ سيکاريندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ودوان ۽ ساڌو پرش اسڪول ۾ ٻارن جي سکيا لاءِ گهرائيندا هوا. ياد اٿم ته هڪ ڀيري پروفيسر ٽي، ايل واسواڻيءَ کي نينڊ ڏنائون. هو تڏهن ڪنهن ڪلڪتي جي ڪاليج ۾ پاڙهيندو هو ۽ آخر ساڌو واسواڻي جي نالي سان هند سنڌ ۾ نالِيرو ٿيو. سندس آواز سنهو ٻولي مٺي، چهرو ساڌوءَ جهڙو هو. ٻارن تي چڱو ڏرمي اثر ٿيندو هو.

اسان جا ماستر گهڻو ڪري مئٽرڪ پاس ۽ ان ٽرينڊ هوندا هوا. مٿين درجن ۾ يعنيٰ ڇهين ۽ ستين درجي ۾ فيل يا پاس گرئجوئيٽ، وڏي عمر جا ۽ ڏاڙهين وارا هوا. اسين شاگرد سندن عزت ڪندا هواسين ۽ ڪائن ڊڄندا ٻه هواسين. اسان سان رلندا ملندا ڪونه هوا. سانجهي جو ڪرڪيٽ راند ۾ ڪڏهن ڪڏهن اسان سان راند ڪندا هوا ۽ چرچو گهبو ٻه ڪندا هوا. مون تي ڪنهن ٻه ماستر جو ڪو خاص اثر ڪو نه ٿيو ۽ جڏهن ڪاليج ۾ ويس ته سڀ وسري ڳسري ويا. ڪن جا نالا ياد آهن سو ئي گهڻو ٿيو پڙهڻ ۾ آءُ پورو پنو هوندو هوس. ڪڏهن ناپاس ڪو نه ٿيس، پر انگريزيءَ ۾ چڱيرو

هوس، جو گهر ۾ منهنجو پتا انگريزي منهن ۾ نوسي وجهندو هو. پر تڏهن مون کي ڪؤڙي لڳندي هئي ۽ پاڙهيندڙ کان ڪؤ ڪائيندوهوس. پر هڪ ڀرينهه ڏڏ هوس. سو هو انگي حساب. ننڍي هوندي کان وٺي انهيءَ تي ڪو ڌيان ڪو نه ڏنم، نڪي ڪي ڪچي پاڙ پڪي ڪئي ويئي، بين ڪمن ۾ پاس پر حسابن ۾ ناپاس! جڏهن ستين درجي ۾ آيس تڏهن سيني انن ڪمن ۾، حسابن سوڌو، مئترڪ امتحان پاس ڪرڻو هو. اسڪول جي پرطنري امتحان ۾ناپاس ٿيس ۽ ڊپ هوم ته پڪي امتحان ۾ وهڻ جي موڪل نه ملندي. ديوان پريداس تڏهن ڳل- ڇهنڊڙي پائي کلي چيم ته "نارو هاٽي تون ٻئي سال امتحان ڏج" پر وري به ڏيا آيس ۽ مان پڪي امتحان لاءِ ڪراچي ۾ويس ۽ پاس ٿي ويس ! مئترڪ ۾انگي حسابن سان گڏ آلجبرا ۽ جاميٽري به هوا ۽ آءُ پوين ٻن جي زور تي پاس ٿيس. پوءِ ڪاليج جي انٽر امتحان ۾ ترگناميٽري سان گڏ فزڪس هئي ۽ آءُ پوئين ڪم جي زور تي پاس ٿيس. هن عمر ۾ به جڏهين انگ منهنجي سامهون ايندا آهن. تڏهين پاڻ ته انگ اکين اڳيان پيا ڦرن، پر سچ پچ ته مغز پيوچڪر کائيندو آهي.
اسڪولي اوستا ۾ آءُ چڱي چال جو شاگرد لکيو ويندوهوس- پڙهڻ ۾ موچارو پر چال ۾ چڱو. سانتيڪو فرمانبردار ۽ سني سياءُ جو- ڪڏهين ڪنهن ماستر سان چيٽ نه پيس. هيترن سالن ۾ رڳو هڪ ماستر هڪ پيري هڪ رول ترڪءَ تي هنيم، جي گهر جو ڪم نه ڪري آيو آهين.
ننڍي هوندي پيءُ جو ادب ته هوندو هو پر تنهن کان وڌو ڏر غيبي عالم جو هو. گهر پرسان قبر هوندي هئي ته ويجهو نه ويندا هواسين. رات جو ته مجال نه ٿيندي هئي اتان لنگهون. لئيءَ ڪنڊ جو ڪو گهاڻو جهنگ هوندو هو ته به پيا ڊڄندا هواسين ته فلاڻي منڊي ها سي کي جن ورتو آهي ۽ فلاڻي لالن مائي جن ٻولائيندي ۽ ڪيندي آهي. ڪئين آکاڻيون سس پس ۾ ٻڌندا هواسين ۽ اندر م پيا ڪنبندا هواسين. پر سچ پچ نڪو ڀوت ڏٺوسين، نڪو ڪنهن

ڪي پوت ورتو پر رات ٽيندي هئي تہ اونده ۾ پيا ڏڪندا هواسين. وڏيرا ٽياسين تہ ڇا جي قبر ۾ ڇا جا جن، حيدرآباد ڪان ٻاهر ڇڻ ڇن ٽينڊائي ڪو نہ هوا. اسين ٻاڻ جنڙا ٽي پياسين.



# جوانيءَ جي لهرن ۾

مون مئٽرڪ جو امتحان ڊسمبر 1905 ۾ پاس ڪيو ۽ تڏهن 10 ورهين جو هوس هڪ درجو منهنجي پتا ابهرائي ڪري چڪي تاڻي تپايو. قد جو ننڍو ـ بت ۾ ضعيف ۽ ڏسڻ ۾ ٻالو ٻولو هوس، سو ڪاليج جا ڇوڪرا مون کي " نارو ڪڪو " ڪري سڏائيندا هوا. ڪجهه پيار مان ۽ ڪجهه قياس ڪرڻ ڪري. پر ڪاليج ۾ گهرڻ سان ڇڻ منهنجي ڪايا پلٽجي ويئي. روز سانجهن جو رانديون ڪرڻ ويندو هوس. ٻيا ٻه ڪيترا شوق وچون ايندا هوا ۽ ڇڻ اسان جي ٽولي ٻڌجي پيئي. لان ٽينس جو ڪوڏيو هوس، پر هڪ ٻن راندين کان پوءِ ٻين جو وارو ايندو هو تہ مان امالڪ پينگهہ ڏي ڊوڙندو هوس. اڪيلو يا ٻيلهہ. ڪڏهن مان ويهي رهندوهوس ۽ ٻيو ڪو ڏاڍو جوان "ڪڪي" کي ونئي اڏائيندو هو. پينگهہ لڏڻ جا وارا هوندا هوا ۽ آءُ پوءِ پئرلل بارس تي تپا ٽينگهہ ڏيئي ڪثرت ڪندو هوس. پوءِ وري سنگل بار تي بہ بت موڙيندو ۽ ورائيندو هوس. ڪو ٽينس جي واري تي گٽو تہ " ڪڪو " تيار پينگهہ خالي تہ بہ تيار تان جو هٿن جون ترپون چم جهڙيون ٿي ويون. راندين ڪرڻ جي عادت پئجي ويئي ۽ نہ رڳو بت جوان ٿيو ۽ صحت چڱي، پر سانجهون وڏي نہ پونديون هيون. نڪي ڪي حرڪتن ۽ شوقن ونڻ لاءِ واندڪائي هئي. جڏهن ڇئن پنجن مهينن کان پوءِ موڪل ۾ پيءُ وٽ سجاول ۾ ويس تہ مون کي ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو. بدن ۾ سگهہ ـ ڇهري ۾ لالائي ۽ هلت چلت ۾ ڦڙتي ڏسي پڇيائين تہ ڇا ڪاڏو ڇا پيتو اٿئي؟ ڏکڙو جواب ڏيان. رانديون ڪرڻ شونق سان ڪائڻ، موچاري صحت ۽ من جي آزادي....... جواني جي پهرين لهر موچاري هئي.

اسان جي پاڙي ۾ گهر گهر ۾ ڪو پير مرد هوندو ئي هو. اچي ڏاڙهيءَ وارو هٿ ۾ لٺ ـ مٿي تي پٽڪو. اسين ڇوڪرا کيس " ڪاڪا" چوندا هواسين ۽ پيرين پيئي گڏبا هواسين. صبح سانجهيءَ پاڙي جي ڪنهن اوطاق ۾ گڏبا

هوا. اوطاق جي وچ ۾ " چلم " رکي هوندي هئي. صبح شام چلم جو ٽانڊو ٽوپي اوطاق جو ڪاڪو تيار ڪندو هو ۽ پوءِ پاڙي جا ڪاڪا اچي مڙندا هوا ۽ وارو ڪندا هوا. گهر ۾ سگريٽ يا چروٽ ڪو نہ پيئندو هو. پاڙي جي پئنچات جي ڪا ڳالهہ ٻولهہ پاڻ ۾ ڪندا هوا ۽ پوءِ چرچو گهبو بہ ٿيندو هو. ڪٽنب، پاڙي، پئنچات کي نيت ۽ مرجاتا ۾ هلائيندا هوا ۽ وقتي رکيا ڪندا هوا. ڪا بہ بدل سدل ڪين نہ آئڙندي هئي. چاهي ڪاڏي، ڪپڙي يا رسم جي.

آءُ جڏهن ڪاليج ۾ ويس تہ ڇاجي اوطاق ۽ ڪيڏانهن ويا ڪاڪا! هاسٽل ۾ ڏار ڏار ڪوٺين ۾ رهندا هواسين. پر ڪاڏي وغيره لاءِ "ڪلبون" ٺاهيوسين. پاڻ ۾ ڇهہ ڄڻا آرتوار تي خاص طعام- پوريون- پڪوڙا- ڪيرٽي- ماکٽي دال ۽ ڪا لذيذ منائي کائيندا هواسين. ڪڏهن تہ دوستن کي کاني جي دعوت ڏيندا هواسين يا ڪو پروفيسر يا نيتا گهرائيندا هواسين. ماهوار هڪ وڏو ائٽ هوم جنهن ۾ سڀ هاسٽل وارا شامل ٿيندا هوا ۽ کاني سان گڏوگڏ گانو بہ ٻڌبو هو. هيءَ ڪلب اسان لاءِ جيون جو هڪ نئون نمونو هو ۽ جيون کي نئون رنگ مليو. تان جو وڏن جون بہ ڪلبون ٺهيون ۽ پڻ زالن لاءِ. ڏار يا گڏيل. سماجَ جي رهت رهڻي ڪاڪن ۽ اوطاقن جي ٻنڌنن کان ڇٽي پيئي.

جوانيءَ ۾ من ويچار ڪرڻ ۽ سوچڻ لڳندو آهي ۽ دل ۾ اٿل پٿل ۽ اُڌما اُڀرندا آهن. پيار بہ اٿندو آهي، پر ڪنهن لاءِ سا ٻيٽ ڪا نہ پوندي آهي. من کان ٻٽ ڏاڍو ٿيندو آهي ۽ حواس زور سان جاڳندا آهن ۽ سرڪشي ڪندا آهن. آءُ بہ سجاڳ ٿيس ۽ پهرين ٻٽ ۾. ٻٽ بہ سگهارو ٿيو ۽ اندريون بہ تازيون هيون. جن کي سنجم ۾ رکڻ ڏکيو هو. اسڪول ۾ بوجهہ ڪا نہ هئي تہ مون کي کهڙو ٻٽ آهي ۽ ڪيئن ان کي ٺاهجي ۽ سهٽو ڪجي. تڏهن مان اسڪول ۾ ٺٽي بہ ڪو نہ ڏيئي ويندو هوس. ڪاليج ۾ بوجهہ پيئي تہ گهڻديدار وار اٿم ۽ مون کي ٺهن ٿا. سمجهيم تہ ٻٽ جي چمڙي ڪٺڪائي

اتم ۽ چهرو بہ ڪُچ وٽندڙ اتم. شڪل ڏسي ٻين وانگر ياري دوستي ڪيم. تن ڏينهن ۾ ڪاليج ۾ اتڪل ٽي سؤ ڇوڪرا ۽ تن ۾ فقط ٻہ ڇوڪريون هيون. هڪ ڪرستان ۽ ٻي پارسي. ڪلاس شروع ٿئي ۽ اڳئين بينچ تي اسان ڪي پنيرو ڪري وهنديون هيون. اڪ ڪٽي يا اڪ ٽيڏي ڪري ساٽن اڪ وچرائڻ سني ڇوڪري لاءِ نيڪ نہ هو سو ڇوڪرا، ڇوڪرن ڪي پيار ڪندا هوا. هڪ موتي جڳتياڻيءَ سان رستو هوم هو پوءِ وڃي مسلمان ٿيو ۽ سندس نالو هو ڊاڪٽر نور محمد ۽ قطع تعلقات جي زماني ۾ هجرت ڪري افغانستان هليو ويو ۽ شايد اتي جلد گذاري ويو.

مونکي سڌ هئي تہ مونکي هڪ ٻت آهي جو ڏسٽو وائسٽو آهي ۽ جنهن کي ڪجھہ ناهي نوهي سگهجي ٿو پوءِ پنهنجا فوٽا ڪيڍائڻ لڳس، اڪيلو يا ٻين سان گڏ ڪاليج ۾ پڙهڻ ڪانپوءِ اڪيچار فوٽن جا آلبم ناهيم. پر ڪاليج ۾ سمجهيم تہ ٻت اتم ۽ وٽندڙ آهي، جنهنجا فوٽا ڪيڍائڻ گهرجن.

پر ڪي يار پوءِ پڪا دوست بہ ٿي ويا ۽ نہ رڳو شڪل ڪري پر سياءُ ڪري، ويچار ڪري، هڪ ٻئي سان ٺهڪي اچڻ ڪري. سندن مٽن مائٽن سان رلي ملي جڻ گهر جو ياتي ٿي ويس ۽ اڄ تائين آهيان. اسڪول جي ياراڻي پاڙي ۾ گڏ رهڻ ڪري پر ڪاليج جي ياراڻي هم مزاج هئڻ ڪري. پوءِ بہ وڏي هوندي دوستي ٿي سگهي ٿي. پر ورلي ۽ چاليهن ورهين کان اڳ. اهڙا ٻٽي دوست ڪيم جن مان ٻہ تہ گذاري ويا. جن مان پرنسيپال ٽڏاني هڪ هو ۽ ٻائي پرتاپ ٻيو هو. باقي رهيو ڪاڪو اتمچند جو عمر پر قومي شيوڪ ٿي رهيو ۽ هاڻي بستري داخل ۽ جڏو ٿي پيو آهي. اهي دوست ڪاليج ۾ ڪيم.

ديس جو راجنيتڪ جيون بينگال جي ورهاڱي کان پوءِ شروع ٿيو ۽ منهنجي راجنيتڪ جيون جو پردو بہ تڏهين شروع ٿيو. آءُ ڊي جي سنڌ ڪاليج ڪراچي جي انٽر يعني ٻئي ڪلاس ۾ هوس. ورهاڱي بعد. سنڌ ۾ تيئن ٻين پرڳڻن ۾ سوديشي جو پرچار زور سان هليو. هڪ ئي دڪان ڪراچيءَ ۾ هو.

مل جا هلڪا، رنگبرنگي ۽ مهانگا ڪپڙا ملندا هوا. اسڪول ۾ آءُ ٻاڙهي هالن جي سوسيءَ جون سٽٿون پائيندو هوس. ڪاليج ۾ بہ اهي پائڻ لڳس ۽ مون کي ٻاڙهي سوسيءَ وارو " ڪڪو " ڪري ڄاڻندا هوا. هاڻي ٻاڙهيون، پيليون ۽ سوسنيون خميسون بہ پائڻ لڳس. يعني تہ سرڪس جي مسخري جي ڊريس هئي. گهر ۾ منهنجي ماءُ ڪپڙا ڪٽي ڪاوڙ ۾ اڇلائيندي هئي، چي هي ڪڇو ڪڇرو ڇو وٺي آيو آهين! منهنجي ميز تي ونڪي ماترم جي اکرن سان سنگمرمر جي پيپر ويٽ رکي هوندي هئي. تنهنڪري 1920 ۾ ٿلهي ڄڻ ٽاٽ جي کادي پائڻ مون لاءِ اؤکي نہ هئي. در حقيقت سڄي عمر ۾ عجيب غريب لباس جو شوق ورتم. ڇاجي ململ، ڇا جو پٽيو ڇا جو ريشم، جو رواجي شؤنقين ڪاليجي پٽ پائيندا هوا. بيو تہ مون انگريزي ڪپڙا ڪوٽ، پتلون، ٽاءِ، ڪالر پهرڻ تڏهن کان وٺي ڇڏي ڏنا ۽ ڪنهن بہ مون کي ڪڏهن بہ انگريزي چمڙا پوش ۾ ڪو نہ ڏٺو هوندو. بنگال جي ورهاڱي ڪري اها ٻاهرين تبديلي ٿي، پر هڪ اندر جي بہ ٿي ۽ انقلاب جي ننڍڙي لهر دل ۾ گهري ويئي.

هڪ ڏينهن ڪاليجہ جي ٿيئيٽر هال ۾ شاگردن جي ميڙ ۾ پرنسيپال ڊاڪٽر جئڪسن چڙ ۾ چئي ڏنو تہ " يو انڊينس آر لائرس" . هن چيو ۽ ممڻ متو. شايد ڪنهن شاگرد ڪوڙ چيو هوپر سيني هند واسين کي ڪوڙو ڪوٺڻ سو هي ڪير ؟ اسان ۾ هڪ سؤ مان جي لهر اُٿل کاڌي ۽ ڪاليج ۾ هڙتال ٿيو. هيءَ نئين ۽ دل اٿاريندڙ ڳالهہ هئي دليون اُٿاريندڙ اسانجو ليڊر تڏهن " جيوت" هو جويمبئيءَ جي ولسن ڪاليج ۾ ڊاڪٽر مڪيڪن کي پٽائي آيو هو ۽ جو هاڻي " آچار بہ ڪرپالاڻي" ڪري ڄاتو ٿو وڃي. بس ڊاڪٽر جئسڪن بہ ڪرپالاڻي کي ڪاليج مان ڪڍي ڇڏيو. سوڪم سولو نہ هو ڇو جو ڪرپالاڻي شاگردن جو جٿيدار هو ۽ ڪي ڍنگ شاگرد. مثلا جوهر مل منسکاڻي ( سوامي گووند آنند ) ۽ لالو ڏکر ( لالچند جڳتياڻي) ٻيا بہ هوا.

انهن ۾ آءُ بہ هوس. سو ٻئي ترم ڪرپالاڻي سنڌ ڪاليج ڇڏي پوني جي فرگوسن ڪاليج ۾ هليو ويو ۽ آءُ بہ ساتي ونئي بڙودا ڪاليج ۾ ويس. پر هڪ ڳالھ ساڻ ڪٽي وياسين يعني هڪ والنٽيئر جو لباس- خاڪي خميص، خاڪي شرٽ ۽ خاڪي بوئر هئٽ - اها اسانجي قومي سپاهيءَ جو ڊريس ٺڄي پئي. ڪرپالاڻي تڏهن کان ونئي هڪ ڏنڊو کڻڻ لڳو. بت لچڪڻو آواز کڙڪيدار، بحث مزيدار ۽ ڏنڊو ونائڻ وارو. مون هن جا ڪئين ويس ۽ ڏيکـ ڏٺا آهن، پر هي ڇهچتو جڻ وسريم ئي نہ ٿو.
پر هن سياسي ناٽڪ جو ٻيو بہ پردو آهي. جڏهن 1908 ۾ آءُ انٽر پاس ڪري فرگوسن ڪاليج، پونا ڏي ٿي ويس، تڏهين ڊسمبر 1907 ۾ سورت شهر ۾ مشهور ڪانگريس ٽيٽي هئي. منهنجو پتا وقت موجب سياسي ويچارن جو هئو ۽ رکي رکي ڪانگريس اجلاس ۾ ڇهل پهل واسطي ويندو هو. سو واٽ ويندي مان بہ ساڻس گڏ ويس ۽ سورت ڪانگريس جو رنگ ڏٺم. ڪجھ ڪين سمجهيم، رڳو جهيڙو ۽ گوڙ ڏٺم ۽ " تلڪ مهراج جي جيءَ " ٻڌم. جڏهن پوني ويس تہ ڪجھ وڌيڪ ٻڌم ۽ سمجهيم. تڏهين تڪ وٽ آربندو گهوش مهمان هو. اسان مان ڪي سداشو پيٺ ۾ تلڪ ۽ اربندو کي ٻڌڻ ويندا هوا. اربندو جي، "وندي ماترم" [روزاني] اخبار پڙهندو هوس ۽ گيتا تي ليکـ ڪپي هڪ فائيل ٺاهيم ۽ سانڍيم جيسين پنا سڙي ڇُور ٿي ويا. ٿورن ڏينهن کان پوءِ تلڪ تي بمبئيءَ ۾ ڪيس هليو ۽ ڪيس ست سال قيد جي سزا ملي، تہ مان ست ڏينهن کٽ ڇڏي پٽ تي سمهيس. هن کان پوءِ سياسي ليڪچر ۽ ساهتيہ ٻڌندو پڙهندو رهيس. سياست ۾ پوني جي وايو منڊل ۾، پهريون ثابت قدم رکيم. ڪمري ۾ هڪ ئي مورت ٽنگيل هئي. ٻي آني واري خديرام بوس، دهشت انگيز بينگالي جوان جي، مورت جنهن مظفر پر ۾ ٻن منڊمن مٿان گاڏيءَ ۾ بم اُڇلائي ماري وڌو.

آءُ پڙهڻ ۾ پورو پنو. سال بہ سال پاس ٿيندو هوس ۽ سيڪنڊ ڪلاس مارڪون بہ اوتريون مس ڪڍندو هوس. نہ هوشيار شاگرد هوس، نڪتي محنتي. انگريزي چڱيري ايندي هئم. جو پتا جو پاڙهيل هوس. سائنس بہ وڻندي هيم ۽ تواريخ بہ. پر حسابن جو ٿبو پلو. رات جو ڪڏهن ڪين پڙهيم. نہ پڙهندس ۽ نہ پڙهندو آهيان. محنتي بہ ڪونہ هوس پر روز وقت تي گهرج موجب پڙهندو هوس.

منهنجي سنڌ ڪاليج جي پرنسيپال فريل پورو سرٽيفڪيٽ ڏنم تہ " مسٽر اين. آر ملڪاڻي رواجيءَ کان مٿيرو شاگرد آهي. " لئبريريءَ ۾ خير ڪو ويندو هوس ۽ امتحان وارا ڪتاب پڙهيم تہ گهٽو ڪيم. پر گهمڻ ڦرڻ جون خوب موجون ورتم. انٽر ۾ ترڻ سکيس ۽ روز سانجهيءَ جو گهر مان لڪي وڃي سراڪو پائي ڦليليءَ ۾ ٽپيون هڻندو هوس. تن ڏينهن ۾ چوندا هوا تہ لوفر ئي ڦليليءَ ۾ ترندا ۽ ٻڏندا آهن. هڪ پيري پنجن چٽن جي ٽولي ٺاهي، والنٽيئرن جو ويس پهري پيوين پنڌ ڪراچيءَ کان حيدرآباد ويس. پر 22 ميلن ڪانپوءِ، پيپري اسٽيشن تان، لاهور ميل ۾ چڙهي پيس ؛ جو پيرن ۾ ڦوڪٽا نڪري پيم پوني ۾ 165 روپين جي Humber سائيڪل ورتم ۽ خوب چڪر ڏنم. روز صبح جو ٽولي ٺاهي ڪاليج پنيان ٽڪرن ۾ هڪ مندر ڏانهن ڊوڙي هر هر مهاديو پڪاري، ڏنڊوت ڪري ڊوڙي موٽندا هواسين. وري نيرڻ ڪري والنٽيئر جو ويس ڪري، ڏنڊو کڻي بہ ڪلاڪ اڪيلو ٽڪرن جي چڪر تي نڪرندو هوس. پچاڙيءَ جو بي. اي موٽي سنڌ ڪاليج مان پاس ڪيم. اتي وري هر هڪ آرتوار تي وڪٽوريا گاڏيءَ ۾ ويهي ڪلفٽن (سمنڊ) ۾ ترڻ ويندا هواسين ۽ منجهند جو موٽندا هواسين. مطلب تہ قسمين قسمين جون رانديون ۽ شيل هٽڻ يا چڪر هڻڻ جا ڪاليج ۾ مزا ماڻيم. عادت پئجي ويئي ۽ وڏي هوندي انهيءَ مُور جو وياج کاڌم ۽ بلڪل تندرست رهيس.

# نوجوانيءَ جا امنگ

آءُ حيدرآباد جي هڪ عامل ڪٽنب ۾ ڄائو هوس. سنڌ ۾ عامل هڪ ذاتيءَ جو نالو نہ آهي، پر ڌنڌي يعني عمل ڪرڻ واري سرڪاري نوڪر جو. انهي ڪري عاملن کي پهرين "منشي" پوءِ "ديوان" هوندا هوا. اسين سنڌ جا هندو گهڻي قدر پنجاب جي ملتان ضلعي ۽ بهاولپور رياست مان 18 صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ آياسين. جات جا گهڻو ڪري ويش ۽ پيتا جات جا لهاڻا هواسين. پاڻ ۾ جل پاڻي، ڪاڌي پيتي جا ڪي بہ بڌن ڪو نہ هوا. رسم ۽ رواج، ويس ۽ خوراڪ، شادي جنم ۽ موت جا ڪريا ڪرم ساڳيا هوا. ڪن سالن ڪانپوءِ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي خداباد ڳوٺ مان اٿاري اسان کي حيدرآباد ۾ آڻي وهاريو ۽ پناهہ لاءِ قلع جي پرسان ٽڪر تي آڻي وسايو. تان جو سڄو ٽڪر، ڏکڻ کان اتر ڏي، والاري وياسين. ڪن سالن بعد شايد ميرن جي راڄ ۾ اسان مان ڪي ڪٽنب ميرن جا منشي ۽ ديوان بڻجي پيا. پڳهار ٽورو پر رعب خوب، مسلمانن جو ويس، ڪانو رواج. ادب ۽ آدب نٽل ڪرڻ لڳاسين. وڏا چولا ۽ ويڪريون مسلمانن جون شلوارون، ڊگهيون ڏاڙهيون، فرشي سلام، فارسيءَ ۾ علم ۽ پريا۔ ياڪر اهي سڀ مسلمانن کان سکياسين. جن مسلمانن جي نوڪري نہ ڪئي سي ٿيا پائيبند ۽ کين فلاڻو "پائي" ڪري سڏيو ويندو هو. سندن رهڻي ڪرڻي گهڻي ڀاڱي هندڪي ۽ ڌوتي انگرکو بہ هندڪورهيو ۽ ڌنڌو وڻج واپار. پر نہ سنسڪرت ڄاڻندا هوا ۽ نہ فارسي. واڻڪو ڌنڌو ريزڪي ۽ ننڍو ڪندا هوا. اڳئين سماج جي نظر ۾ هوا هڪ. پر ڌنڌي ۽ عمل ۽ علم ڪري ٿي پيا بہ.

آءُ عاملڪي وچولي درجي جو ڀار هوس ۽ سرڪاري نوڪري منهنجو جمڻ کان وٺي "سؤڌرم" هو. سياويڪ طرح منهنجي پتا سمجهو تہ سرڪاري نوڪري ڪرڻ منهنجو حق آهي. پر من ۾ تيز خواهش هيس تہ انگريزي راڄ ۾ "ديوان" مان منجي "صاحب" ٿيان. تن ڏينهن ۾ هر ڪنهن عامل مائٽ

جي اها ئي من مراد هوندي هئي تہ ڇوڪين منهنجو پٽ ولايت وڃي. آءِ سي ايس پاس ڪري ڪلتر صاحب بڻجي. پر جلد ئي نراس ٿيو. نہ منجهس پئسي جي طاقت هئي ۽ نہ مون ۾ قابليت جو ڪافي تپر هو. پر جڏهن بي اي سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيم تہ فيصلو ڪرڻو پيو تہ هاڻي ڇا نوڪري ڪجي يا ڏنڌو؟ پتا چوي تہ ڏنڌو ڪر ۽ وڪالت جو ڇو جو پاڻ بہ وڪيل هو. آءُ چوان تہ پروفيسر ٿيندس، نہ تہ بہ سرڪاري اسڪول ۾ ماستر. آخر منهنجي هلي ۽ ڪجهہ هن جي بہ بمبئيءَ ويس ۽ ايم. اي پڙهيس پر وڪالت ( ايل . ايل بي ) جا ٽرمس بہ رکيم. پر چوي تہ هڪڙي سال ۾ نون مهينن اندر ايم. اي پاس ڪر. سو پاس تہ ڪري ويس پر 43 سيڪڙو مارڪون مليم. سڪينڊ ڪلاس لاءِ 45 سيڪڙو گهربيون هيون، سو پروفيسر ٿيڻ جو آسرو ڇڏڻ لاڻم ۽ 1911 ۾ ايل ايل بي جو پهريون امتحادن پاس ڪيم ۽ 1912 ۾ ٻئي امتحان جا ٽرمس رکيم.

# ڪراچيءَ ۾ ماستري

پر منهنجي دل ۾ هاڻي ماستريءَ لاءِ خواهش هئي سو ماستريءَ لاءِ پنجاهه رپين جو درماهه سرڪاري وظيفو هٿ ڪيم. انهيءَ شرط تي ته پڪا ٽي سال نوڪري ڪندس، نه ته نون مهينن جا 450 رپيا موٽائي ڏيندس. پوءِ وچي ڪراچيءَ جي اين جي هاءِ اسڪول ۾ اٺ کن مهينا ماستري ڪيم ۽ ايل ايل بي جو پوينون امتحان 1914ع مئي ۾ پاس ڪيم. پر خوش نه هوس ۽ پروفيسريءَ لاءِ درخواستون ڪندو رهيس. آخر مئي مهيني ۾ ساڳئي وقت ٻه تارون آيم: هڪ ته وڪالت ۾ پاس، ٻي ته مظفر پور (بهار) جي بي بي. ڪاليج ۾ ڏيڍ سؤ تي ارٿ شاستر (ايڪانامڪس) جو پروفيسر. هڪدم 450 رپيا عيوضو ڀريءِ ماستري ڇڏي مظفرپور هليو ويس ۽ جون 1914ع ۾ نوڪريءَ تي وڃي چڙهيس.

مطلب ته ڦيريون ڦيرو پتا جي مرضيءَ خلاف، ڪنهن نموني پنهنجي دل جي مراد پوري ڪيم ۽ پنهنجي دل جي لاڙي موجب جيون جو ڪم ڪنيم. اڄ ٻه مائٽ ٻار جي ڪمائيءَ جي نظر کان ٻار جو ڌنڌو ٿا چونڊين، نه ٻار جي لياقت ۽ لاڙي موجب. مان بمبئي ۾ 1910ع کان 1913ع سڄا سارا ٽي سال رهيس پر امتحان کان سواءِ ٻيو ڪجهه ٻه پرايم ۽ پنهنجي شخصيت جو وڪاس ڪيم.

الاجي ڪتابن پڙهڻ جو شوق مون ۾ ڪيئن جاڳيو ۽ اهو شوق اڄ ٻه اٿم. جنهن ڏينهن ڪو ڪتاب نه پڙهان سو اجايو سمجهان. تڏهن آءٌ ڪتاب پڙهندو هوس ٿي انگريزي ساهتيہ تي، خاص ڪري شاعريءَ جا. پوءِ سنڌي ٻه پڙهيم. شاهه جي رسالي مون تي ڏاڍو اثر ڪيو ۽ ڪئين بيت ياد ڪيم ۽ اڃا ٻه ڪي سُر ياد اٿم. انگريزي شعرن جي هڪ تڪ يا بيت ٻه ياد نه اٿم. پر شاهه جي بيتن سان جڻ من پريو پيو اٿم. ساميءَ جا سلوڪ ٻه پڙهيم ۽ وڻيم پر منا جهڙا ڳڙ جا ڳنڍا. رڳو مناڻ جنهن مان جلد ڍو ٿيو پويءِ

شاهہ ۾ ڪنڊ، ڳڙ آچار ڪتاڻ سان گڏ ڪلڻ ۽ روئڻ بہ آهي. ڪبير جا ڪيترا سلوڪ پڙهيم ۽ ياد ڪيم پر هينئر وسري ويا اٿم. باقي انگريزي ڪتاب وٺندو ويس. تاريخ جا پر خاص هندستان جي سپيتا جا. تن ۾ مئڪس ملر ڏاڍو وڻندو هوم. ٿورو ٻڌ ڌرم جو اڀياس ڪيم. گهران جيڪي ماهوار ايندو هوم تنهن مان پنج رپيا ڌار ڪڍي رکندو هوس ۽ ملڻ سان پيو ڪجهہ نہ پر پهرين وچي نوان ڪتاب وٺندو هوس. رامچندر نالي ڪتاب فروش ڪالبا ديوي روڊ تي مون کي سجاڳي ويو هو ۽ تڏهن ڪيتريون سستيون لائبريرون نڪتيون هيون. تن ڏينهن کان وٺي ملڪاڻي ۽ ڪتابن جي ”تيري ميري“ جوڙي بڻي. مون وٽ هميشہ ڪتابن جي لائبريري هوندي هئي ۽ اڄ بہ آهي. هڪ لائبريري ڊاڪٽر چوئٿرام جي برهم آچاريہ آشرم کي ڏان ۾ ڏنم: ٻي لائبريري لڏارام ماستر جي قومي اسڪول کي ڏنم: ٽين سرونٽس آف پيپلس سوسائٽي کي تازو ڏنم. اڃا بہ ڪتاب اٿم سي بہ ڪنهن کي ڏيندس. هلڪا ڪتاب نہ پڙهندو هوس نہ وٺندو هوس. جڏهن ٻي اي ۾ هوس تڏهن ”واٽ اي ينگ مئن آٽ ٽُ نو“ (What a Youngman ought to know) ۽ ٻيا ڪي اهڙا ڪتاب پڙهيم. پر وڏيرو ٿيس تہ چونڊ ڪتاب ۽ گهري ويچار وارا ڪتاب پڙهڻ لڳس.

ڪتابن سان گڏ سنيين ۽ ڌرمي مورتن جو بہ شوق اٿم. ”زمي ورما“ جون مورتون تڏهن مشهور هيون ۽ گهر جون ڀتيون انهن مورتن سان جڻ ٿڦي چڏيم. پر جلد ئي بنگالي قلم جون مورتون بہ گڏ ڪيم. ڪي تہ ماڊرن رويو مخزن تان ڪپي ڪڍيم: ڪن جا تہ سستا ۽ سنا آلبم ورتم. ڪي تہ سرڪاري ڪاتي ڇپائي پر سڌ ڪيون، جئن ”اجنتا غفائن“ جي چترن جو آلبم. مطلب تہ ڳوليندو رهيس. رکي رکي ولايتي ڪلاسيڪل مورتن جو بہ شونق ٿيم ۽ هڪ دڪان تان اُچيون ۽ پوسٽ ڪارڊ جي ماپ جون وٺي آيس. جڏهن وڏو ٿيس تڏهن پاءُ کي چيم تہ ڪي سنا آلبم لنڊن مان مون

ڪي آٽي ڏي ۽ جڏهن مان پاڻ 1938ع ۾ ولات جي سفر تي ويس تہ سنن ڪارڊن جا ڍڳ وٺي آيس. مون وٽ هڪ پيٽي مورتن سان ڀريل هوندي هئي ۽ هفتيوار پنج ڇهہ ڪڍي خاص فريمن ۾ بدلائي وجهندو هوئس ۽ اڄ بہ ائين ڪندو آهيان پر هاڻي پيٽي ڪانهي ۽ هڪ ننڍو ڍڳ اتم ڪو ڪٽي چوندو هوم تہ "هيءَ مورت وٺيم تي" تہ چوندو هوس تہ "اها تنهنجي تي". سو سڀ سئيون مورتون ڪيترن دوستن جي گهرن ۾ هليون ويئون. جڏهن مان پوءِ 1933ع کان وٺي دهليءَ ۾ رهڻ لڳس تڏهن ڪا پرد رشني ٿيندي هئي يا ڪو مورتن جو آلبم نڪرندو هو تہ "هندستان ٽائيمس" اخبار وارا سمالوچنا لکڻ لاءِ مون کي چوندا هوا. اڄ بہ ساڳيو شونق اتم پر اڳي وانگر هن پنيان ڊوڙندو ۽ آجهرندو نہ آهيان.

هڪ پيري هڪ روپئي وارو ننڍو ڪتاب (اسپيچس آف سوامي رام تيرٿ) هٿ چڙهي ويم. پوءِ تہ ڳيتون ڏيئي پڙهي پورو ڪيم. سڪ ايري تہ پيو بہ ننڍڙو ڪتاب (سليڪٽ اسپيچس آف سوامي وويڪانند) هٿ ڪيم ۽ ساڳيءَ طرح پيئي ويس. پر ڍءُ نہ ٿيم. رام ڪرشڻ مشن وارا ڪيترا پنهنجا ڪتاب ڇپڻ لڳا ۽ سوامي وويڪانند جا ڇهن ڀاڱن ۾ ڪتاب ڇپيا، هڪدم گهرايم ۽ پنڌرهن ربيا گهوريم. سڀ سٿون ۽ سڀ فقرا ۽ فصل سنا پيا لڳن. ڳاڙهي سائي پينسل هٿ ۾ ۽ ذري گهٽ سڀ سٽون مارڪ ڪندو ويس. ڪتاب نہ هو پر جڻ رنگارنگي ڇاپو هو. تڏهن ڇا مارڪ ڪجي سو عقل ڪو نہ هو. پر مارڪ ڪرڻ سکيس ۽ هاڻي ڪو بہ ڪتاب پينسل پاسي ۾ رکڻ کان سواءِ نہ پڙهندو آهيان. چاهي پنهنجو يا پرائو يا لئبرريءَ جو پر ڏاڍي فنيستائيءَ سان ۽ ڪتاب نهايت فضيلت سان سنڀال سان سانڍيندو آهيان. اڏارو ڏيڻ کان ڪيٻائيندو آهيان جو اڪثري پڙهندڙ ڪتاب کي ڪچٽي پاپڙ يا بيو ڪجهہ ڪارائيندا آهن ۽ پنن کي موڙي سوڙي موٽائيندا آهن.

ڪڏهن ديوناگري اکر سکيس سو ياد نہ اٿم. پر پوني جي فرگوسن ڪاليج ۾ جڏهن ارڙهن ورهين جو هوس تڏهن مرهٽي دوست ڪلڪرنيءَ تلسيداس جو بن ربين جو ٿلهو رامايڻ ٽيڪا سميت وني ڏنو ۽ پاڙهيو. تڏهن هنديءَ جو شونق جاڳيو پر بمبئي ۾ الائي ڪيئن ٻسنسڪرت سکڻ تي دل ٿيم. شايد وويڪانند جي اثر هيٺ. حيدرآباد ۾ اسان جي گهر پرسان ديوان گدو مل سنسڪرت پانشالا هئي. غريب ۽ ٿورو پڙهيل براهمڻن کي پنڊت وشنو پاڙهيندو هو. ڏاڍو ودوان پر پڙهڻ وارا ڪي ليڻ. جڏهن مان لنگهي ويس تہ خوش ٿيو ۽ هڪ عامل جوان ۽ ايم اي پڙهيل وديارٿي مليو اٿم. پنڊارڪر وياڪرڻ جو ٻاگو پهريون پاڙهيائين پر پراڻي نموني ۽ ڏکئي نموني. سنسڪرت جي پاڙ مون ۾ وڌائين. باقي جڏهن پڙهڻ مون تي ڇڏيائين، تان جو گيتا پڙهيم. گيتا جو نو اڌياءَ ڪنٺ ڪيم. ڏهاڪو اپنشد بہ پڙهيم ۽ ڪئين منتر ڪنٺ ڪيم. ورهين کان روز هڪ گيتا جو اڌياءُ ۽ اپنشد جا منتر اچاريندو آهيان. گيتا جا اڌاءَ نيڪ اچار ۾ ۽ منتر جيڪي اچار مون کي اچن.

# جيون جي سفر تي

مون ڊسمبر 1910ع ۾ ايم. اي پاس ڪيو. جڏهن آءٌ ويهن ورهين جو هوس ۽ اجا وڌيڪ پڙهڻو هوم پر تڏهن کان وٺي شاديءَ لاءِ مائٽيون اچڻ لڳيون. تن ڏينهن ۾ ڇوڪرن جي شاديءَ لاءِ اها عمر نيڪ سمجهبي هئي. ڏاج تہ گهربو ئي هو ۽ ايم.اي پڙهيل لاءِ چار هزار گهربا ۽ ملندا هوا پر منهنجو پتا پاڻ کي سڌريل سمجهندو هو تنهن ڪري ڏاج کان سواءِ ڇوڪريءَ جي سونهن جو بہ ڳولائو هو. تن ڏينهن ۾ ڇوڪريون سڀ گهڻو ڪري اڻ پڙهيل يا اِلو ٻلو پڙهيل هونديون هيون. ڪهڙي گهر خاندان جي هئي سا ڪو ورلو ڪوج ڪندو هو. ٻڌايائين تہ هڪ ڇوڪري سهڻي آهي ۽ چار هزار بہ ملندا تہ ڪري ”هائو“ ڪيائين. مون کان ڪير ٿو پڇي، سو مون ڪري ماٺ ميٺ ۾ مائٽي مڃي. مطلب تہ ڏُڪي تي شادي ٿي. منهنجي ڏينهن ۾ پردو بہ چالو هو سو شاديءَ کان پوءِ زال جي سونهن ۽ شڪل ڏسندو هوس تہ بہ رات جو ۽ ڏينهن جو ليئا پائي. جڏهن مظفرپور ۾پروفيسر ٿيس تڏهن جلد ئي زال ۽ هڪ ٻار کي اوڏانهن وٺي ويس. هن لاءِ ڄڻ هڪ نئين دنيا کلي پيئي. پرديس ۾ سو بہ هيترو پري ۽ ڪيتري نہ اُٻاٽڪائي. پر سس، سهري ۽ نرانن کان پري، ڪاڏي پيتي جي آزادي ۽ گهمڻ ڦرڻ جومزو. سٿڻ ۽ چادر لاهي ساڙهي پائڻ لڳي، مٽيا لاهي پيتيءَ ۾ ۽ نڪ جي نٿ وڏائي سا بہ لڪائي وڏائين پيتيءَ ۾، ڄڻ تہ سرير ۾ نئون ساهہ پيو ۽ سرير ڦنڊي پيس. وات ڳالهائڻ ۽ چرچا ڪرڻ ۽ کلڻ لڳو. اهڙين اڻ پڙهيل زالن پردو لاٿو ۽ آزاد رهڻي جو سواد ورتو ۽ ٻين کي بہ وٺايو.

مان جڏهن پهريون ڀيرو بهار ڏي ويس تہ وات تي هيتري ساوڪ ڏسي وائڙو ٿي ويس، بهار جو پرانت سچ پچ سائو سبز ۽ ”بهار“ سمجهيم. سنڌ خشڪ ملڪ ۾ ايتري ساوڪ ڪا نہ ڏٺم. ڪڏهن برسات بہ چڱيري پوندي هئي تہ ڪڏهن وري مينهن ڦڙي لاءِ سنڌ ۾ واجهائبو هو. سا سڪ پوري ٿي.

شيءِ شڪل ڏاڍي سستي. چئين آني سير گوشت، مڇي وغيره، منڊ ۾ گهر اندر انبن جا انبار لڳا پيا هوندا هوا. سنڌ ۾ فقط ڪور-ڦار يا ٽي ڦارون سڪي ڪائبيون هيون. هتي ويلي ويلي تي هڪ بہ سڄا انب ماليوڳہ، ڦريون چئين پنجين آني ٻڙن. زيتون ڪي ڪير پچندو بہ ڪو نہ هو. مطلب تہ سڻي ۽ سستي ڪاڌي جا ڍئو ڪياسين، جن لاءِ هاڻي اجايو واجهايون پيا. جڳهہ بہ نڊيو ۽ هڪ ٻماڙ بنگلو ڇهن ڪوئين ۽ باغ سميت، پر مسواڙ فقط ويهہ رپيا! هڪ نوڪر پنهون نالي رکيم جو توڙ تائين مون وٽ رهيو پر پگهار رڳو ڇهہ رپيا، جو سال بہ سال وڌائي مون 9 رپيا ڪيو جو ٻيو ڪو ٻهاري ڪو نہ ڏيندو هو. جڳهہ ڪاليج جي ڀر ۾. چوگرد ايڏا پٽ جو اسين سڀ ڊوڙون پائيندا هواسين. پاسي ڪان ٻنيون ۽ باغ جن مان مڪائي جا سنگ چني آگ تي سيڪي پيا کائيندا هواسين مطلب تہ جيون نئون، واٺکو ۽ آزاد ٿي پيو. بٽ جي بيهڪ ٿي ٻي ٿي پيئي.

شاگرد هر قسم، ڌرم ۽ جاتي جا هوا، ڪيترا تہ بنگالي بہ هوا جي جائي جم کان ٻهاري هوا، پر ٻهارين کان پاڻ کي الڳ ۽ اوچو سمجهندا هوا. تڏهن ٻهار ۾ اٽڪل ڏهہ پنڌرهن سيڪڙو بنگالي هوا ۽ ٻهارين ۽ بنگالين جي پاڻ ۾ چڪتاڻ هوندي هئي. نوڪرين، ڌنڌن ۾ بنگالي جهجها هوا، باقي ٻهاري گهٽو ڪري ٻهراڙي ۾ کيتي ڪندا هوا. انهيءَ ڪري پروفيسر بہ اڪثري بنگالي هوا پر ٻهار ۾ جاوا ۽ نپنا. فقط بہ پروفيسر ٻهاري- جن مان هڪ بابو اوڌ سنگهہ جنهن جي رهت رهڻي، لباس ۽ ادب آداب مسلماني هوا ۽ گهر ۾ نماز پڙهندو هو. بہ پروفيسر سنڌي هوا، هڪ پروفيسر جي بي ڪرپالاڻي ۽ ٻيو آءٌ. اسان ٻنهي کان اڳ بہ ٻہ ٻيا سنڌي ڪاليج ۾ آيا هوا، پروفيسر جي. ٽي منسڪاڻي ۽ پروفيسر ايچ. سي ڇبلاڻي. ٻئي اسان کان وڌيڪ هوشيار هوا ۽ چڱو نالو ڪڍيائون پر جلدي ڪاليج ڇڏي ويا. انهي ڪري ڪرپالاڻي کي هڪ سنڌي جي ناتي ۽ مون کي بہ سنڌي جي ناتي رکيائون. جيتوڻيڪ

ٿئي ٿرڊ ڪلاس ايم. اي هواسين. ڪاليج جو هڪ سيڪريٽري ”جوڳيندر بابو“ هو جنهن سان ڪرپالاڻي جو خوشگوار تعلقات هو ۽ جنهن جي چؤ چاءِ تي مون کي به رکيو ويو. اسين ٿئي سنڌي، سو بهارين ليکي بنگالين کان بهتر. باقي رهيو هڪ جوانڙو گورو پرنسپال ”ڪوپر“ جنهن لاءِ سڀ ساڳيا. پرپوءِ اسين ٿئي سنڌي اکين ۾ تياسين. اسين به ڪن سالن اندر بهار ڇڏي پر پنهنجو نالو نه رڳو ڪاليج ۾ پر بهار ۾ وڃائي نڪتاسين.
ڪاليج ۾ به ادائي سؤ ڇوڪرا هوا پر هڪ به ڇوڪري نه هئي. ڪرپالاڻي صاحب تواريخ ۽ آءٌ ارٿ شاستر. سو به مٿين ٻن بي. اي جي ڪلاسن کي پاڙهيندو هوس. ڪم بلڪل ٿورو يعني هفتي ۾ چوڏهن يا پندرهن ڪلاڪ ۽ جنوري کان اپريل تائين 6 يا 7 ڪلاڪ. پر منهنجو لاڙو ديهات ڏانهن ۽ ڳوناڻي ارٿ شاستر تي. ڳوناڻي سينٽرل بئنڪ جو ڊئريڪٽر ٿيس. ارٿ شاستر تي هڪ ڪتاب به لکي تيار ڪيم پر وچان ئي ٿئي وڏي قومي ڪم ۾ اٽڪي ويس ۽ اهڙي نيتا جي ور چڙهيس جو ڪتاب لکڻ ئي وسري ويم. پر ياد اٿم ته سچي محنت تڏهن ڪيم ۽ خوب ڪتاب پڙهيم ۽ نوٽ لکيم. جڏهن کان وني پروفيسر جون عادتون پيم ۽ پروفيسر جو سياءُ ٿيم، جو اڄ تائين آهي.

ٻي به هڪ سني ڳالهه سکيس، مگر ڪرپالاڻيءَ کان. هو ڪاليج ۾ 1913 يعني مون کان هڪ سال اڳ آيو هو ۽ مون کان ٽي سال اڳي، يعني 1917 ۾ گانڌي جيءَ سان گڏ ڪم ڪرڻ لاءِ ڪاليج ڇڏي ويو. سو اٽڪل ٽي سال گڏ رهياسين ۽ جيئن ته اسين ساڳئي شهر ۽ پاڙي ۾ رهندا هواسين تيئن بهار ۾ به وڏيڪ گهرائيءَ سان ساٿي ٿي رهياسين. کائڻ پيئڻ، گهمڻ ۽ رلڻ ۾ گڏ. هو تري به ڄاڻي پر ٻڏي به ڄاڻي. چوندو هو ته ”ٻڏيءَ جا ٻيڙا ٽيا.“ کي سال اڳ مون کيس ڦوڪيل ڦليليءَ جي لهرن ۾ ڪلهو ڏيئي تاريو. ڳائي به ڄاڻي پر نه زبان سان پر دل سان ۽ جڏهن شاهه جي سارنگ سر مان

آلاپيندو هو تہ "نيڻ تمنداپس وس تہ ورن سپرين...." تڏهن سچ پچ سندس نيڻ چڻ تمندا هوا. وڻ چڙهي ۽ ڪڏ تپي بہ ڄاڻندو هو ۽ لهندو هو ۽ آءٌ سندس پنيان ڇهتي ۽ چنبڙي پوندو هوس تہ مون تي کلندو هو. پر شاگرد ڏسندو هو تہ ساڻن مستي ڪندو هو. ڪين نوڪرون بہ هڻندو هو. خوب چرچا ۽ ٽڪي جيڏا ٺهڪ ڏياريندو هو. منجهس ڪا اهڙي مٺيا آهي جو جوان ڇوڪرا ۽ آخر ڇوڪريون بہ سندس پنيان پيئون ڦرنديون هيون. بهار جي ڪاليج ۾ بہ ائين ٿيو. جڏهن ڏس تہ چار پنج ڇوڪرا وٽس ويٺا ئي هوندا هوا. ڄڻ سندس گهر جا ڀاتي هوا. جي پوءِ سندس چيلا ٿيا.

ڪئين ڀيرا مون کي وندرائيندڙ ڳالهيون ٻڌائيندو هو تہ ڪيئن سنڌ ۾ فلاڻي هيڊ ماستر يا پرنسيپال کي پتايم ۽ ڪن ڇوڪرن کي گهر مان پڄايم. اهڙين حرڪتن ۾ ماهر هو ۽ وقتي اهڙين حرڪتن کي بند ڪرڻ ۾. هن عمر ۾ بہ هن وقت ساڳيو ڏنڌو ڪري تہ هي دل باز تہ خوب ناماچار ڪڍي منهنجو ٻيو نمونو هوندو هو. آءٌ راندين جو ڏاڍو شوقين ۽ روز راندين جي ميدان تي بہ ڪلاڪ گهڙي پوندو هوس. ٽينس اڳ ڪان ڄاڻندو هوس. هاڻي وري هاڪي بہ ڪرڻ لڳس. راند پوري پني پر وت ٿورو آڪڙ گهٽي. جيسين هڪ بہ هاڪيءَ جو ڏڪ نہ کان تہ پانءِ تہ پيٽ نہ پربو هو. هڪ ڏينهن ٺڪ هاڪي بال ساڄي اک تي ۽ پانيم تہ اک ڪيڏانهن اڏامي ويئي. ڪيترا ڏينهن سڄي پيئي هئي پر نيٺ کلي ۽ ڏٺم تہ سوگهي سالم آهي. فوٽ بال بہ خوب ڪندو هوس پر رڳو پنهنجو پگهر ڪيندو هوس. جلد ئي ڪاليج جي راندين جي چارج ۾ ٿيس. پوءِ تہ راندين سانگي ڪاليج جي ٽيم وٺي ٻين شهرن ۾ مئچن لاءِ ويندو هوس. انهيءَ ڪري شاگرد ڪيلاڙي جلد ساٿي ٿي پيا ۽ گڏ ڪائيندا کلندا هواسين. جڏهن هولي ايندي هئي تہ وٽن تي چڙهي پهرئين ڏينهن گپن ۾ ۽ ٻئي ڏينهن گلال ۾ هڪ ٻئي کي رڱي چڏيندا هواسين. سانجهيءَ جو اچا ڪپڙا پائي ڪنهن شاگرد دوست وٽ

ڪانو ڪائڻ ۾ راڳ ٻڌڻ ويندا هواسين. هاڻي اسين سندن دوست ۾ هو ليڊر ٻڻيا آهن.

## راڄنيتيءَ جي ٻُنيءِ تي

ڪاليج جي لائبريري ننڍي هئي پر منهنجي ڪتابن سان گهڻي پريت هئي ۽ خوب پڙهندو هوس. سو گوري نوجوان پرنسپال پستڪاليہ ۽ واچنالیہ جي چارج ڪري مون کي ڏني. مان نوان ڪتاب ۽ نيون اخبارون گهرائڻ لڳس. هڪ شاگرد بہ انهيءَ ڪم ۾ مون سان شامل هو ۽ ساڳيءَ راءِ جو هو. سال گذرندي آءٌ سماج واد تي، مارڪس ۽ ٻين ڪميونسٽ ليکڪن جي ڪتابن جي يادداشت ٺاهي موڪليندو هوس. اها يادداشت گورو سيڪريٽري مسٽر ڪينيڊي، جنهن جي زال ۾ ڏيءَ کي ٻم گولو هڻي "خديرام" پل ۾ ماريو هئو سو نظر مان ڪيندو هو ۽ ڳاڙهي يا سائي پينسل سان ڪاٽي ڇڏيندو هو. ڪا اهڙي اخبار هوندي هئي تہ اها بہ ڪاٽي ڇڏيندو هو. گوري پرنسپال تڏهن ڪان وٺي مون کي اڪ ۾ رکيو ۽ لائبرري تان هٽائي مون کي راندين جي چارج ڏني ۽ هوڏانهن اهڙا ڪتاب ۽ اخبارون مان خانگي طرح خريد ڪري پڙهندو هوس. ٻن ٽن سالن ڪان پوءِ يعني 1915ـ 1916ع اندر بنگال جا دهشتڪاري سرڪي بهار ۾ اجهي لاءِ آيا ۽ پهرين ڀاڳلپور ۾ ۽ پوءِ مظفر پور پنهنجا اڏا ٺاهيائون. شاگردن ۾ سُس پس هلندي هئي تہ ڪي چيتا بنگالي جوان ڪاليج ۾ شاگرد ٿي آيا آهن.

هڪڙو ڪارسرو سهڻو جوان منهنجي بي. اي جي ڪلاس ۾ بہ هو. هڪ ڏينهن اوچتو پرنسپال جي آفيس ۾ ڪيس سڏ ٿيو. اندر پوليس جو ڪماني بہ وينو هو ۽ پوليس ڪاليج کي گهيري ويئي هئي. بند گاڏيءَ ۾

ڪيس وٺي ويا. ڪن مهينن کان پوءِ پڙهيم ته ڪيس قاسيءَ جي سزا ڏني ويئي. مان ڪاليج جي احاطي پرسان هڪ ننڍڙي بنگلي ۾ رهندو هوس. هڪ ڏينهن هڪ شاگرد "رام بنود سنها" هڪ بنگالي جوان ڪي صبح جو مون وٽ وٺي آيو چئي هي هڪ دهشتڪار آهي ۽ هن کي توهين مدد ڪريو. ڪڏهن ڪاپئسي جي طلب ڪري ته ڏجوس ۽ جلد ئي توهان کي موٽائي ڏيندو. جڏهن ڪڏهن ايندو هو ته مان ڪيس نيرڻ ڪارائي ڪلي ڪيس ناٽو ڪڍي ڏيندو هوس. منهنجي استريءَ کي ڪا بوجهه ڪا نه هئي ته ڪير تو نيرڻ ڪري ۽ ڇو تو پئسا وٺي! هڪ جوان جي مظفرپور مان بدلي ٿيٽي هئي ته سندس جاءِ تي بئي جي سجاٽپ ڪرائي ويندو هو. هڪ ڀيري هڪ جوان مون کان اڌائي سؤ رپيا وٺي ويو پر وري نه موٽيو ۽ نه ناٽو موٽايائين. گرفتار ٿي ويو. بئي هڪ ڀيري مون وٽ اهو ساڳيو "رام بنود" هڪ بنگالين جي ٽولي وٺي آيو. هن ۾ هڪ وڏيرو جوان بيمار هو. ڇي هن کي پاڻ وٽ رهايو. مون انڪار ڪيو ڇو جو مان ڇڻ هڪ جهنگل ۾ رهندو هوس، جتي ڪير ٿو اچي ۽ ڪير ٿووڃي سا خبر پئي کي هڪدم پئجي سگهي. اڳ ڪڏهن به مون وٽ ڪا ٽولي ڪا نه آئي هئي ۽ ٽوليءَ کي وٺي اچڻ يا ٻاهر نڪرڻ خطرناڪ سمجهيو هو. سڀ منڙا جوان هوندا هوا جي ٿالا بدلائيندا ۽ پنهنجون شڪليون ڦيرائيندا هوا. ڇڻ خواب ۾ ايندا هوا ۽ خواب وانگر غائب ٿي ويندا هوا پر اهڙو خواب ته وسرڻ جو نه هو ڇو جو جوانن ۾ ڇڻ بجلي جو ڏڏڪو هو.

هڪ ڏينهن رئيس شاگرد "شامنندن" نياپو موڪلي پنهنجي بنگلي تي گهرائي، ڳجهه ڳوهه ۾ اطلاع ڏنم ته اج رات جو تنهنجي گهر جي تلاشي ٿيندي سو خبردار ٿج! گهر موٽڻ سان اهڙا ڪاغذ پٽ ۽ دائريون سڀ جلائي ڇڏيم. تلاشيون ڪو نه ٿيون. ڪن ڏينهن کان پوءِ 1918ع ۾ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي پوري ٿيڻ جي جشنن ملهائڻ ڪري شهر جي هڪ ڪلب ۾

راندیون ڪیون ویون. اهو سڄو بندوبست مون کي ڪرڻو هو. ڪلب جي میدان تي هڪ سچاڻو پولیس آفیسر ڪن ۾ چیم ته تلاشي ٿیڻي هئي پر ڪمشنر روڪي. چئي هي راندیگر ۽ راندین جو ڪپتان جوان اهڙا خطرناڪ ڪم ڪین ڪندو هوندو.

نیٺ سال 1917ع ۾ مهینو شاید فیبروريءَ جو آیو. هڪ ڏینهن صبوح جو پروفیسر (هاڻي آچاریہ) ڪرپالاڻي مون وٽ لنگهي آیو. چي "تار آئي اٿم پاڻنا کان ته مسٽر گانڌي رات جي گاڏيءَ ۾ ایندو ۽ چمپارن ویندو. وات ويندي مون وٽ ڪي ڏینهن رهندو. مون کي هاسٽل ۾ فقط هڪ ننڍڙي ڪوٺي آهي. مهمان منهنجو پر رهندو تو وٽ." مون ته هڪدم قبولیو. اجا 27 ورهین جو نوجوان هوس، ڪجهه من ۾ مستي هیم پر ڪجهه ملڪي حب به هیم. انهن ڏینهن ۾ شهر ۾ پلیگ پوڻ ڪري هڪ بنگالي پروفیسر گهوش منهنجي بنگلي ۾ هیٺان رهندو هو. پر سانجهن جو جڏهن هن ٻڌو ته ڪیر ٿو اچي ته ٽپر سوئي، بنا موڪلائڻ ۽ چوڪلائڻ جي، نڪري ٻاهر ٿیو. مون به ٿیئي ڪوٺیون خالي ڪري فرشن مٿان اچیون چادرون وڇائي ڇڏیون.

آڌي رات جو اٽڪل هڪ بجي ڪرپالاڻي سڀ هاسٽل جا چوڪرا ساڻ وٺي، آرتي ۽ ستڪار جو سامان کڻي اسٽیشن روانو ٿیو. گاڏي پهتي پر مهمان اڳي ڪنهن ڪونه ڏٺو هو. پوءِ ڇپائون ته ٽرڊ ڪلاس گاڏي مان جيڪو گجراتي وتيل پڳ سان لهي سو ٿیو مهمان ۽ جنهنجي ڳلي ۾ سامان جي ڳوٿري سو ٿیو گانڌي. پوءِ کیس "پلڪي" بند گاڏيءَ ۾ چاڙهي، گهوڙا ڇوڙي اڌ رات جو نعرا هڻندا آڻي منهنجي گهر لاٿائون. سو جڻ ته هڪ جهوپڙي ۾ گهریو. جهوپڙو ته لڌیو پر ٻئي ڏینهن اسان جو ڪاليج ڇا پر سڄو شهر لوڏي ۾ اچي ویو. صبح ٿيڻ سان ڪاليج جي پرنسپال مون کي گهرایو ۽ گهور ڪري پڇیو. مون کڻي هڪ معصوم جو جواب ڏنو ته هيءُ مهمان ڪرپالاڻي جو آهي ۽ ڪرپالاڻي دوست جي چوڻ تي مون رکو کیس

پنهنجي گهر ۾ رهايو آهي! پر سچو ڏينهن مون کي ۽ ڪرپالاڻي کي سڌوسنڌ ۽ گهر-ڪاليج پوليس پهري هيٺ تان جو چوٿين ڏينهن هڪ گيا پرساد وڪيل پنهنجي گهر گانڌي جيءَ کي ڪاهي ويو.

پر پهرئين ئي ڏينهن سمجهيم تہ هي هڪ عجيب ۽ نرالو مهمان. پاڻ سان فقط هڪ وڏي بغل جهولي کڻي آيو. صبح جو جهوليءَ مان پهرئين هڪ ننڍڙو الومنيم جو گلاس ڪڍيائين ۽ ڏندڻ ڪتي، نرم برش ناهي، وات صفا ڪرڻ لڳو. تڪون سڀ سنيالي گلاس ۾، پر جي ڦينگ يا گگہ ڪري تہ ننڍڙي تِوال تي. پوءِ باهر وڃي گلاس اوتي تڪون متيءَ سان ڍڪيائين ۽ گلاس ملیائين ۽ ڏاڙهي لاهڻ جو سامان ڪڍيائين. هڪ ائين آني واري دبليءَ ۾ صابڻ ۽ متان آرسيءَ جي تڪريہ ڪاڏي مهل هڪ دبو کوليائين جنهن ۾ پينل بوهي چٽا هوا؛ پوءِ روتيءَ بدران ڪيلا ۽ مکڻ بدران بوهي مگَن جو مکڻ لائي کاڌائين. کائڻ جو ملوڪ ۽ کائي اُٿڻ کان پوءِ ميوي جي کلن جا ڍگ چڏي اُٿندو هو.

جلد ئي منهنجا بہ بار هيٺ لٿا تہ کين هنج ۾ وهاري ساڻن چرچا ڪرڻ لڳو ۽ پڏن ڏندن سان وات قاڙي ٺهڪ ڏيڻ لڳو. تيلهي ۾ ڪو بہ ڪتاب ڪو نہ هوس. فقط هڪ "تائيمس آف انديا" جي ڏُنبي ڊائريڪتري ۽ تورا ڪاغذ. رات جو مچرن جي ڪري هڪ چادر ڍڪي سمهندو هو. امالڪ نند ۽ صبوح جو چئين بجي هڪدم سجاڳ ۽ پرارٿنا لاءِ تيار. مان روز صبوح جو شارٽ ۽ گنجي پائي پرواري بنيءَ ۾ ڊوڙڻ ويندو هوس تہ هڪ بہ پيرو پيرين پنڌ مونسان هليو ۽ پنهنجي ڏکڻ آفريڪا جي جيون مان توٽڪا ٻڌائيندو هليو ۽ پوءِ ٻئي گڏجي ٺهڪ ڏيندا ويندا هواسين. مطلب تہ چئن ڏينهن اندر ٻنهي هري مري وياسين پر هاڻي سمجهان ٿو تہ هن چارئي ڏينهن مون کي پٺي جاچيو ۽ تپاسيو ۽ کلندي ٺهڪ ڏيندي منهنجي دل کي پنهنجي دل ڏي ڇڪي قابو ڪيو.

# سرڪاري ڪاليج

اسان جو ڪاليج پهرين خانگي هئو پر 1917ع ۾ ٿري سرڪاري ٿيو ۽ ڪاليج جو نالو Bhumibar Brahaman مان ٿري Greer Bhumibar Brahman ڪاليج ٿيو. سرڪار تڏهن سڄو بار پاڙهيندڙ پروفيسرن جو کنيو پر ٻن ڄڻن کي نہ کنيائين. هڪڙو هو مسٽر بوس جو ڏکنهن وقت شايد دهشتڪاري سان مليل هو پر پوءِ ڪين ڇڏي نڪتو. گهٽيئي گوري پرنسيپال جون خوشامندون ڪيائين ۽ گيسيون ڪيائين پر شڪ اندر ڪڍيو ويو. ٻيو هو پروفيسر ڪرپلاڻي هي بہ اهڙي شڪ جو شڪار ٿيو. اهو شڪ بي بنياد نہ هو. جڏهن ڪان گانڌي جي سان گڏجي چمپارن ويو تڏهن مون کي بہ هزار رپيا ڪڍي ڏيئي ويو چي دهشتڪار تو وٽ، پيا ايندا تن کي ورهائي ڏيئي ڇڏج. مون بہ ائين ئي ڪيو.

مان ڀانيان ٿو تہ عين وقت تي گانڌيجي آيو. نہ تہ ڪرپالاڻي کي جلد سرڪار گرفتار ڪري ها ڇو جو سندس ناتو دهشتڪارن سان شايد گهاٽو هو.

”گهڙيا سي چڙهيا، ائين اٿيئي“

جڏهن گانڌيجي منهنجي جڳهہ ڇڏي وڃي گياپرساد بابو وٽ رهيو تہ سارو ڏينهن چمبارن مان نيل پوکڻ وارا ڪسان پنهنجا اهنج سور ٻڌائڻ لاءِ سندس حالي احوالي ٿيندا هوا ۽ گانڌيجي سندن احوال نوٽ ڪندو ويندو هو. تان جو دفتر ڀرجي ويا پر سانجهيءَ جو ضرور گهمڻ نڪرندو هو تہ آءٌ بہ روز پيرين اگهاڙو ساڻس گڏجڻ ۽ گهمڻ ويندو هوس. چمپارن جو ستياگرهہ جڏهن ختم ٿيو تڏهن ڳوٺن ۾ وري جوڙ جڪي ڪم شروع ڪيائين. سو ڪيترا دفعا چمپارن ۾ چڪر هنيائين ۽ مظفر پور ۾ لهي ريل گاڏي مٽائيندو هو. مان بہ ضرور ساڻس اسٽيشن تي گڏجڻ ويندو هوس. هن سان گڏجڻ ۾ ڪو جادو هو جو چقمق وانگر ڇڪيندو هئو. تان جو سنہ 1920ع ۾ بہ آيو ۽

سڄي ملڪ ۾ اسهڪار جي هلچل هلائڻ لاءِ ۽ ناگپور ڪانگريس جو آسهڪار پرستاو 1920ع ڊسمبر ۾ عام ماڻهن ۾ ڦهلائڻ لاءِ نيٺ بهار ۾ گهڙيو. مظفر پور ۾ هڪ مشهور وڪيل شفيع محمد (جو پوءِ مسلم ليگي وڃي ٿيو) جي بنگلي تي لٿو. شام جو شاهي عام مير ڪونايو ويو ۽ بنگلي مان نڪري تڪڙيون ۽ وڏيون برانگهون پائيندو ميڙ جي ميدان ڏي هليو. چو ته ميدان ۾ مون کي ڏنائين ۽ ڪلي واڪو ڪري ڪيڪارياٿين. مون چيو ته مان به ميڙ ڏي ٿو هلان. امالڪ سڏو ۽ سوڏو سوال پڇيائين ته "نيٺ ڇا؟" (Professor! What Next) مان ميڙ ۾ ويهي شام جو گهر موٽيس.
پر جڏهن رات جو هنڌ تي ليٽيس ته ننڊ نه آئي. اهي به لفظ دماغ ۾ گهر ڪري ويٺا. من بي چئن هو ۽ ڪو جواب گهربو هو. نيٺ جواب چت ۾ چٽڪيو ته "استعفا ڏي" ۽ هڪدم ننڊ اچي ويئي. چو جو سڏي سوال کي سچو جواب مليو. صبوح جو ڪاليج ۾ ويس ۽ هڪ ننڍڙي خط ۾ استعفا ڏنم. گهر ۾ استري يا ٻئي ڪنهن سان صلاح ڪا نه ڪيم. نڪي پتا جي جواب جو اونلو ڪيم. هڪ مستيءَ جي خمار ۾ هي ڪم ڪيم. اڳو پوءِ ڪين پروڙيم. تڏهن شاهه جو رسالو خوب پڙهندو هوس ۽ چتي سر ۾ ڳائيندو هوس. ياد آيم ته "گهڙيا سي چڙهيا".... جڏهن استعفا پرنسيپال وٽ ڪٺي ويس ته هو به وائڙو ٿي ويو. هڪ رام پرساد ڪوسلا پرنسپال هو. هن سان بلڪل سهڻو ۽ دوستاڻو رستو هو. گڏ ٽينس ڪندا هواسين ۽ ڪائيندا پيئندا هواسين. مون کي سمجهايائين ته جوانيءَ ۾ اتاولي نه ڪر. ائين به چيائين ته ڪيترا پيرا پوليس تو بابت پڇا ڪئي آهي پر مون توکي بچائي ورتو آهي. پر جڏهين ڏٺائين ته آءٌ اڏول هوس تڏهن لاچار ڊئريڪٽر مسٽر فاڪس کي خبر ڏنائين. ٻن ڏينهن اندر تار رستي استعفا قبول ڪئي ويئي. سبب جو منهنجو مڪان. جو ڪاليج جي پر ۾ هو سو شاگردن لاءِ مون سان ملڻ ۽ مون کي واڌاين ڏيڻ جو اڏو بڻجي پيو.

آءُ بہ گھر جو سامان نيڪال ڪري هڪدم بنارس ويس. اتي منهنجو پراڻو سنگتي پرو ڪرپالاڻي هو جنهن هندو ڪاليج (بنارس) ڇڏي شاگرن جي ٽولي وٺي ننڍڙيءَ جڳهہ ۾ گانڌي آشرم کوليو هو. ساڻس صلاح ڪري مظفرپور موٽيس ۽ جلد پاٽنا وڃڻ لاءِ تياري ڪيم. گانڌيجيءَ کي تار ڪيم ۽ هن هڪدم جواب ڏنو تہ مون سان پاٽنا ۾ اچي گڏج. پاٽنا وديا پيٺ (يونيورسٽيءَ) جو مهورت ڪيس ڪرڻو هو ۽ مان بہ انهيءَ وقت حاضر هوس. بلڪ تنهن کان پوءِ ڪاشي وديا پيٺ جي مهورت لاءِ بہ ساڻس گڏجي بنارس ويس. ڪجهہ خبر پيم تہ هي قومي وديا پيٺ ڇا لاءِ ۽ ڪيئن هلائڻا آهن. پوءِ مون کي چيائين تہ سڌو بمبئي ۾ وڃ ۽ بمبئي مهاوديالہ ڪاليج جو وائيس پرنسپال ٿي وڃي ڪم ڪر. در حقيقت گيا ڪانگريس وقت خاطري هيس تہ مان استعفا ڏيندس ۽ تڏهن ئي اهو فيصلو ڪري ڇڏيو هوائين تہ مون کي بمبئي ۾ رکيو ويندو.

مان جڏهن بمبئي پهتس تڏهن بہ ٿي ڏينهن شنڪر لعل بئنڪر جو مهمان هوس پر جلد ئي مٽونگا ۾ ٻن ڪوٺين واري جڳهہ مون کي 75 رپين جي ماهوار مسواڙ تي وٺي ڏنائين. جڳهہ بلڪل ننڍڙي پهرين منزل ۽ چارون طرف ٻيون جڳهيون ۽ اڪيچار ماڻهو. مان جهنگ ميدانن جو واسي سو شروع ۾ گهاٽي وسنءِ ۽ آبادي ڏسي منجهيس پر تيهن ورهين جو جوان هوس سو جلدي ٺهڪي ويس. هاڻي سڄي رهڻي ڦيرائڻي پيم. جڳهہ لاءِ پهرين ڪو بہ فرنيچر ۽ سامان نہ ورتم. رات ۽ ڏينهن جو پٽ تي سمهندا هواسين. مان تہ اڳي ۽ هاڻي پڻ تخت تي سمهڻ پسند ڪندو آهيان. سو تخت بدران پٽ مليم پر منهنجي استري وهڻ مهل بہ ڪڙڪي ۽ اٿڻ مهل بہ ڪنجهي. سو لاچار هن لاءِ هڪ لوهہ جي کٽ وٺي آيس پر هوءَ چوي تہ تون پٽ تي ۽ آءٌ کٽ، تي سو نٿو ٺهي. لاچار پاڻ لاءِ بہ کٽ وٺي آيس. تہ ڪائڻ لاءِ بہ ٿي آسڻ ۽ صندليون بہ هيون.

اڳيان ڪپڙا لاهي ڦٽا ڪيم ۽ ڪاديءَ جا وٺي آيس. تڏهن جي ڪاڌي يانڍ تہ ٽاٽ Canvas جو ٿلهو ڪپڙو هو. فقط ٻہ وڳا هيم. هڪڙو پائيندو هوس ۽ ٻيو ڌوئي سڪائيندو هوس. بت ۾ تڳرو هوس سو ٻهاري بہ پائيندو هوس ۽ ڪپڙن جي سٽ سٽ بہ ڪندو هوس. پيرن ۾ سڪٽو چمپل ۽ مٿي تي گانڌي ٽوپي. مون کي ڏسي گهرواري پيئي ڳوڙها ڳاڙيندي هئي پر مون کي تہ چڻ مستيءَ ۾ ڪل ڪا نہ پوندي هئي. اهڙو سستو ۽ سادو نمونو وري منهنجي جيون ۾ ڪڏهن ڪو نہ ٿيو. اسين سڀ ماس مڇي کائڻ وارا پر هڪ طرف اهي ڏاڍا مهانگا ٻئي طرف هڪ گجراتيءَ جي مڪان ۾ کائڻ جي منع هئي. گهر ۾ اها بندش منهنجي استريءَ لاءِ نهايت ڏکي. سو بازار مان پنهنجي سڪ لاهي ايندي هئي. مطلب تہ منهنجو جيون خود بہ خود ڦري ويو ۽ منهنجي جيون کي هڪ ڌوڏو آيو جو توڙ تائين رهيو. مهاتما هلچل جي شروع ۾ چار ٻهشڪار ڏسيا هوا ۽ چيائين تہ اهي ڪامياب ٿيا تہ سوراج هڪ سال اندر آيو رهيو. منهنجي استري ٻهشڪار پلجي مهينا ڳڻڻ لڳي تہ سوراج اڄهو آيو ڪي آيو ۽ هي آزار سڀ ختم ٿيندا.

مان ماٽونگا ۾ رهندو هوس ۽ اسان جو مهاوديالي ڇهہ ست ميل پري گرانٽ روڊ تي هوندو هو. روز لوڪل ٽرين ۾ اچڻو وڃڻو پوندو هو. مظفر پور ۾ گهر کان ٻاهر نڪري چڻ ڪاليج ۾ وڃڻو پوندو هو. هت روز ٻہ ڪلاڪ آمدرفت ۽ پيچ پچان ۾ ضايع ٿيندا هوا. ڪاليج ۾ اٽڪل چاليهارو شاگرد مس هوا. سي بہ ڪي گجراتي تہ ڪي مهاراشٽري، ڪي مدراسي وغيره. سال بہ سال گهٽبا ويا. چار پنج پروفيسر بہ جنس جنس جا ۽ جوانڙا جي نوڪريءَ جي ڳولا ۾ هوا. پرنسيپال هڪ مهاراشٽري پنتم بئنڪر هو جو پوءِ 1923ع ۾ ڪاليج ڇڏي هندو يونيورسٽي ڏي هليو ويو. پاڙهڻ جو سنو بندوبست ڪو نہ هو. ڪتاب ۽ پاڙهڻ جو ڪاريہ ڪرم رواجي هو پر پاڙهڻ جو رنگ ڦريل هو. سڀ هندستان جي سيپتا موافق ۽ ٻئي پاسي غلاميءَ جي هٽائڻ جي

مدنظر سان هو جيئن شاگردن ۾ حب الوطن جاڳي. پر خاص خوبي اها هئي جو بمبئي ۾ ڪئين نيتا ايندا هوا ۽ اسان وٽ اچي به اکر ٻڌائي ويندا هوا. سو اسين جڻ ملڪ جي لهرن ۾ لوڏا کائيندا، ٻڏندا ۽ ترندا هواسين. هڪ ڏينهن مسٽر ٻئنڪر چيم ته توکي سياڻي جيل ڏي وڃڻو پوندو! مان تيار ٿيس ته سانجهيءَ جو نياپو مليو ته تنهنجي گرفتار ٿيڻ جي هن وقت ڪا ضرورت ڪانهي. سچ پچ ڪاليج جي روزاني ڪم ۾ ڪا به رنڊڪ وجهڻ نه چاهيندا هوا.

پر تن ڏينهن ۾ ولائتي ڪپڙي جي بهشڪار جي هلچل زور هئي. پوءِ اسين روز ٽين بجي ڪاليج بند ڪري گهر گهر مان ولائتي ڪپڙو گڏ ڪندا هواسين. گپ چڪ برسات ۾ پيرين پنڌ نڪري پوندا هواسون ۽ ماڙيون چڙهي ڪپڙا پنندا هواسون. ڪير چئي سگهي ته اسين ڪاليج جا "پروفيسر" هواسون. اسين به پنڻ هڪ کيل سمجهندا هواسون. سانجهن جو ٿڪجي ٽٽجي گهر موٽندا هواسين، سو به اجهي لاءِ نه، آرام لاءِ. آرام تن ڏينهن ۾ جڻ حرام هو خيال ۾ ئي ڪونه هو.

پر آرتوار ڏينهن ڪجهه پروگرام ٺيرائبو هو. در مان در ۾ منهنجي پرسان هڪ آنڌرا جو آفيسر رهندو هو. عمر ۾ بزرگ پر مزاج ۾ جوان. آرتوار ڏينهن واڍڪو ڪم ڪيدي ڪا ڪرسي ميز ويهي ناهيندو هو. مان به ساڻس ٻيهه ٿي ويهندو هوس. هڪ سؤ روپيا ڪوئي سوئي واڍڪا اوزار وٺي آيس ۽ خوب پنهنجو پگهر ڪيندو هوس. نيٺ هن جي بدلي ٿي ويئي ۽ بنا همراهه جي آءُ اڪيلو ته اوزار به ويڳاڻا ٿي پيا ۽ هڪ هڪ ڪري يا گم ٿي ويا يا پيجي پيا يا چوري ٿي ويا. پر اڄ به ٽي چار اوزار جن کي سانڍيندو آهيان پر واڍڪو ڪم وسري ويو اٿم. ٻيو به هڪ ڪم سکيس، راڳ ڳائڻ. مهاوديالي جو سنگيت ماسٽر گهر ايندو هو ۽ راڳ سيکاريندو هوم. هارمونيم به ورتم پر اهڙيون تانون هڻندو ۽ آلاپ ڪيندو هوس جو گهر ۽

ياڙي وارا اهل ڪندا ۽ ڪلندا هوا پر جلد ڏنم تہ منهنجي انن ورهين جي ڏيءَ سا تہ جائي جم ڪان ڳائيندڙ هئي. آواز منو ۽ عمر سکڻ جي ۽ سندس نالو بہ هو "مني" سو باجي سوڌو ڪيس سنگيت ماستر جي هٿن ۾ ڪٽي ڏنم ۽ هوءَ جلد گائڻ وديا سکي ويئي.

## نئون جيون

ٽن سالن ڪان پوءِ بمبئي مهاوديالیہ بند ڪرڻو پيو. وديارٿين جو تعداد بلڪل گهٽجي ويو ۽ سڀ شاگرد ۽ پروفيسر تڙي پکڙي وچڻ لڳا. فقط مان وڃي بچيس. مون کي احمد آباد جي مهاوديالیہ (گجرات وديا پيٺ) ۾ موڪليو ويو. هتي بہ مان وائيس پرنسيپال هوس ۽ آچاريہ گدواڻي تڏهن پرنسيپال هو. سچ پچ تہ منهنجو نئون جيون هاڻي شروع ٿيو. منهنجي پوشاڪ مظفرپور ۾ ڪجهہ ڦري هئي. تڏهن ڪان وٺي مان اچڪن پائڻ لڳو هوس. اتسو يا خاص وڏي ڏينهن تي ڌوتي بہ پهريندو هوس پر احمد آباد ۾ روز ڌوتي پائي ڪاليج ۾ ويندو هوس ۽ خاص موقعي تي ڪلهي تي دپٽو بہ وجهندو هوس پر ڪوٽ پائڻ صفا ڇڏي ڏنم. جوراب ۽ جتيءَ بدران چمپل ۽ سياري ۾ هلڪي جتي. مٿي تي هيٺرن سالن ۾ ڪئين ٽوپيون پاتيون هيم. مخمل جي ٽوپي ننڍي هوندي سنڌ ۾, ٽاٽ واري مرهٽي ٽوپي پوني ۾, بنگلوز ٽوپي بمبئي ۾, ريشمي پٽڪو مظفر پور ۾, مسلم فيض ڦندڻ سان حيدرآباد ۾ پر ڪڏهن بہ انگريزي ٽوپلو ڪين پاتم. آخر اچي گانڌي ٽوپي پاتم, جا اڄ تائين پائيندو آهيان. هن وقت توڻي نوڙهي مٿي جو فئشن آهي پر مان انهيءَ ڏکهي يا لنبي ڪوٽ ۽ اگهاڙي مٿي جي فائدي ۾ نہ آهيان. ڊريس بہ ماڻهوءَ جي اندرئين ويچار ۽ پيبر جي نشاني, پر منهنجي پوشاڪ نئين قومي ويچار جي نشاني هئي.

بيو تہ رهڻ جو نمونو بہ بدلجي ويو. تڏهن ڪان وني آءُ پٽ تي ويهندو ۽ لکندو آهيان. آفيس ۾ بہ پٽ مٿان فرش ۽ گديلو پسندو ڪندو آهيان. سمهڻ لاءِ صندل وڏيڪ وٽندو اٿم. ڪرسيون ميزون بہ لاچار رکندو آهيان ۽ ڪانن جا موڙها مون کي هلڪا سنا ۽ سستا لڳندا آهن. ولايتي سامان جڻ وڏي جڳهہ کي بہ پري ستي ڇڏي ٿو. مان پانيان ٿو تہ هندستان جهڙي گرم ۽ مٽيءَ واري ملڪ لاءِ سامان ٿورو ۽ هلڪو هئڻ گهرجي. منهنجي خوراڪ ۾ بہ ازخود ڦيرو پئجي ويو. گجرات ۾ ماس مڇي کائڻ بنهہ اڻوڻندڙ ۽ اڻ سهائيندڙ لڳندو آهي. جڻ تہ کائيندڙ ڪو ڏاريو آهي يا موربگوئي مسلمان يا ڪرستان آهي. سو تڏهن کان وني ماس کائڻ ڇڏي ڏنم. منهنجي استري لاچار ٻاهر بازار مان وني کائيندي هئي ۽ اج بجهائيندي هئي. پر مون ۾ اها پڪي عادت پئجي ويئي، جيتوڻيڪ منهنجا پائر پينر ۽ ويجها مائٽ گوشت کائو آهن. هاڻي تہ گوشت جي بانس چا پر شڪل بہ نہ وڻندي اٿم. اهي اثر صحبت يا نصيحت جا نہ پر وايو منڊل جا هوا ۽ پڪا هوا. .بهيءَ ڪري سولائيءَ سان گجرات ۾ گجراتي ۽ سابرمتي آشرم ۾ آشرم واسي ٿي ويس.

احمد آباد جي مهاوديالیہ کي وڏا پٽ ۽ ميدان هوا ۽ آءُ ڪاليج جي پٽ تي ٻن ڪمرن ۾ وڏي ورانڊي واري هڪ ڪچي، پڪي جڳهہ ۾ رهندو هوس. مظفر پور ۾ منهنجو گهر ڪاليج جي پر ۾ هو پر تہ بہ ڪاليج ۽ گهر الڳ هوا. هت بئي گڏيا سڏيا پيا هوا ۽ سارو ڏينهن آءُ پنهنجي ڪاليج جي ڪمري ۾ وينو هوندو هوس. وديارٿين جو ڇاترالیہ بہ مهاوديالیہ جي بلڊنگ ۾ هوندو هو. مون وٽ ڇوڪرا ايندا ويندا هوا ۽ جڻ اسين وڏي گڏيل گهر جا ڀاتي هواسين. مون کي اڳي ئي مورتن جو شؤنق هو سو هاڻي وڏي سنگيت چتر ۽ شلپ ڪلائن جو شؤنق اوپريو. احمد آباد ۾ پراچين جين مندر ۽ ڪيتريون مسجدون آهن. سي سڀ ڏٺم. انهن جو ايياس ڪيم ۽ فوٽا ڪڍي وديارٿين کي وڪيم. اهو شوق اهڙو زور وني ويو جو نہ رڳو گجرات پر ٻين پرانتن ۾

شلپ ۾ ڪوتر ڪلا جو اڀياس ڪيم. گجرات ۾ ڪئين هٿ جا هنر آهن خاص ڪري پٽل جا سي به جاچيم ۽ نمونا خريد ڪري سوکڙين طور ٻين کي ڏنم يا گهر ۾ سينگاروا سطي رکيم. پوءِ ته سنڌ جي هنرن تي به ڪتاب لکيم ۽ ٻين شهرن جا هنر به دلچسپيءَ سان ڏٺم. ڪلا تي مکيه پستڪ انگريزيءَ ۾ پڙهيم ۽ هڪ ڪاپيءَ تي نوٽ لکيم جا اجا تائين اٿم. ڪڏهين ته ڪاليج ۾ اجنتا ايلورا تي ليڪچر ڏنم. آخر مهاودياليه ۾ هڪ وڏو ڪمرو مون کي ڏنائون. جنهن ۾ مهاتما کي جيڪي سهڻيون سوکڙيون ۽ سواگتون مليون هيون سي گڏ ڪري سنڀالي رکيم. مون کي ڏسي ڪن وديارٿين ۾ به ڪلا جو شوق اڀريو. هڪ سنگيت ڪلاس ۽ سنگيت ماستر به هوندو هو جو سنگيت ۾ ماهر هو پر ڪڏهن ڪڏهن ٻاهران به ڪلاڪار ايندا هوا جي ڳائي وڄائي من موهي ڇڏيندا هوا. سوراشٽرا جو مينگهاڻي سو به مرداني سُر ۾ لوڪ سنگيت ٻڌائي ويرن ۾ سورمن جون ڪهاڻيون سڻائي اکين ۾ آب آڻيندو هو.

مهاودياليه ۾ هڪ پرارٿنا ڪلاس به هوندو هو جو منهنجي چارج ۾ هو. روز اڌ ڪلاڪ پرارٿنا ٿيندي هئي. گيتا مان هڪ اڌياءَ جو پاٺ، هڪ به ڀڄن ۽ وقتي پروچن. تڏهن ڪان وٺي مان به روز گيتا جو پاٺ پوري سُر ۾ ڪندو اچان. آشرم ڀڄناولي جا ڪئين ڀڄڻ ڪنٺ تي ويا. جڏهين گانڌيجي آشرم ۾ هوندو هو ته پروچن لاءِ مان ڪيس آرتوار ڏينهن وٺي ايندو هوس. هڪ ڀيري اسان ڪيس پرارٿنا ڪئي ته بائيبل تي پروچن ڪريو ۽ وياکيان ڏيو. موٽر ۾ چڙهي ايندو هو پر هڪ ڏينهن موٽر دير ڪئي ته مون کان بائسيڪل وٺي ان تي چڙهي وقت تي ڪلاس ۾ وچي پهتو.

گجرات ۾ رهندي گجراتي ٻڌندو هوس. پوءِ ڳالهائڻ شروع ڪيم ۽ گجراتي ڪتاب به پڙهڻ لڳس. هڪ سنڌيءَ واسطي گجراتي سکڻ جڻ پاڻي پيڻو آهي: سنڌي ساهتيه جو اڳ ۾ ئي شوق هوم. هاڻي گجرات

ساهتيہ مان واقف تيس. هيستائين ڪجهہ بہ ڪين لکيو هوم. نہ سنڌيءَ ۾ نہ گجراتيءَ ۾. هاڻي لکڻ جو بہ مزو ورتم. آچاريہ گدواڻي هڪ سنڌي ماهوار مخزن "ستيا" ڪنهن ڪان ورتي ۽ مون کي ان واسطي ڪجهہ لکڻ لاءِ ريجهايائين. مون سندس چوڻ تي ڪٿي هڪ سنڌي ليک لکيو جو وڻيس. پوءِ تہ ماهوار لکڻ واسطي هوڏ ٻڌي بيٺو. مڙيوئي ڇهہ ڪن ليک لکيم. تان جو انهين ليک ڪان پوءِ مخزن ئي بند ڪري ڇڏيائين پر سنڌيءَ ۾لکڻ جو چشڪو پهرين گدواڻي وڌايم تان جو عادت پئجي ويم ۽ پنهنجي لکڻ جي خاص عبارت پڪي ٿي ويم. "ڪشمير جو سير" اهو پهريون سنڌي ڪتاب لکيم. گدواڻي صاحب هڪ ماهوار انگريزي مخزن "ٿُمارو" بہ شروع ڪئي. انهيءَ ۾ بہ ٿي انگريزي ليک بہ لکيم. تن ۾ ڪو خاص جس نہ هو پر لکڻ شروع ڪيم تہ مخزن ستين مهيني بند ٿي ويئي. آچاريہ دلوالو ۽ من موجي هوندو هو ۽ ڪولي. وري بند ڪرڻ ۾ ڪو مهٽو ڪونہ سمجهندو هو. ڇي اهو بہ هڪ نئون آزمودو هو. تازي خيال کي بروقت ۽ هروقت نوان نمونا ڪپن. گجراتي سکي پوءِ گجراتي ڪتاب. سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ سو مون لاءِ هڪ دلچسپ آزمودو هو. پهرين "هند سوراج" ترجمو ڪيم ۽ ڇپايم پير ترجمي ۾ رس جس ڪو نہ هو. سو آنند هنگوراڻي ٻيو ترجمو ڪيو جو هليو. "ڌمپد" ترجمو ڪيم ۽ هڪ پالي ٻوليءَ جي ماهر ڌرمانند ڪوسمبي مدد ڪيم. ترجمو نيڪ هو. پر ٻڌ ڌرم جو چگيرو اڀياس ڪرڻ لڳس. جنهن ڏاڍو من کي موهيو. هاڻي بہ ڌمپد جو پاليءَ ۾ پاٺ ڪندو آهيان. پوءِ وري مهاتما گانڌي جي "آتم ڪٿا" ترجمو ڪيم. هاڻي ترجمي ڪرڻ جو هنر ڪجھ سکي ويو هوس. فارسي سان گڏ ٿوري سنسڪرت بہ ايندي هيم. جنهن ڪري لغت ۽ شبداولي بہ ڪافي ٺاهوڪي ڪم آڻيندو هوس. تان جو آتم ڪٿا ٽي پيرا ۽ گانڌيءَ جي ڀڳوت گيتا چار پيرا سنڌي ۾ ڇپي آهي. لکڻ ۽ ترجمو ڪرڻ مون لاءِ سکيا ۽ ان ڪان وڌيڪ جيون جي وندر ٿي پيا آهن. هن عمر ۾ لکڻ

مون لاءِ هڪ وڏو آتت آهي.

جڏهن مون مظفر پور ۾ سرڪاري پروفيسري جي استعفا ڏني تڏهن کان وٺي ڏيري ڏيري نہ رڳو منهنجو من آزاد ٿيو پر بت امالڪ ٿيهان آزاد ٿي پيو. ملازمت جي پابندين کان هميشہ چٽي پيس ۽ ڪئين نوان آزمودا دل من سان چکيم ۽ موج ورتم. تن ڏينهين ولڀ ڀائي ميونسپالٽي جو پريزيڊنٽ هو ۽ احمد آباد نهايت گندو شهر هوندو هو. هڪ ڊاڪٽر هرپرساد ديسائي جو ڪانگريسي ميمبر هو تنهن چيو شهر جي صفائي جي جوابداري مان خود کڻندس. هر آرتوار جي صبح جو چار ڪلاڪ جهاڙو وارن ۽ جمعدارن جي ٽولي وٺي ۽ هڪ بہ ميونسپل ٽرڪ ساڻ ڪري ڪنهن پاڙي جي گهر گهر ۾ گهڙي پوندو هو. مهاوديالیہ مان ساٿس گڏ فقط آءٌ ذوق وٺڻ لاءِ شامل ٿيس. شهر ۽ پاڙي جي صفائي ڪرڻ تڏهين کان وٺي سکيس ۽ وديا پيٺ جي ميدان ۽ جڳهين جي صفائي بہ ڪرڻ لڳس. ڪڏهن وديارٿين جي ٽولي ڪنهن ڳوٺ ۾ پڪنڪ تي ويندي هئي تہ ڪي لنيون کٽي هلندا هوا تہ ڪي ٻهاريون ۽ ٽوڪريون. آءٌ ٻهارين جي ٽوليءَ جو سردار ۽ ڳوٺ ۾ گهڙڻ سان رستن ۽ کوهن جي صفائي ڪندو هوس. تڏهن هڪ يوٿ ليگ پهرين پهرين احمد آباد ۾ نهي ۽ ٻيا ڪاليج بہ شامل هوا. سال بہ سال تي ڏينهن جشن ٿيندا هوا ۽ سڀ منهنجي چارج ۾ هوا. گانا، ناچ، نندڙا ناٽڪ، چرچا ۽ سانن گڏ گجراتي هنرن جي پردرشني بہ ٿيندي هئي. مڙيوئي ٽي سال جشن ڪيم پوءِ مان 1927 ۾ سنڌ هليو ويس ۽ اها چارج شريمتي سرلا امبالال ورتي. چڱن وڏن گهرن جون ڪي جوان ڪماريون انهن جشنن ۾ پهريون پيرو ناٽڪ جي منچ تي نڪري نروار ٿيون.

# گجرات مهاودياليه

گجرات وديا پيٺ جو اهو اصول هو تہ سڀ پاڙهڻ جو روپ مادري زبان يعني گجراتيءَ ۾ ٿيندو ۽ ان ماڌيم کي پڪي ڪرڻ لاءِ پاڙهڻ جا ڪتاب گجراتيءَ ۾ تيار ڪيا ويندا. وديارٿي سڀ گجراتي هوا پر ڪي پاڙهيندڙ ٻاهر جا هوا. ٽي سنڌي پروفيسر جن کي سنڌي بہ پوري ڪانہ ايندي هئي؛ هڪ بينگالي ۽ هڪ بہ مهاراشٽري. گهڻو ڪري مهاراشٽري سني هنڌي ڄاڻن ۽ هي گجراتي بہ جلد سکي ويا. پر اسين سنڌي انگريزي ڄاڻندا هواسين. ان ۾ ڳالهائڻ توڙي لکڻ ۾ پاڻ کي خاص قابل سمجهندا هواسين. سو اسان کي معافي ڏني وئي ۽ اسين انگريزيءَ ۾ پاڙهيندا هواسين. پر آءٌ گجراتي ڳالهائڻ ۽ ٿوري پڙهڻ بہ سکيس جا هاڻي وسري ويئي اٿم. انهيءَ ڪري اسين ڪجهہ ڏاريا پئي لڳاسين. ٻيو تہ اسان سنڌين لاءِ گجراتي سمجهڻ سولي هئي. سو جي ڳالهائي نہ سگهندا هواسين تہ گهڻي قدر سمجهي ويندا هواسين. اسان جو مهاوديالیہ نئون نڪتو هو تہ ڪاليج جي لائبرري بہ نئين سر نهي هئي. ڪتاب ٿورا پر هوا سڀ نوان ۽ چوند. گدواڻي ۽ آءٌ يادداشتون ناهي ڏيندا هواسين. ڪو ڪاروبا گورو ڪو نہ هو جو ڳاڙهي پينسل کڻي ڪجهہ بہ رد ڪري ڇڏي. ڪتاب ڪليل تختن تي رکيل هوندا هوا تنهن ڪري وديارٿين کي پڙهڻ ۾ دلچسپي ٿيندي هئي.

پر جيڪي ڪتاب ۾ يا ڪاربہ ڪرم ۾ هوندو هو سو ڪو خاص نہ هوندو هو. مگر جيڪي ڪتاب ۾ نہ هوندو هو سو خاص هوندو هو. اسين پاڙهيندڙ لکيل ڪتابن تي نئين خيال واري ٽيڪا ڪندا هواسين جا قوميت جي پاڻا سان ٽمٽار هوندي هئي. هفتيوار ڪو نہ ڪو تکو ۽ چتو بحث ڪنهن تازي ۽ تڪراري وشيہ تي ٿيندو هو. مثلاً هڪ ڀيري گانڌيجيءَ جم تي روڪ بابت "ينگ انڊيا" ۾ هڪ ٻئي پنيان ڪل ڇهہ ليک لکيا. بحث ڏاڍو دلچسپ هليو ۽ مون انهيءَ ۾ چڱو ڀرو ورتو ۽ هڪ

خط بہ گانڌيجيءَ کي لکيم. اهو Some Self arguments جي سري سان ڇپيو ويو ۽ آخر Self Control & self Indulgence واري ڪتاب ۾ پرڪاشت ٿيو. ڪن سالن بعد اهو انگريزي ڪتاب ”جوڳ کين ڀوڳ“ جو مون ترجمو ڪيو. تڏهن اها وشيہ اهڙي ضروري نٿي سمجهي ويئي ۽ ڪتاب انگريزي توڙي سنڌيءَ ۾ گهڻو ڪو نہ هليو. پوءِ تہ گانڌيجيءَ مون کي آشرم ۾ گهرايو ۽ بہ ڏينهن روز ڏيڍ ڏيڍ مون سان بحث ڪيو. اها ساري گفتگو مون نوٽ ڪري گانڌيجيءَ کان صحيح ڪرائي اخبار ۾ ۽ نيٺ ڪتاب ۾ ڇپائي.

هڪ ڀيري جڏهن اسان جو پاڻ ۾ بحث پئي هليو تہ ڪستور بائي ڊوڙندي آئي. چي هڪ پاڳل رنڌڻي ۾ گهڙي آيو آهي ۽ منهنجي ساڙهي کي باهہ ٿو لڳائي. (آشرم ۾ هڪ بہ پاڳل هوندا ئي هوا جن جي مهاتما پاڻ سنڀال وٺندو هو.) گانڌيجي هڪدم اُٿيو ۽ رنڌڻي ۾ وڃي هٿ کان جهلي هن کي ٻاهر گهلي آيو. پڪڙي اهڙي ڏمال ڪيدائينس جو هن پنهنجي ڌوتي گندي ڪري ڇڏي. هاڻي مان چوان ٿو تہ ڌوتي آءٌ صفا ڪريان هوڏانهن گانڌيجي چوي تہ تون نہ پر آءٌ صفا ڪريان. تان جو هڪ آشرم واسي وچ ۾ پيو ۽ ڌوتي کسي سابرمتي جي تڙتي کڻي ويو.

پر جڏهن گدواڻي پرنسيپال (آچاريہ) هوندو هو تڏهن جيترو وقت ڪاليج کي ڏيندو هو. اوترو وقت بلڪہ وڌيڪ ٻاهر ڊوڙرو ڪندو هو. اڪثري راجنيتي ۾ بهرو وٺندو هو ۽ هڪ ڀيري پنڊت جواهر لال سان گڏ نابا جيل ۾ ويو. پوءِ جڏهن موٽندو هو تڏهن عجيب ۽ زبردست تقريرون ڪندو هو. چتر زبان تہ هوئي پر منجهس جوش بہ هوندو هو. تقريرن مان پاڻ تہ آگ جون چڻگون نڪرنديون هيون. پر رکي رکي اهڙا چرچا گهڙا ڪندو هو جو اسين ٽهڪن ڏيڻ کان پاڻ جهلي ڪين سگهندا هواسين. مان پاڻيان ٿو تہ اهڙو فصيح زبان تن ڏينهن ڪانگريس ۾ ڪو ٻيو ڪو نہ هو. شهر جا ناميارا بزرگ پريان پريان ڪيس ٻڌڻ ايندا هوا. در حقيقت گجرات جي

ماٺهن کي ياد آهي تہ ڪيپٽن شنڪر لال بئنڪر جي گهران ماڙيءَ تي ٻيهي، ولسن ڪاليج جي شاگردن کي هيٺ ميدان ۾ بهاري مستانو ڪري چڙهيندو هو. سندس جيون ۾ 1921 سال هڪ روشن ۽ چمتڪار پريو ۽ بي مثل سال هو. اهڙيءَ طرح ساري هندستان جا مشهور ماڻهو ديسي يا پرديسي، جي سابرمتي آشرم ۾ ايندا هوا، سي ضرور مهاوديہ ليہ ۾ ايندا هوا. اهي ڪجهہ ڏيئي ويندا هوا تہ ڪجهہ پرائي ۽ وٺي بہ ويندا هوا. مان سنڌي لکڻ تہ گدواڻي کان سکيس پر تقريرون ڏيڻ بہ کانئس سکيس. تڏهن راڄنيتي تي نہ پر ڪلا تي زور ڏيندو هوس ۽ گدواڻي ڏاڍي رمز سان فينسنائي مان مون تي ٽيڪاڪندو هو ۽ وينو کلندو هو ۽ پيو سکندو هوس. اهي سال مون لاءِ توڙي وديارٿين لاءِ وندر ۽ سکيا جا هوا. مانسڪ وڪاس منهنجو تڏهن ٿيو ۽ آشرم واسين جي ويجهي هئڻ ڪري مهاوديالیہ جو وايو منڊل ڪجهہ ڌارمڪ تي پيو.

گجرات وديا پيٺ ۾ هڪ ننڍو گيان مندر جو کوجنا و ڀاڳ بہ هوندو هو. جنهن ۾ سنسڪرت ۽ پالي ٻولين جون کوجنائون ٿينديون هيون. ڪم ننڍي پيماني تي پر گهري اڀياس جو ٿيندو هو. گانڌيجيءَ اعليٰ درجي جا بہ ماهر هٿ ڪيا. هڪ هو مهاراشٽرا جو ڌرمانند ڪؤسمبي، روسي يونيورسٽي بہ هن کي نينڊ ڏيئي گهرايو ۽ کوجنا جو ڪم ڪرايو. مون "ڌمپڌ" جو ترجمو هن جي مدد سان گجراتي ۽ پاليءَ مان ڪيو. بلڪل خوش مزاج هوندو هو ۽ پراڻيون ڪهاڻيون ٻڌائي اسان کي کلائيندو هو. ٻڌ ڀڳوان ۽ ٻڌ ڌرم لاءِ پريم هن مون ۾ پيدا ڪيو. ڪن سالن بعد سيٺ برلا هڪ ننڍڙو مندر هن کي بمبئي ۾ ٺهرائي ڏنو جتي هڪ ڀڪشو ٻڌجي جيون جا پويان ڏينهن ڪاٽيائين. ٻيو ماهر هو جين مني، جين وجيہ جي، جو پالي ۽ سنسڪرت جو اڀياس ڪندو هو. ساڳيو ڪم هاٽي جيپور ۾ هڪ وڏي ڌرمشالا ۾ پستڪاليہ ٺاهي اڄا بہ مدد ڪندو آهي. انهيءَ ڪري پراچين

سيپيتا لاءِ مان وڏيو ۽ جن ڏرمن جي چاڻ گهٽ هئي سا چڙ وڏي. جڏهن گجرات وديا پيٺ ذري گهٽ بند ٿيو ۽ هي بئي مها پرش هليا ويا ته هڪ سورداس. پنڊت بيچرداس هي ڪم احمد آباد ۾ هٿ ۾ ڪنيو ۽ ايترا پستڪ لکيائين جو هو پنڊتن ۾ ليکڪن ۾ اتم درجي جو سمجهيو ويندو آهي. انهن ٽنهي تي گانڌيجيءَ جو آشيرواد هو.

مظفر پور ڪاليج ۾ آءٌ ڪئين رانديون ڪندو هوس پر اهي ولايتي هونديون هيون. تينس. هاڪي ۽ خاص ڪري فوٽبال. تينس ۾ آءٌ ڪچ چڱيرو هوندو هوس ۽ هڪ ٻه انعام به کٽيم. پر ٻين رانديون ۾ ڍڪ ڊوڙ خوب ۽ پگهر به جام پر اوبتي سبتي ڊوڙڻ ڪري، روز ڪا مار کائي ايندو هوس. شاگردن سان شاگرد ٿي مزو وٺندو هوس. هت سڀ رانديون ديسي هيون ۽ ڪُشتي لاءِ آکاڙو به هو. مان ڪشتي به ڪندو هوس پر ڪا به کيڏ نه ڄاڻندو هوس. وقتي لنبازي يا پلٽي بازي به ڪندو هوس.

مگر برسات جي موسم ۾ سابرمتي جو وهڪرو ڦوڪجي درياهه وانگر دهشت ڏيکاريندو هئو مون به پنجن ستن وديارٿين جي ٽولي ناهي. پوءِ به ميل ڊوڙي آشرم تائين اوپارو ويندا هواسين ۽ اتان ٽپي درياهه ۾گهرندا هواسين. سڄا سارا پنج ميل لاهارا لڙهي اچي ايليس پل وٽ نڪرندا هواسين. اتان تي ميل ڊوڙي وديا پيٺ پهچندا هواسين. اهو لطف سال ۾ سڄا سارا ٻه مهينا وٺندا هواسين ۽ جي ڪو ساٿي نه هوندو هو ته آءٌ اڪيلو گهڙي پوندو هوس. تڏهن بت جي بيهڪ ناهوڪي ۽ بت ۾ تراوت ۽ سگهه به چڱيري هئي.

پر پوءِ وديارٿين سان اهڙو گهايل مايل تي ويس جو ست اٺ ڏينهن ڪاليج بند ٿئي ته ٻن ٽن وٽان نيندون اچي وڃن ته اسان جي گهر هلو. آءٌ هر دم تيار باقي آيم پيڪو سڏ. ننڍو بسترو گول ڪري ٻه تي وڳا جهولي ۾ وجهي ۽ ڏهاڪو رپيا کيسي ۾ کڻي پانڌيئڙا پنڌ ۾ پوندا هواسين. واٽ تي وري بيل

گاڏي ۾ جهوپا جهاڪ کائيندا اچي ڳوٺ ۾ پهچندا هواسين. پوءِ ڪچر پچر گجراتي ڳالهائي گهر گهر جو ڀاتي ٿيندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن پروفيسر نند لال بہ مون سان شامل ٿيندو هو. هو نهايت ڪل مک هوندو هو ۽ مان بہ ٿهڪ سان ٿهڪ جو مقابلو ڪندو هوس. تان جو ٿهڪ ڏيڻ ۾ آءٌ ناليرو ٿي ويس ۽ ٻارن وانگر اجايا سجايا ٿهڪ ڏيڻ لڳس. سو ڇو نہ ٿهڪ ڏيون، ڇو جو ڪائي پيئي، ملڪ ڏسي، ڏهن رپين مان بہ چار رپيا بچائي گهر موٽندو هوس. اهڙي طرح گجرات جا شهر، مندر، درياهہ وغيره ڏٺم ۽ هڪ ڪتاب ”گجرات“ بہ لکيم. پوءِ اها عادت ٿي ويم ۽ سنڌ ۾ بہ ڪئين چڪر ڏيندي ”ڳوٺاٽي چهر“، ”سنڌ جا هنر“ ۽ ”ميراٽو راڄ“ لکيم ۽ ياڻءِ تہ پيرن ۾ چڪر ٿي پيم. جڏهن کان وٺي سرڪاري ڪاليج جي استعفا ڏنيم تڏهن کان وٺي ملازمت جون پابنديون ختم ٿيم ۽ تن من آزاد ٿيم.

اسهڪار جي هلچل ۾ گانڌيجي گجرات، پاٽنا، ڪاشي وديا پيٺ کوليا. ٽيئي هن وقت چالو آهن ۽ چوٿون جامع مليا اسلاميہ دهليءَ ۾. پويون تہ اڳي کان اڳرو آهي پر پهريان ٽي بہ هلن پيا. جيتوڻيڪ انهن کي وديا پيٺ چوڻ هڪ وڏاءُ چئبو. منجهن ڪا خوبي هئي جو هيترو وقت جٽاءُ ڪيو اٿن پر ڪا ڪمي اٿن. جو وڌن نٿا. هڪ عمدو ڪم ٿيو جو پاڙهڻ گهڻو ڪري مادري زبان ۾ ٿيو ۽ تنهن واسطي ڪتاب تيار ڪيا ويا. ارمان آهي جو انهن جو فائدو ٿورو ورتو. نہ رڳو ايترو پر انگريزيءَ جي لهر انهن کي ذري گهٽ ٻوڙي وڌو. ٻيو تہ ڪتاب پڙهڻ، ڪلاس ۾ پاڙهڻ ۽ ٽپي ٽپي تي امتحان ڏيڻ انهن تي گهٽ زور ڏنو ويو. اڄڪلهہ ايترا بي حد ڪتاب ۽ پڙهڻ جا ڪاريہ ڪرم نڪري پيا آهن جو وديارٿي منجهي ٿا پون تہ ڪيترو پڙهجي ۽ جيون ۾ ڪهڙي ڪم جو؟ اسين سڀ الاجي ڇا جو ڇا اڳي پڙهياسين ۽ هاٺوڪا شاگرد بہ پيا پڙهن پر ڪيترو نہ بيڪار هو ۽ جڻ من جي پٽيءَ تان ميساري ڇڏيوسين. من جو بوجو هلڪو ڪيوسين پر من کي هرويرو ڦٽڪايوسين.

هنن ودیا پیٺن ۾ شاگردن جي من کي اجايو نہ ستيوسين. تيون تہ ودیارٿي سماج جو هڪ انگ بڻجي پيا ۽ سماج جي سوالن ۽ مشڪلاتن کان بہ واقف ٿيا.

راجنيتي تہ سکيا پر هلچل وقت جيلن ۾ بہ ٽپي پيا. هاٽي تہ وڏا ٿي وڏا عهدا ماڻين ٿا. هنن جي وديا گهٽي قدر ڪتابي نہ پر عملي هئي ۽ ڪارگر ثابت ٿي. جيڪي وديارٿي سکيا سو پاڙهيندڙ بہ سکيا. مثلن بارد ولي ستياگرهہ کان اڳ گانڌيجي نرهري پارکہ ۽ مون کي بارد ولي تعلقي جي آرٿڪ حالت, خاص ڪري فصل جي حالت, تپاس ڪرڻ واسطي موڪليو. مون ڇهہ کن ليک "ينگ انڊيا" ۾ لکيا پر نرهري ڀائي گجراتي "نوجيون" ۾ لکيا. مان سکٽو ڪتابي پروفيسر نہ هوس پر ملڪ جي ميدان ۾ پبلڪ شيوڪ بہ هوس. اسان سيني جو ڪاليج ۽ سماج ۽ ملڪ سان گهاٽو ناتو هو. ودیارٿي فقط امتحان پاس ڪرڻ واسطي نہ آيا هوا. بلڪ هڪ ڀيري گانڌيجيءَ چيو تہ "توهان جو وديا پيٺ هڪ سردار ولڀ ڀائي پئدا ڪري تہ سڀ ڪجهہ ٿيو." اسان وڏو نہ پيدا ڪيو پر ڪئين ننڍا پئدا ڪيا, جن جو هاٽوڪو گجرت ساکي آهي.

## سنڌڙيءَ ڏي ...

آچاريہ گدواڻي 1921 کان 1925 تائين اٽڪل چار سال وديا پيٺ ۾ آچاريہ هو پر گڏوگڏ راجنيتي ۾ بہ هو ۽ ڪانگريس سان گهرو ناتو هوس. انهيءَ مراد سان هڪ سنڌي مخزن "ستيا" ۽ پوءِ ٻي مخزن انگريزي ۾ "تمارو" بہ ڪڍيائين. اڪثري دوري ۾ باهر رهندو هو. اها ڳالهہ سردار ولڀ ڀائيءَ کي نہ آئڙي ڇو جو راجنيتيءَ ۾ پاڻ برک هو. پلا بہ شينهن ۽ هڪڙو پرديسي, هڪ ٻيلي ۾ نہ ماپن. تن ڏينهن ۾ پروفيسر ڪرپالاڻي ميرٺ ۾ گانڌي آشرم جو هرتا ڪرتا هو ۽ کاڌيءَ جي ڪم ۾ مشغول هو پر وديا پيٺ ۾ آچاريہ ٿي

اچڻ لاءِ تيار هو. هن جي اچڻ کان پوءِ جلد ئي آچاريہ گدواڻي برندابن جي ”پريم مها وديالیہ“ ۾ پرنسيپال ٿي ويو پر اتي بہ ٽڪاءُ نہ ڪاڏائين ۽ اٽڪل ٻن سالن بعد ڪراچيءَ جي ميونسپل ڪارپوريشن جو ائڊمنسٽريٽر مقرر ڪيو ويو.

آچاريہ ڪرپلاڻي تہ منهنجو حيدرآباد ۾ پاڙيسري ۽ مظفر پور ۾ ساٿي ۽ ٻئي طرف دوست هو. مونکان اٽڪل ٽي سال وڏو هو. جڏهن وديا پيٺ جي پنهنجي جڳهہ نهي تڏهن ڪچي پڪي گهر ۾ گڏجي رهندا هواسين. ٻنهي کي بہ وڏا ڪمرا ۽ سنا ويڪرا ورانڊا اڳيان پٺيان هوندا هوا ۽ گهر ڏار پر پاڻ ۾ رليا مليا وينا هواسين. ولپ ڀائي سان جلد ئي سندس گهاٽو رستو ٿيندو ويو. ٻنهي جو سياءُ ۽ من جو مور ساڳيرو هو. راڄنيتي ۾ هم خيال هوا پر ڪرپلاڻي پروفيسر هو تہ سياستدان بہ هو. هن کي جوان وڻندا هوا ۽ ڪيترائي تہ سندس پوئلڳ وڏيرا ٿيا تہ دوست ٿي ويا. ڪڏهن ڪڏهن مان پائيندو آهيان تہ شاگردن جو نيتا ٿئي ها تہ بلڪل ڪامياب بلڪ جس کٽي ها. انهن کي چيڙڻ ۾، جاڳائڻ ۾، وري ڪم ۾ لڳائڻ ۾ هو ماهر هو. اڄ بہ ڪيترا سکيا ۽ هلندي وارا گجراتي هن جا دوست آهن جي 1925 ۾ هن جا وديارٿي هوا. اهڙا وديارٿي دوست بهار ۾، اتر پرديش ۾ ۽ گجرات ۾ اٿس. سنڌ ۾ رهي ها تہ اتي بہ ضرور هجنس ها. هن جا همراهہ ۽ ساٿي ڪو ڪسان ۽ مزدور ڪونهن پر شهرن ۾ جوان جي سندس اڳيان وديارٿي آهن. هن جي ٻولي مني يا ڪڙي، هن جا چرچا گهڻا، هن جو عجيب سياءُ، هن جي ٽيڪا ٽپڻي نوجوانن کي چڱي وڻندي هئي.

مان گجرات ۾ اٽڪل ساڍا ڇهہ سال رهيس. گدواڻي اٽڪل ساڍا چار ۽ ڪرپلاڻي ساڍا ٽي سال رهيو. اسان ٽنهي جو وديارٿين سان توڙي شهر واسين سان بلڪل منو سنو رستو هو. گجراتي پروفيسرن ۾ ڪجهہ حسد ۽ ڪجهہ حرص جاڳيو. هڪ سنڌي آچاريہ ويو تہ ٻيو تيار ٿي آيو ۽ جي هو بہ

ويو تہ تيون ملڪاڻي اڳيئي وينو آهي! انهيءَ وايو منڊل ۾ اسين دل ۾ ڪجهہ بي آرام هواسون. پر مهاتما جي ڇتر ڇايا ۾ آسيس ڪري اسان جو وار بہ ونگو نہ ٿيو. اسان جو سنهو سور دل جو دل ۾ رهيو. انهيءَ وقت هڪ ڇوٽون سنڌي پروفيسر کانچند سپاهيملاڻي بہ ساڻ هو. اٽڪل بہ سال اسين چارئي سنڌي گڏ هواسين. اسان جا چار گهر هوا پر هڪ هنڌ گڏبا هواسين. گدواڻي جي گهر ۾ جڏهن چونڪري گڏبي هئي تڏهن پاڻ ۾ تہ ڪلالڪي اڏي تي مڙندا هواسين. گفتگو چمڪيدار، گفتا مصالحيدار، ٿهڪ گلي قاڙ ۾ نشي لاءِ چانهہ جا ڪوپ. اهي ڏينهن اسان ڪان وسرڻ جا نہ آهن. پر جلد ئي گدواڻي کي بندرابن وڃڻو پيو ۽ سپاهيملاڻي هندو ڪاليج بنارس ڏي هليو ويو. سنڌس گفتگو ۾ رهڻي ڪهڻيءَ مان گدواڻيءَ جي خوشبوءِ ايندي هئي پر ڪنهن جادوءَ سان هو ڪن سالن کان سادوءَ جو جيون ڪاٽي رهيو آهي.

مان اڳي ڄاڻائي آيو آهيان تہ 1926ع ۾ گانڌيجيءَ هٿرادو طريقي ڄم روڪ جي خلاف ينگ انڊيا ۾ ليک لکيا ۽ منهنجي نہ رڳو ساڻس لکپڙهہ ٿي پر پوءِ ملاقات ۾ لنبي گفتگو 1926ع ۾ ٿي. مان هٿرادو طريقي ڄم روڪ جي فائدي ۾ هوس ۽ گانڌيجي سخت برخلاف. پر تعجب جو جلدي پوءِ سوچڻ بنا سنجم ۾ برهمچاريہ جو جيون ڪاٽڻ لڳس. پاڻ ۾ تہ نشي ۾ هوس ۽ مون تي ڪنهن طلسم جو اثر هو. اها مهاتما کي بہ خبر ڪا نہ هئي پر اهو ورت پنهنجي استري جي رضامنديءَ سان نہ رکيو هوم. هڪ سال خيرن سان ائين گذري ويو ۽ ٻئي سال منهنجي استري پنهنجي ماءُ کي احمدآباد گهرايو ۽ ٻئي ڄڻيون مون کي ڪاهي مهاتما جي در تي دانهين ٿي هليون. ڪلاڪ کن اندر جو حال اوريائون ۽ مون بہ لفظ بہ نہ ڪڇيا. مهاتما سڄي ڳالهہ سمجهي ويو ۽ مون کي آشيرواد ڏنائين.

پر منهنجي استريءَ تي ڪو ٺار نہ پيو بلڪ سنڌس رنج وڌيو. سو منهنجي پاڙيسري ڪرپالاڻيءَ وٽ دانهين ٿي ويئي. هن ليکي ڪرپالاڻي

مون کي صلاح ڏيئي ٽيريو آهي. هو ويچارو وائڙو ٿي ويو ۽ ڪجهہ بہ سمجهي نہ سگهيو. هن ليکي هي خام خواهہ جهيڙو ٿي ڪري ۽ جهيڙي ڪرڻ کان هو ٿهندو ڪو نہ هو. هنن ٻنهي جي جهيڙي ۾ آءُ جڻ ڦاسي پيس ۽ ڪو بہ ڇوٽڪارو نظر نہ آيم. تان جو ڪاليج جون مهيني جي آخر ۾ کليو ۽ ڪاليج جي ڪم ۾ آءُ لڳي ويس پر هاڻي وديارٿين کي بہ جهيڙي جي ڪجهہ سڌس پيئي. انهيءَ وچ ۾ مون کي هڪ تار ۽ تنهن سان گڏ خط پرنسيپال نانڪرام ٽڏاڻيءَ وٽان آيو تہ هڪدم حيدرآباد اچ. انهيءَ وقت هو "سنڌ نيشنل ڪاليج جو پرنسپال هو ۽ ڪاليج کلڻ مهل هن کي ڪو پروفيسر ڪو نہ هو جو ارٿ شاستر پڙهائي. هن خطن پڙهان خط ڊوڙايا تہ ضرور اچ ۽ بيو نہ تہ ڳالهين ڪرڻ لاءِ هفتو کن اچ."

منهنجو من بيزار هو ۽ چيم تہ پراڻي ۽ گهاٽي دوست جي دل بہ رکان ۽ هفتو کن ٻاهر وڃي "من" ٺاهي ٺاري اچان. سو بسترو گول ڪري هٿ ۾ ٿيلهي کڻي بار ڀنيان ڇڏي، هفتي جي موڪل وٺي نڪري پيس. هن کي گهر جي اندرين خبر ڪا نہ هئي پر کيس سخت گهرج مون جهڙي پروفيسر جي هئي. جي پڳهار جيڪو گهرين سو وٺ. وائيس پرنسيپال جو عهدو ۽ جيڪو ٻاهر جو قومي ڪم ڪرين سو بلاشڪ ڪج. دوست هو ۽ خبر هيم تہ هرڪا سهوليت ڏيندم. هوڏانهن سوچيم تہ گهر اندر ڪا سانت ٿيندي ۽ مهاوديالیہ جي گجراتي پروفيسرن جي دلين کي بہ ذرا آٿت ايندو تہ هڪ سنڌي وائيس پرنسيپال پلي آيو سو پلي ويو. هاڻي ڪجهہ واٽکائي ٿيندي. سو ڪنهن ڪمزوريءَ جي وقت مهاوديالیہ ڏي استعفا ڏياري موڪليم ۽ حيدرآباد ڪاليج ۾ وڃي جون 1927ع جي آخر ۾ نوڪري تي چڙهيس. منهنجي استري تہ تيار ويٺي هئي باقي آيس پيڪو ماڻهو. هفتي اندر ٻار وٺي ٽپڙ سوئي، ترسڻ بنا اچي حيدرآباد پهتي. هاڻي تہ آءُ هن ڪاليج ۾ سوگهو ٻڌجي ويس ۽ موٽڻ ڏکيو. انهيءَ طرح منهنجي جيون جو سونو ۽

سندر سمو ختم ٿيو جنهن جو نهايت ارمان اٿم.

پرنسيپال ٽڏاڻي تہ خوش ٿيو ۽ ڪاليج جو ڪم نيڪ هليو پر هن ٻي طرف کي وساري ڇڏيو ۽ اها ڪا اهڙي جهڙي ڏر نہ هئي. وديا پيٺ جو مهاتما گانڌي ”ڪلپتي“ هو ۽ تنهن وقت صحت سڌارڻ جي خيال کان بئنگلور ۾ هو. جڏهن هن کي خبر پيئي تہ هڪدم ٽڏاڻيءَ کي هڪ ٻہ سخت خط لکيائين. ڇي هن ريت ملڪاڻيءَ کي ريهي ريبي کيس ڦسلائڻ نيڪ نہ هو ٻيو تہ تو آچاريہ ڪرپالاڻي کان ٻہ نہ پڇيو نہ هن جي مهاوديالیہ ۾ ڪير پڙهائيندو ۽ نہ وري مون کي ڇتايو. رڳو پنهنجي ڪاليج هلائڻ جو انتظار ڪيئي. گانڌيجي مون کي ٻہ هڪ خط تاريخ 27_06_26 تي هن ريت لکيو:

*پريہ ملڪاڻي بئنگلور*

تنهنجي خط مون کي نهايت دکي ڪيو آهي. مهاوديالیہ جو ڇا ٿيندو تنهنجي چنتا نہ اٿم پر هڪ انسان جو ڇا ٿيو سو ارمان اٿم. مان سمجهي وينو هوس تہ تو جهڙو چڱو ۽ پختو کهڙي ٻہ ڏکئي وقت ۾ اڏول رهندو پر پنهنجي تارازيءَ ۾ توري ڏنم تہ تون هلڪو ثابت ٿئين. اهڙيءَ ريت تر تڪڙ ۾ ڇڏي وڃڻ منهنجي سمجهہ کان ٻاهر آهي پر مون کي ٽڏاڻي جو ٻہ ارمان آهي. سنو ڪم جلدبازيءَ ۾ ڪرڻ سببان هو رواجي چڱ مڙسي جا نيم پلجي ويو. شل ايشور تنهنجو ۽ منهنجو سهايڪ ٿئي.

**باپو**

هن خط پهچڻ شرط آءٌ نهايت پشميان ٿيس ۽ استعفا ڏيئي ترت موٽي وڃڻ لاءِ تيار ٿيس پر مهاتما روڪيم تہ ٽڏاڻيءَ جيڪا اپهرائي ڪئي سا ساڳي تون نہ ڪر. سڄو سال رهي، ترم پورو ڪري جڏهن ڪاليج تنهنجي جڳهہ پري تڏهن ٽڏاڻيءَ کان موڪلائي، پوءِ وري قومي ڪم ڪج.

هن واقع بابت گانڌيجيءَ مون کي ٽي چار ڀيرا خط لکيا. جنهن مان سندس انسانيت ۽ انسان لاءِ ڪيترو قدر هوس سو سمجهي ويس. تڏهن کان وٺي مون سمجهو تہ هي منهنجو سچو "باپو" آهي ۽ پوءِ آخر وقت تائين نہ ڇڏيس. پر مهاتما کي توڙ تائين نہ ٻڌايم تہ ڇو ۽ ڪن جي ڪري ڇاپو ڪاڏم، جنهن کان پاڻ مونکي بچائي ورتائين.

# سئلاني پروفيسر

سنڌ ۾ حيدرآباد جي "سنڌ" نئشنل ڪاليج نالي ماتر نئشنل هئي. ٻين وانگر رواجي ڪاليج هئي. فقط ان جو پرنسيپال ڪجهہ آزاد سياو جو هو ۽ زماني کي ڦريل ڏسي هليو چليو ٿي. جڏهن مان ڪاليج ۾ ويس تڏهن مونکي ڏسي مون سان ڦريل ورتاءُ ڪيائين ۽ سهوليت بہ ڏنائين. منهنجو اسڪولي ۽ ڪاليجي دوست بہ هو. مان ڪاليج ۾ اچڪن ۽ چوڙيدار سٿڻ پائي ويندو هوس. لئبرريءَ ۾ ڊيسڪ رکي آسڻ وڇائي وهندو هوس ۽ سانجهيءَ جو ميدان ۾ سمهي آسڻ ڪندو هوس. اهي سڀ نوان نمونا هوا ۽ شاگردن لاءِ ڪجهہ ڇهڇٽو ڪجهہ سکيا هئي. مان ڄڻ هڪ نرالو پروفيسر هوس، جنهن جو قول ۽ فال نيارا هوا. ڪي شاگرد مون ڏانهن ڇڪيا جن مان بہ ڄڻا پائي پرتاب ڏيئلداس ۽ حشمتراءِ ملڪاڻي (پرنسيپال) پوءِ دوست ٿي ويا. هڪ جوان چلتو پرزو آتو آڏواڻي سو بہ دوست ٿي ويو. ڪاليج ۾ تڏهين پروفيسر موٽو مل تولاڻي بہ هو جو پوءِ راجستان ۾ پرنسيپال ٿيو. ڪاليج قليلي واهہ جي ڪپ تي هئي ۽ مون هڪ پارٽي ٺاهي جا شام جو ٻيڙي ڪاهي ميل بہ اوپر ويندي هئي ۽ پوءِ واهہ ۾ گهرندي لاهارو تر تي تري ايندي هئي. وقتي بہ ٻيڙيون ڪٽي وڏي پارٽي ٺاهي چار ميل اوپارو جام شوري يا پنج ڇهہ ميل لاهارو ڪٽر ڳوٺ تي پڪنڪ لاءِ ويندا هواسين. مان ترڻ يا ٻيڙي

ڪاهڻ ۾ اٽڪ هوندو هوس. اهي ڦليليءَ جا سئر ۽ شوق ڏاڍا ياد اٿم ۽ ڪاليج بہ انهيءَ ڪري نٿي وسري.

پر منهنجو من اجا ٿانيڪو نہ هو ڇو جو وديا پيٺ ۾ جو ذائقو هو ۽ احمد آباد جو نوجيون سو هت نہ هو. قدرت سان بہ مهينن ڪان پوءِ ٿرپارڪر ضلعي جي ساماري تعلقي ۾ آگسٽ ۾ سخت مينهن پيا ۽ سڪر براج جي واهن جا بند ٽٽي پيا ۽ بوڏ ٿي. جڳهين ۾ فصلن جو چڱو خاصو نقصان ٿيو سو بڌي يا پڙهي هفتي کن جي موڪل ونئي. آءَ واردات تي حالتون ڏسڻ ويس. 37 وهين جو تڳڙو جوان هوس سو گپن چڪن ۾ ڪاهي واهہ ۽ شاخون تري انن جا جهوبا کائي سرزمين تي نقصان ڏسي حيدرآباد موٽيس. اخبارن ۾ لکيم. عام ميٽنگون ڪيم ۽ فنڊ لاءِ ناٽا ڪنا ڪيم. مطلب تہ جيڪي پڄي سگهيو سو ڪيم ۽ پوءِ گانڌيجيءَ کي لکيم. هن ڪجهہ پسا بہ موڪليا پر صلاح واسطي گهرايائين ۽ پوءِ هڪ خط سجاٽپ واسطي ڏيئي بمبئي جي گورنر ڏانهن ملاقات لاءِ موڪليائين. گورنر وري سنڌ جي ڪمشنر ڏي لکيو ۽ وچي ساڻس بہ گڏيس ۽ ناٽي جي مدد گهريم.

ڪاليج مان جڏهين ضرورت سمجهندو هوس، تڏهين هڪي تڪي موڪل ملندي هئي. بلڪ شاگردن جي هڪ ٽولي بہ ناهيم جا مون وانگر ڳوٺن جا سئر ڪري بکون ڪڍي سهائتا ڏيڻ لڳي. هنن لاءِ هي مزيدار ۽ وٽندڙ آزمودو هو. سنڌ ۾ اڳ ڪڏهين هيڏي پيماني تي پبلڪ رليف ڪم شايد ڪونہ ٿيو هو. اهو ڪم ڇهہ مهينا هليو ۽ دل کي ڪجهہ آٿت آيو. انن مهينن ڪان پوءِ ٽرم پورو ٿيو ۽ مارچ 1928 ۾ مون استعفا ڏني. ڪاليج تہ وري وسري ويم پر بيڙيءَ جا سئر ياد اٿم ۽ جن شاگردن سان رستو ٿيم سي ڦري همراهہ ۽ ڪي دوست ٿي پيا. اهڙا شاگرد دوست بهار، گجرات ۽ هاڻي سنڌ ۾ آهن جن سان منو سهڻو رستو ٿي ويو. پر هاڻي پروفيسري ڏنڌو ختم ٿيو. جيتوڻيڪ 1928 کان وني اج ڏينهن تائين"پروفيسر" جو لقب لڳو سو

توڙ تائين لڳو ۽ شاگرد دوستن جي يادداشت پوري ٿي پر اج بہ سياو پروفيسر جو اتم نہ راڄنيتي ۾ ڪنهن ليڊر ٿيڻ جو. ڪتابن جو شوق، لکڻ جي وندر ٿوري تقرير بازي، ٿوري ڪلا خاص ڪري ڳاني جي موج ونڻ ۽ ڳوٺن جو سير ڪرڻ.

ٿرپارڪر ۾ ٻوڏ سهائتا جو ڪم پورو ٿيو ۽ ٽن چئن مهينن بعد ٿر ڏوبڙن ۾ سوڪ سهائتا جو ڪم ڪرڻو پيو. ٿر ۾ چار ريگستان جا تعلقا آهن جتي نڪو درياهہ نہ واهہ نہ نهر. پاڻي کوهن جو جي بہ پاتالي کوهہ. پنجاهہ يا سٺ پرهہ اونها، جن جو پاڻي ٻاڙو يا کارو. برسات اٺ ڏهہ انچ پوي تہ کوهہ پرجي پون ۽ تل ترايون بہ تار ٿين. گاهہ هيتري ۾ ڇهہ اٺ فوٽ ٿئي جو ڪائي ڳائو مال پنارو ٿي پوي. ٿر جي ڳاڙهي ڳانءِ اج بہ هندستان ۾ مشهور آهي ۽ ٿر ۾ گيهہ مکڻ جيڪي ڪري سو ماءُ پيءُ نہ ڪري. شاهہ جو سارنگ شعر پڙهو تہ پوءِ ٿر ۾ برسات ڪهڙو ٿي جادو ڪري سو سمجهي سگهندا. 1928 ۾ ٿر ۾ منداڻتو مينهن نہ پيو ۽ ماڻهو ۽ مال اُپ ۾ راکيون ڦاڙيندا ۽ واجهائيندا نراس رهجي ويا. جڏهين نيٺ نااميد ٿيا تہ تڏهين مال ڪاهي ٿرپارڪر جي ميدانن ۽ نهرن ڏي هليا. پر واريءَ جي پٽن مٿان پٽون، ضعيف ۽ بکيو مال واريءَ جي دڙن ۾ ڪريو سو ڪريو وري اٿي نہ سگهي تان جو مري وڃي ڳجهن جو ڳاهہ ٿئي.

مون بہ اُنن تي چڙهي پهريون پيرو پٽون اورانگهيون. چوندا آهن تہ اُٺ جي چڙهڻ کي بہ لعنت ۽ لهڻ کي بہ لعنت. پيٽ ۾ جڻ ولوڙو وجهيو چڏي. ڪلاڪ ۾ ڇهہ ميل ڪيائين نہ ڪيچ ٿيو. ڏينهن تتو تہ جن متو. صبح جو 9 بجي ۽ وري سانجهيءَ جو 5 بجي مس سفر سانباهبو آهي. ڪاڏي لاءِ ٻاجهري جو ڍوڍو ۽ ياچي لاءِ گوار. باقي گيهہ جام ۽ ڏڌ بہ ماکٹو ۽ خوشبوئدار. سو اڏ پيٽ تي اٺ جا گشت ڪندي سڄو دردناڪ حال ڏٺم. اکين اڳيان ڏٺم تہ ڪيئن ٽڪل ٽٽل عمديون گايون واريءَ ۾ ڦاٿيون پييون هيون جيسين موت

جو سڌ ٿئي. سوين چا پر هزارين ميو متارو مال مري ويو. ماڻهن جو ٿر ۾ ڪيتيءَ تي گهٽ پر مال تي وڌ گذارو آهي. موتي مون وري سهايتا جو ڪم شروع ڪيو ۽ ڪاليج جا ڪيترا همراهه هٿ ڪيا. جيتوڻيڪ آءُ هاڻي ڪاليج ۾ ڪونه هوس. جهڏي اسٽيشن تي گاهه جو وڏو گدام ڪوليم جو اهو شهر ٿر ۽ پارڪر جي در تي هو ۽ ريل به هئي. گانڌيجيءَ ڪي لکيم جنهن هڪ واپاري ڪم ڪندڙ سترامداس موڪليو. مونهن ڪي نواب شاهه ضلعي ۾ ساهتي علائقي ۾ رکيو. جتي گاهه جام هو ۽ جتان گاهه جا انبار مال گاڏين ۾ پيرائي روانو ڪندو رهيو. اها سهائتا چار مهينا ڪن هلي جيسين ڪ اڌ مئل مال ٻاهر نڪري. هر سال جي آخر ۾ ٿر جا غريب ڀٽن مان لهي مزدوري لاءِ پارڪر ۾ ايندا آهن. اهو جڻ سالنيانو لهڻ چڙهڻ روزي جي ڳولا ۾ ٿيندو آهي. هن واريءَ جي ڀٽن جو سفر مون لاءِ عجيب ۽ مزيدار هو. پوءِ ته ڪئين ڀيرا اهو سفر ڪيم. ويندي ٿرپارڪر شهر تائين جتان ڪڇ جو رڻ شروع ٿو ٿئي ۽ هڪ ڀيري رڻ مان لنگهي احمد آباد ڏي ويس.

فيبروري 1928 ۾ گانڌيجي سنڌ جي دوري تي آيو. ان سڄي سفر تي ٻين سان گڏ مان به هوس. انهيءَ سفر ۾ (آچاريه) ڪرپالاڻي ۽ جوهر مل منسڪاڻي (سوامي آنند) به شامل هوا. انهيءَ سال سنڌ ۾ سيارو سخت ٿيو ۽ اتر سنڌ ۾ جهڙي گرمي تهڙي سردي سخت ٿين. ٻئي سهڻ ڪان ٻاهر ٿيندا آهن! سفر تي گانڌيجيءَ پڇيم ته سهائتا جو ڪم ڪڏهين ختم ٿيندو؟ مون چيو ته اٽڪل پنج ڇهه مهينا اجا هلندو. پڇيائين ته پوءِ مون وٽ سابرمتي آشرم ۾ ايندي ڪين سنڌ ۾ رهندن؟ مون چيو ته ڇوٽ ڪين آشرم ۾ ايندس. پر ڪم ڪهڙو؟ چيائين ته اڇوتپڻو ختم ڪرڻ جو. مان تڏهن ڪم شروع ڪندو آهيان جڏهن ڪو خاص ۽ نيڪ ڪم ڪندڙ ملندو اٿم. تون ايندين ته ڪم شروع ڪندس.مونکي ڪا خبر ڪانه هئي ته ذات پات ڇا, ڇو اڇوت ڇا ۽ اڇوتپڻو ڪهڙو مرض ۽ سندس ڪهڙو

علاج. پر گانڌيجي قومي ڪم ڪرڻ ۾ منهنجو رهبر هو تنهن ڪري سوچڻ بنا چيم ته هائو ايندس ۽ اهو ڪم ڪندس.

## جوڙجڪي ڪم

ٽي مهينا گذريا ته مون وچڻ جا سعيا ڪيا ڇو جو سوڪ سهائتا جو ڪم اچي پورو ٿيو هو. مونکي تنهن وقت ٽي بار هو- ٻه نياڻيون ۽ هڪ پٽ. وڏي نياڻي اٽڪل سترهن ورهين جي هئي پر سندس بت قداور ۽ بيهڪ ٺاهوڪي هئي. منهنجي مرضي هئي ته آشرم ۾ وڃڻ کان اڳ ئي سندس وواهه ڪري ڇڏيان. گانڌيجيءَ جو چوڻ هو ته آشرم ۾ رهڻي ڪرڻي البت ڏکي ٿيندي ۽ منهنجي اِستري اتي نهڪي ڪين سگهندي. تنهن ڪري فئملي ڇڏي مون کي اڪيلو وڃڻو هو. مائٽي ته جلد ٿي ۽ شادي ڊسمبر 1928 ۾ تڪڙي ٿيڻي هئي پر ڏاجي ڏيڻ جو سوال البت پيچيده هو. مون ڪپڙي ڏيڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه ڪين باسيو هو. سو شاديءَ لاءِ ڪاڏي ۽ ڪجهه سوديشي ڪپڙا خريد ڪيم. سمجهيم ته اٽڪل ٻه هزار رپيا خرچ ٿي ويندو ۽ گانڌيجيءَ کي خبر ڏنيم. جواب ۾ هن هيٺيون خط لکيو.

.....نياڻيءَ جي وواهه بابت جيڪي لکيو اٿيئي سو مون نوٽ ڪيو. سچو قصو مونکي آئڙي نٿو. پر خاطري اٿم ته حالتن موجب تو شايد ٺيڪ ڪيو آهي. تون سمجهين ٿو ته ٻه هزار خرچ ٿورڙو آهي پر جي دکدائڪ ڳالهه نه هجي ته هوند ٺهڪ ڏيان. اسين نئين زماني جا نري، غريب، ڏهن رپين جو شاديءَ تي خرچ ٻه گهڻو ٿا سمجهون. رامداس (سندس ٽيون نمبر پٽ) جي شاديءَ تي شايد هڪ روپيو خرچ مس ٿيو. يعني هڪ ٻه ناريل، ٻه پچناولي جا جلد.... پر جي سنڌ جي پيٽ گجرات يا نئين زماني سان ڪريان ته بلڪل غلط پيٽ ٿيندي، شايد تولاءِ ويهن هزارن مان گهٽ ڪري ٻه هزار

ڪرڻ هڪ سوپ ٿي ۽ جي همٿ ڪري ويهه رپيا ڪرين ته شايد گهر جي اِستري توکي طلاق ڏي. سو لٽي پٽي ٻن هزارن ۾ پاڻ کي ڇٽائي ته موچارو سودو ڪيئه.

"بايو"

در حقيقت جڏهن شاديءَ جي ڏينهن ڄڃ گهر وٽ اچي پهتي تڏهن ديوان پرپداس. گهوٽ ٻيءُ کي کلي عرض ڪيو ته هن غريبڙي ڪنوار ٻيءُ کان ڇا تا ونو؟ ڪجهه نه ونو. هن به هڪدم قبول ڪيو. ڇو جو سکيو گهر هو. ٻئي ڏينهن ڪپڙن جو ڏاجو کاڌي پنڊار ۽ سوديشي پنڊار وارن موتائي ورتو. منهنجي ماءُ ۽ استري کي اهو بچڙو سوڻ لڳو. تڏهين به ست سؤ رپيا خرچ اچي ويو ۽ مهاتما انهيءَ تي ٻيو ٺهڪ ڏنو. پوءِ جڏهن سنڌ ۾ گانڌيجي فيبروري 1929 ۾ پنهنجي دوري تي آيو تڏهن گهوٽيتن جي گهر وڃي گهوٽ ٻيءُ ديوان حشتمراءِ کي آشيرواد ڏيئي آيو.

هاڻي گهر جو بار ڪجهه هلڪو ٿيو ته استريءَ جو بار وڌيڪ ڳورو ٿيو. مون سان گڏ هلڻ جي مهاتما کيس موڪل ڪو نه ڏني ۽ کيس پنيان اڪيلو ڇڏي وڃڻ جي هن مون کي موڪل ڪا نه ڏني. هوڏانهن سترهين ورهين جي نياڻي جي مون شادي ڪري وڏي پر آءُ آشرم ۾ وڃي ڪو نه سگهيس. دل ۾ نهايت افسوس ٿيو پر اجهو انهيءَ کي شايد قسمت جي بازي ڇئبو آهي. هاڻي سنڌ ۾ رهي ڪم ڪرڻ جو فيصلو ڪيم. منهنجو من اصل کان ونئي جوڙجڪي ڪم ڏانهن مائل هو ۽ هڪدم حيدرآباد شهر ۾ کادي پنڊار کوليم ۽ ڪاڪي اتمچند کي مئنيجر ڪري رکيم. شهر ۾ هڪ ئي پنڊار هو ۽ شهر واسين ۾ سياسي سجاڳي چڱي هئڻ ڪري وڪرو موچارو ٿيندو هو.

هاڻي خيال هو ته ڳوٺن ۾ چرخو هلائي کادي پيدا ڪجي. پر ڳوٺن ۾ آڏاٽا ۽ هوشيار ڪوري هوا. سنڌ ۾ هالن ۽ نصرپور جا کيس مشهور هوا.

سستا ۽ جٽائو ۽ رنگارنگي پر سٽ بنهه ڪارخانن جو ڪم آٽيندا هوا.
ڳوٺ ۾ چرخو هوندو ئي ڪونہ هو جيتوڻيڪ سنڌ جي ڪپهہ مشهور هئي.
نرم ۽ وڏي ريشي واري. بلڪ مصري ڪپاهہ جي بہ پيدائش مئو ٿيندي هئي.
درياهہ ۽ براج جي واهن ڪري نهري پوک جا بہ فصل ٿيندا هوا ۽ سنڌ جا
ڪڙمي ساوا ستابا هوا. ڳوٺن ۾ ايتري بيروزگاري نہ هئي جو سٽ ڪتي
روزانو اٺ آنا مس ڪمائين. نيٺ خبر پيئي تہ ٿر جي پٽن واري ڍوبزن ۾ نہ
رڳو ٻڪريون پر رڍون بہ خوب ٿينديون هيون ۽ ٿر جا اوني ڪٽا مشهور هوا.
ان کهري تہ ڪٽا بہ کهرا، پر ريشو ڊگهو تہ ڪٽا بہ جٽائو ٿيندا هوا. اهي ڪٽا ڏوتي
بہ ٿيندا هوا ۽ ڪناري پڪن سهڻن رنگن جي هوندي هئي. سو گڏڙي
اسٽيشن کان ٿورو پري گڏڙي ڳوٺ ۾ زمين سستي خريد ڪري هڪ آشرم
کوليو ويو جتي ڪٽا ٺاهيا ويندا هوا. آڏاٽا سڌاري وڏي بر جا ڪٽا بہ ٺاهيا ويا ۽
ٿورن سالن بعد ڪوٽن ۽ صدرين لاءِ ڪپڙو نون نمونن جو بہ ٺاهيو ويو.
ڪوري گهٽو ڪري مينگهواڙ (اڇوت) هوندا هوا ۽ اُٽڻ جا ماهر نہ هوا ۽ چار
مهينا سال ۾ برساتي موسم ۾ آڏاٽا چڏي کيتيءَ جو ڪم وجي ڪندا هوا. پر
گڏڙي جو ڪارخانو آخر تائين هليو جو هڪ سنو مئنيجر مسٽر ڊالو مل ملي
ويو. پر ٿر ۾ نہ ڪو اُن سڌاري سگهياسين ۽ نہ وري مينگهواڙن ڪم ۾ سڌارو
ڪيو. رڳو هٿ جي نري بدران سوچل (automatic) نرو هليو ۽ ڪپڙي جو
بر وڏو ٿيو. تنهنڪري هڪ ئي ڪارخانو توڙ تائين رهيو. ڪن سالن کان
پوءِ ڪراچيءَ ۾ بہ ڀنڊار کوليا ويا، جن مان چرخا سنگهہ جو هڪ وڏو ڀنڊار ۽
هڪ ننڍو جو خانگي هو. پر ساري کادي-سوٽي، ريشمي ۽ گهٽي قدر اوني
ٻاهران ايندي هئي.

تن ڏينهن ۾ کادي سکيا لاءِ ڪو مرڪز ڪو نہ هو جو پوءِ سيوا گرام ۾
کوليو ويو ۽ سکيا لاءِ ٻن سالن جو مدو هو. اُڇي کادي لاءِ ٽي چار اتپتي مرڪز
ذکڻ هندستان ۾ هوا. سو گانڌيجيءَ مونکي ٻن مهينن جي دؤري تي اوڏانهن

موڪليو تہ خبر پويم تہ عمدي ڪادي ۽ عمدا رنگ ڪتي تا تين. مون ڏڪڻ هندستان اڳي ڪڏهن نہ ڏٺو هو ۽ مون کي لڳو تہ هيءَ هڪ نئين دنيا پر هندستان جو انگ آهي. تن ڏينهن ۾ تيروپتي ۾ ڪوٽن جو عمدو ڪپڙو نهندو هو ۽ ڪپڙي جون ڪئين جنسون ۽ تر هوا. بيا بہ پيدايش جا مرڪز ڏنم پر تاملناڊ ۾ ريشمي ساڙهين جا نمونا ڏسي عجب ۾ پئجي ويس. رنگن جو نهايت سهڻو ميل هو ۽ هڪ هڪ ساڙهي چار سو پنج سو رپيا تڏهن ڪائي ويندي هئي جڏهن 1929 ۾ سستائي هئي. هر ڪنهن استريءَ کي ڏاج ۾ اهڙيون بہ ٽي ريشمي ساڙهيون ضرور ملنديون هيون, جا هوءَ عمر ڀر سانڍي رکندي هئي يا وري پنهنجي ڌيءَ کي ڏاج ۾ ڏيندي هئي. هيءَ ساڙهي تاملناڊ جي ڪورين لاءِ فخر جو هنر هو ۽ انهي هنر ۾ گهر جون زالون بہ مدد ڪنديون هيون. ڪورين جون ٽريڊ يونينس بہ هن پرانت ۾ پختيون پڪيون هيون پر هنر ڏسي خوش ٿيس ۽ مهيني ڏيڍ ۾ ڪجهہ ٿورو سکيس. بيو تہ هن پرانت جهڙي اچي چا پرسادي ڪادي سنڌ ۾ اتپن ڪرڻ بہ ناممڪن هو. اتي بہ ڪورڪو هنر خاصو هو. مثلن نتي جون ريشمي لونگيون, بوبڪن جون اجرڪون, هالن ۽ نصرپور جا ڪيس, بيو تہ چڙ جو ڪم ونڻ جو نہ هو خاص ڪري لاڙ ۾. پر ڪادي تلهي ۽ موٽيءَ جو هڪ گز بہ نہ تيار ٿيندو هو.

هن ڏڪڻ جي دؤري ۾ بيو بہ گهڻو ڪجهہ سکيس. خبر پيم تہ هنن چئن پرڳڻن جون چار جدا بوليون ۽ چار جدا لپيون آهن. آنڌرا ۾ تيلگيو تاملناڊ ۾ تامل, مئسور ۾ ڪنڊ ۽ ڪيرالا ۾ ملايام. سندن کاڌو خوراڪ گهڻي قدر ساڳيو آهي پر رڌڻ ۽ سواد ۾ ٿورڙو ڦريل ۽ اتر هندستان کان گهڻو ڦريل. زالون سڀ ساڙهي ساڳي طرح پهرين. پر ساڙهي جو پلاند ورائي نخري سان ڪلهي تي اڇلين. ڪن سالن بعد انهيءَ پهرڻ جو نمونو اتر هندستان ۾ڦهلجي ويو. هن وقت ساڙهي پهرڻ جو نمونو سڄي هندستان ۾قدري ساڳيو آهي. هوڏانهن مردن جي ڊريس ڪڇر ڦچر گڏيل سڏيل ڪڇڻي تي پيئي آهي.

پيو تہ ڏکڻ پرانتن ۾ اڇو ڪپڙو ديسي نموني ۾ پهرين ۽ ڪيرالا ۾ تہ زالن ۽ مردن جو ڪپڙي پهرڻ جو نمونو جڻ ساڳيو پيو لڳي. سادگي، سستائي ۽ ديسي نموئو ڪو ڏکڻ وارن کان سکي. هندستان جي هندو سڀيتا جي رکوالي جهڙي ڏکڻ ڪئي آهي اهڙي اتر وارن نہ ڪئي آهي. هت مسلم، عيساين ۽ بين ڌارين قومن جو اثر گهٽ آهي.

دؤري ۾ ڪئين پراچين اعليٰ ۽ شاهي مندر ڏٺم، جن ۾ عمديون مورتيون بہ رکيل آهن. اهي ڪڏهوڪا مندر اڄ بہ ساري هندستان ۾ پوتر تيرٿ آستان ليکڪن ٿا. اتر هندستان ۾ ڪو پراچين مندر، اوڙيسا کان سواءِ، مشڪل ملي، پر ڏکڻ ۾ هڪ وڏيڙي ڳوٺ ۾ بہ مندر جو شکر ۽ گوپورام پري کان نظر ايندا. هن دؤري ۾ نہ رڳو پراچين هندو سڀيتا جو انيو ڪيم پر انهيءَ واسطي آدر بہ ٿيم. مان ڪيترن هندن ۽ براهمڻن جي گهرن ۾ مهمان ٿي رهيس ۽ واقف ٿيس. هنن ليکي آءٌ اتر جو ڪومسلمان هوس. پلا اچڪن ۽ چوريدار پهريندڙ. ڪاٺڻ مهل چمچي جو استعمال ۽ چانورن بدران ڳوٺريءَ مان ڊبل روٽي ڪيدي ڪاٺڻ ۽ پوءِ پاڻ کي هندو ليکڻ! هنن کي اعتبار ئي نہ پيو اچي. پر شڪر جو گانڌيجيءَ جو ساٿي هوس ۽ روز صبوح جو گيتا ۽ اپنشدن جو پاٺ ڪندو هوس، سو ڏينهن بن اندر دل جو گمان لهي وين ۽ آدرستڪار ڪيائون.

جڏهن دورو پورو ڪري موٽيس تہ کاڌي جي پئداڻش جي رپورٽ لکي گانڌيجيءَ کي موڪليم. سمجهيم تہ سنڌ ۾ کاڌي جو ٿيندو ڪجهہ بہ ڪين، پر کادي وديا ڪجهہ وڌيم ۽ هندو سڀيتا لاءِ مان وڌيم ۽ ديش جي وشالتا ۽ پراچينتا جي بوجهہ پيم.

1921 جي اسهڪار جي هلچل ۾ گانڌيءَ چار بهشڪار رکيا هوا. (1) اسڪول ڪاليجن جو بهشڪار ۽ قومي اسڪول وغيره کولڻ (2) ڪورٽن جو بهشڪار ۽ پئنچاتي فيصلا ڪرڻ (3) لقبن جو بهشڪار (4) ولايتي

ڪپڙي جو بهشڪار ۽ کادي پهرڻ ۽ سٽ ڪتڻ. سنڌ ۾ کاڌي اتپن ڪا نه ٿي پر ٿورڙو اوني ڪپڙو تيار ٿيو. هڪڙو قومي اسڪول حيدرآباد ۾ نڪتو جنهن جو هيڊ ماستر مستر لڌارام هو. قومي اسڪول سکر، لاڙڪاڻي، شڪارپور ۽ ساهتي ۾ به کليا. ڪورٽون هلنديون رهيون ۽ لقب ڪنهن کي ڪو نه هو جو ترڪ ڪري. مون ست سال کن قومي يونيورسٽيءَ ۾ پاڙهيو ۽ سنڌ ۾ اچي کادي ڀنڊار کوليا ۽ اوني کاديءَ جي پيدائش ڪجهه وڌائي ۽ سڌاري. ٿورن سالن کان پوءِ اکل ڀارت گرام اديوگ سنگهه برپا ٿيو ۽ هٿ جي ڪاغذ ناهڻ جو پريوگ ڪيو ويو. پر ڪاميابي نه ٿي. جڏهن اکل ڀارت راشٽر ڀاشا پرچار سمتي برپا ٿي تڏهن سنڌ شاخا جو سڀاپتي آءٌ هوس. انهي ڪم زور ورتو ڇو جو شهري هندو مردن کان وڌيڪ استريون راشٽر ڀاشا سکڻ لاءِ تيار هيون. خوش قسمتيءَ سان هڪ اتساهي ڪم ڪندڙ پنڊت دولترام ڪم کي جنبي ويو. پاڪستان ٿيڻ بعد هڪ نئون ڪيندر جيپور (راجستان) ۾ کوليو ويو ۽ اُتي به سنڌين هندي سکڻ ۾ ڪين گهٽايو. اهو جوڙجڪي ڪم سنڌ جي هندو وايو منڊل ۾ ڦليو ڦوليو. پر سڀ کان وڏو ۽ ضروري ڪم هو هندو مسلم ايڪتا. اهو ڪم گهٽن لوڏن ۽ ڏولاون کان پوءِ ٻڏي ويو ۽ سازي بدران ناسازيءَ ۾ غرق ٿي ويو. سو ڇو؟ سا وڏي ڳوڙهي ڪهاڻي آهي.

# قلوهڪ ڳوناٽوهو........

سال 1927-1928 ۾ ٻوڏ سوڪ سهائتا جو ڪم ڪيم. پوءِ 1929 ۾ جوڙجڪي ڪم ڪي لڳي ويس، خاص ڪري ڪاديءَجي ڪم ڪي. پر 1929 ۾ سنڌو درياهہ ۾ نواب شاهہ جي پرسان، ٻاڙهي موريءَ وٽ، پاڻيءَ جي زور ڪري بند اوچتو ڀڃي پيو ۽ پاڻي بن تن تعلقن ۾ گهارو ڪري گهڙي پيو ۽ چارو طرف جل مئي ٿي ويئي. زمين ڏسڻ ۾ نٿي آئي. درياهہ جي بندن ۾ اڪثري گهارا پوندا هوا ۽ ٻوڙ ٻوڙان ڪري فصل ٻڏي ويندا هوا پر جڏهن پاڻي هٽندو هو تہ زمين مٿان ڪٿي ريتي تہ ڪٿي مٽيءَ جو تهہ چڙهي ويندوهو. ٻوڏ وارو فصل تہ ٻڏو پر پوءِ بہ چار فصل ڀلا ٿيندا هوا. اها سٺي چيڪي مٽي پاڻ جهڙي هئي. در حقيقت جتي درياهہ وهندو آهي اتي چارو طرف زمين درياهي ڪچي واري آهي. سنڌ جو گهڻو ڀاڱو اهو آهي جتي درياهہ شاهہ صدين کان تهن مٿان تهہ ناهي ڪچي جي ڌرتي ناهي وجهندو آهي. سنڌ جونالو سنڌوءَ درياهہ جي ڪري پيو آهي. سکر براج کان پوءِ ڪئين نهرون، ڪڙيا، نالا منجهانس نڪتا آهن ۽ بند بہ ڏاڍا ناهيا ويا آهن.

جڏهن ٻوڏ جي خبر پيم تہ هڪدم سرزمين تي ويس. سڀ رستا ٻڏي ويا هوا ۽ جتي اک جي نظر ٿي پهتي اتي پاڻيءَ جي لش ليٽ لڳي پيئي هئي. سڄو سٺر ٻيڙيءَ ۾ ڪرڻو پيو. فصل جو تہ نالو بہ ڪونہ هو پر ڳوٺ گهڻي قدر بچي ويا ڇو جو آزمودي مان ڳوناٽن سبق پرايو هو تہ ڳوٺ سڀ مٿاهين ٿيلي يا دڙي تي اڏڻ گهرجن. پر مال تہ ڪيترو لڙهي ويو ڇو جو پاڻيءَ جي وهڪ درياهہ جي لهرن جهڙي تکي هئي. سڀ آمدرفت بند جو رستا سڀ پاڻيءَ هيٺ هوا. واردات ڏسي هڪدم حيدرآباد موٽيس ۽ اڳئين ڪاميٽي زندهہ ڪيم. ڪجهہ اڳئين فنڊ جي بقايہ هئي، باقي پبلڪ کي سهائتا لاءِ اپيل ڪيم. اتفاق سان گجرات ۾ بہ برسات ڪري ٻوڙ ٻوڙان ٿي هئي ۽ ولڀ ڀائيءَ سهايتا جو ڪم شروع ڪيو هو. مون جڏهن گانڌيجيءَ کي احوال ڏنو تہ

هڪدم هن چڱيري رقم مون ڏانهن بہ ڏياري موڪلي. هوڏانهن ڪنهن بہ مصيبت وقت ڪهڙي ۽ ڪيتري بہ سهائتا هڪي تڪي ملي ٿي تہ سڦلي ۽ اثرائتي ٿئي ٿي. ماڻهن جي پيٽ ۾ جڻ ساھ پوي ٿو ۽ سمجهن ٿا تہ ڪو آهي جو اسان کي ياد ڪري ٿو ۽ همدردي ڏيکاري ٿو. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ "جيسين ڍائو ڪنهي پيٽ، تيسين بکئي وڃي ساھ."

مهيني ڏيڍ ڪان پوءِ سرڪار جي اک کلي ۽ ڪراچي جي پبلڪ بہ سجاڳ ٿي. اتي هڪ مرڪزي ڪاميٽي ٺهي ۽ سرڪار بہ چڱي مدد ڪئي. انهي سهائتا فنڊ ۾ اٽڪل 12 لک جمع ٿيا ۽ سرڳواسي جمشيد نسروانجي ڪراچي جو ميئر چيئرمين ٿيو. هن مونکي هڪدم لکي سڏايو ۽ زور رکيائين تہ گڏجي ڪم ڪجي. خبر هيس تہ سرڪاري ناٽو ڪرو مرو ٿيندو ۽ آخر ٿيو بہ اِئين. خبر هيس تہ ساٿي ۽ همراھ مون سان هوا جي سر زمين تي حاضر هوا. پر سندس ڪاميٽيءَ ۾ بلڪل گهٽا مسلمان هوا ۽ انهيءَ ڪري سرڪاري دخل جو گهڻو امڪان هئو. گانڌيجيءَ جي صلاح ڪان سواءِ مان ڪجھ ڪين ٿي ڪري سگهيس. اسان ٻنهي ڪيس لکيو ۽ ڪانئس موڪل ورتي. جمشيد پائي تسلي ڏني تہ سرڪار ۽ مرڪزي ڪاميٽي منهنجي ڪم ۾ دست اندازي نہ ڪندي. تڏهن گانڌيجيءَ هينيون خط لکيو!

*پريم ملڪاڻي*

"......جڏهين سمجهين تہ عام جي شيوا ڪرڻ بدران مورڳو تنهنجو ڊراپيرنگ ڪيو ٿو وڃي تہ هڪدم ڪاميٽيءَ سان ڪو واسطو نہ رکج. سهايتا جو ڪم سانت ۾ "ترشيءَ" بنا نہ ڪري سگهين تہ سمجهج تہ قسمت خلاف آهي ۽ تنهنجي شيوا جي طلب نہ آهي. پاڻ کي شيوا واسطي هردم تيار رکڻ گهرجي جڏهن شيوا جي گهرج آهي. حق و ناحق هر هنڌ

گهڙي پئجي سو نيڪ ڪين آهي. ايترو ڪافي آهي تہ اسين تيار آهيون. جيڪي لکيم اٿم سو صاف ۽ چٽو آهي نہ...؟"

**باپو**

شڪر جو سهائتا جو ڪم بنا ڪنهن دخل جي هليو. لعل بہ رهي ۽ پريت بہ رهجي آئي. هن کان اڳ جڏهن ٿرپارڪر ضلعي جي ٻوڏن وقت سهائتا ڪئي هيم تہ اهي ڳوٺ هندڪا هوا. بلڪ ناري واهہ تي پنجابي سکن جي ڳوٺن ۾ ڪم ڪيم. هن ڀيري ٻيڙين ۾ چڙهي ڪم ڪيم. پر جڏهين پاڻيءَ موٽ کاڌي تہ اُنن تي چڙهي خوب گشت ڪيم. سچا هوبهو سنڌي ڳوٺ ڏنم ۽ هاري گڏيم. سنڌ جا ڳوٺ ڏسي سنڌ جي حالت ڪجهہ سمجهيم. جڳهيون اڪثري ڪچيون ۽ ننڍيون؛ هوا ۽ روشني جڻ ڪا وٺ ڪا نہ هئي؛ پاڻيءَ جي نيڪال جو خيال گهٽ، ڪاڪوس ڪچا ۽ چلهن وارا؛ ڳوٺ ۾ خاص ڪري بازار ۾ مکين جا ميڙ، ڪن هنڌن ڏاڍا ڦهري مڇر. مطلب ڳوٺ ڏسڻ ۾ ڪچو ۽ رهڻ ۾ ميرو گندو. رئيس جو اوتارو البت وڏو پر وڏي صفحي ۾ فقط ڪتون ۽ تڏا. باقي پٽ تي يا پٽ تي ٽڪون ۽ کانگهارا. پانئبو هوتہ ڳوٺ مان پڇي نڪرجي نہ تہ ٻاهر نڪري ڪنهن وڏي وڻ هيٺان پنهنجو ديرو ڪجي. البت هن وقت ڳوٺن جي حالت ڪجهہ سڌري هجي، پر چاليهارو سال اڳ، سنڌ جا ڳوٺ ڀتين، ڀونگين ۽ جُهريل جڳهين جا ڍير هوا.

تنهن هوندي بہ مونکي ڳوٺ وڻندا آهن جو ڳوٺن جي ٻاهران کليل هوا، سبز کيتي ۽ مٿان سائين جو آڪاس، ڏسي حواس تازا توانا ٿي پوندا آهن ۽ شهرن جي گهٽ ٻوساٽ، رڙ آواز کان آجا ٿيندا آهن. من ائين بہ چوندو آهي تہ ٿوري محنت ۽ وڌيڪ سمجهہ سان ڳوٺ سڌاري تہ چا پر عمدا بڻائي سگهجن ٿا. مگر اسين بي خيال ۽ بي پرواهہ آهيون. عجب آهي اهڙن غليظ ڳوٺڙن ۾ بہ انسان ئي رهن ٿا. گڏيا سڏيا، ڇاٽي سچاٽي رهن ٿا. ڳوٺن ۾ پاڙا آهن ۽ سچاٽپ پيڙهين کان آهي. بلڪ ڪا نہ ڪا مٽي مائٽي پاڻ ۾ اٿن.

سڪ. دک ۾، سرديءَ گرميءَ ۾ ياڳي پائي آهن. چوندا آهن تہ ”سون رتيءَ ڪان رت رئي مني.“ شهرن ۾ التي ڳالهہ آهي ۽ انسان ڪان وڌيڪ ناڻو پيارو لڳندو آهي. در حقيقت غريبيءَ هوندي بہ آءٌ آدر ۽ مهمان نوازي ڳوناڻن جي طبيعت ۾ آهي. جي سنا طعام نہ ڪارائيندو تہ ڏوڏو، لسي ۽ ڪير مکڻ تہ آهن ئي آهن. اهڙو سڃَر ڪير ۽ منڙي ڪنڙي لسي مون ڪان وسري نٿي. ڳالهہ ڪندا تہ سڌي سنواتي، جنهن ۾ نہ وڪڙ نہ پيچ، چرچو گهبو ڪندا تہ هيڏو جنهن ۾ پاڻ بہ ٺهڪ ڏيندا، توڪان مونکان وڌو. ڪيترا چرچا تہ اهڙا جو ٻڌڻ جهڙا، شايد ٻڌائڻ جهڙا پر لکڻ جهڙا اصل نہ. ٻڌي ڪلجي. پوءِ جڏهن ڪڏهن ياد ڪجن تہ ڪل پيئي اندران نڪري. آڪاٽيون توتڪا، يا احوال ڏيڻ ونڻ۔ مطلب تہ وندر جي ڪمي ڪانهي. وري رات جو ميڙ ٿيندو تہ راڳ رنگ جو بہ وارو ايندو. ڪافيون تہ چتيون ڪافيون وڏي ڪاڪڙي سان گڏجي ڳائيندا. ساز تہ فقط يڪتارو باقي مٽ تي ڏڪ اهڙا جو مٽ بہ رڙي ۽ اسان جي دل پيئي تري. ڪڏهن تہ سرندي جي للڪار بہ سٽبي آهي. جوانيءَ ۾ سرندي وارو جڏهن گهر پرسان لنگهندو تہ سڌي اڌ ڪلاڪ ڪافيون سرندي جي ساز سان اکيون بوتي ٻڌندو هوس. ڪافيون اڄا پيپون من ۾ هرن. مثلن، ”طلب تنهنجي آهي دلبر، مل خدا جي واسطي“ يا ”بادل بيهہ تون هتي، نالي نامر ڏٺيءَ جي.“ اهي سڀ ڳالهيون ياد اچن تہ جڳهين وارا غريب هاري سندن خوش مزاج ۽ خوش آمدي ۽ لسيءَ جا ڪٽورا وري ياد اچن ٿا. آءٌ جنمر ڪري شهري آهيان پر سياءَ ۽ رهڻي ڪري ڳوناٽو آهيان. هاڻي تہ ڳوٺ ڏسڻ بہ مشڪل. منهنجو حال عجيب آهي. ”ڦلو هڪ ڳوناٽو هڪ مزي جهڙو ماڻهو.“

# ڳوٺاڻي ڇهر

سال 1927 کان وٺي جڏهن سنڌ ۾ هوس تڏهن آءٌ جڻ سنڌ جو سيلاني ٿي پيس. ٻوڏ سهائتا سانگي يا جوڙجڪي ڪم سانگي آءٌ اڪثر پنهنجو وقت ڳوٺن ۾ گذارڻ لڳس. مون لاءِ ٻيءَ نئين دنيا هئي. ڳوٺن ۾ احوال ڏيڻ وٺڻ هڪ رواج آهي ۽ پاڻءِ ته اخبارن جو ڪم ڏي ٿو. آءٌ به اکيون کولي، ڪن سرلا ڪري ۽ دل وڏي ڪري سڀ ڪجهه ڏسندو ۽ ٻڌندو هوس. اتي سواري به نرالي هئي. اُٺ تي چڙهي يا گهوڙي جي سواري، لاچار ته ٽانگي ۾ سفر ڪندو هوس. ڪيترا پيرا ٻيڙيءَ ۾ به نهرن جي پار ۽ اُٺ سوڏو ويٺو پوندو هو. جڏهن نوابشاهه ۾ درياهه جي بند ۾ گهارو پوڻ ڪري ٻيڙيءَ جي سير بنا ٻيو ڪو چاڙهوئي ڪو نه هو ته اُٺ تي سفر البت اٽانگو لڳندو هو. اُٺ تي ڪلاڪ ۾ ڇهه ميل ڪياسين ته ڇيهه ٿيو. ٻيڙي تينهان ئي ڍري هلندي هئي پر مونکي هي ٻئي واهڻ سنا لڳندا هوا. اُٺ پيو رڙهندو ۽ جهوپا کائيندو هو ته جت وارو ڪندو هو. يا ڪافيون سٽائيندو هو يا آکاڻيون ٻڌائيندوهو يا احوال ڏيندو وٺندو هو. ماٺ ڪري ويهي نه سگهندو هو. موٽر يا بس ڊرائيور سان موٽر هلائڻ مهل ڳالهائڻ جي منع آهي. اکيون ڦاڙي سڌو نهاريندو آهي ۽ سڌي ڪنڌي سيتجي وهندو آهي. هو پنهنجي ڊيوٽيءَ تي هوندو آهي ته متان ڪو حادثو نه ٿي پوي ۽ پوءِ پوليس پٺاري پوان. مطلب سوبت جي شڪل ٻڌائي وهندو آهي. پر اُٺ جي چڙهائي هڪ عجيب چڙهائي آهي. اُٺ لاڏو هجي يا مهري پر جي جت مانيٺو هوندو ته اُباسيون پيو ڏيندو يا جهوپا کائيندي جهوٽا پيو کائيندو ۽ توکي به کارائيندو. ڪهڙو به جت ته به اٺ کي هڪل ڪندو هاڪاريندو هلندو يا ته لئي جي ٽار سان سٽيندو رهندو. پر جي تو ساٽس ڪا به ڳالهه ڇوري ته آيو رهيو. بس ئي نه ڪندو. جڻ وڄندو رهندو. پوءِ ڪڏهين سُريلو ته ڪڏهين بي سرو. جي چٽڪندو ته سڌو ۽ سنئون نه پر الاجي ڪهڙي ڳالهه مان ڪٿي وڃي

نڪرندو. پوءِ اٺ جو سفر ڪچ مزيدار ٿي پوندو. وقتي وندر سان گڏوگڏ ڪجهہ منجهانس پرائبو بہ آهي. بيڙيءَ جي سڪانيءَ کي بہ وقت وڏي پوندو آهي، پر جي ڪو وجهہ ملندو اٿس تہ هو بہ ڳالهير ٿي پوندو آهي. بيڙي پيئي هلي، واهہ پيو وهي ۽ ڳالهيون پيئون نڪرن. پوءِ وقتي ٽڏن هيرن ۾ مٺي ننڊ ڪنيو وڃي. ڳوٺن ۾ سواريءَ جو اجهو اهو لقاءُ آهي.

سنڌيءَ ۾ لکڻ لاءِ پهرئين مونکي آچاريہ گدواڻيءَ همٿايو پوءِ تہ عادت پئجي ويم. "ڪشمير جو سئر" ۽ "گجرات" سنڌ ۾ نہ پر گجرات ۾ لکيم. شاهہ جو رسالو ڪن سالن کان چڱيءَ طرح پڙهيل هوم ۽ ڪئين بيت چا پر سُر بہ ياد هئم. بيو ڏنم تہ ٿوري محنت سان پنهنجيءَ مادري زبان تي ضابطو اچي وڃي ٿو ۽ لکڻ وٽي پيو. پر اها سنڌي ڪجهہ ڪتابي ۽ اپياسي هئي. جيڪا سنڌي سنڌ ۾ اچي لکيم سا ڪتابي نہ هئي. اها اٺن، جتن، سڪانين ۽ هارين جي ٻولي هئي. اٺ جي سواري ڪندو هوس تہ کيسي ۾ ضرور ڊائري ڪڻندو هوس پوءِ جت پيو ٻوليندو هو ۽ آءٌ لڪ چپ ۾ ڪي جملا ۽ لفظ پيو جهوبا ڪائيندي ڊائريءَ ۾ رهڙيندو هوس. گهر اچي چنڊي قوڪي ۽ چاڻي سٺيءَ سنڌيءَ ۾ لکندو هوس. جت کي جي ڄاڻ پوي تہ آءٌ ڪجهہ لکان وينو تہ شڪجي وڃي ها، ۽ جي وچ ۾ سوال پڇانس ها تہ گُهتجي پوي ها. آءٌ رڳو وقتي اشاري طور ڳالهہ کي موڙيندو ۽ ور ڏيندو هوس. "ڳوناٽي چهر" اجهو ائين لکيم. سهائتا لاءِ ان جون ڳوٺيون ورهائڻ لاءِ کنيون هيم ۽ هڪ چتر زبان هاري پڻ پاڻ کي وندرائڻ لاءِ. تڏهن ياد شڪتي ڪجهہ تيز هئي. ڳوٺ جا احوال ڏيان سان ٻڌندو هوس ۽ ساهتيہ لاءِ شونق هوم. ٻڌي ياد ڪري چونڊ ڪلام هڪدم لکي وٺندو هوس. اِها سنڌي نج سنڌي هوندي هئي.

مان جڏهن ٻهارم هوس تہ هڪ ٻهاري ڪسان مون وٽ نوڪر هو. جڏهن ڪنهن ڳوناٽي ڪسان سان گڏبو هو تہ ڳوناٽي ٻولي ڳالهائيندي هو جا مونکي پوري سمجهہ ۾ نہ ايندي هئي. جڏهن پوءِ گجرات ۾ ۽ ڪي سال

راجپوتانا ۾ رهيس تہ ساڳيو فرق ڏٺم. ڳوٺ خوب گهميس پر ٻولي پوري سمجهي نہ سگهيس. اتي شايد ڳوٺ ڳوٺ يا علائقي ۾ ٻوليءَ جو فرق هو. پر سنڌ ۾اُلٽي ڳالهہ ڏٺيم- تہ ڳوٺن جي ٻولي نج ۽ عمدي "ڄٽڪي ٻولي" ڄڻ ساهتيہ جي ٻولي هئي. شهر جو حال بلڪل نرالو هو. شڌ سنڌي ٻولي ورلي ٻڌبي هئي. پڙهيلن جي ٻولي اڌ سنڌي باقي ڪجهہ انگريزي، خاص ڪري شهري هندن جي. ڏٺو اٿم تہ مان پاڻ ڪيترا پيرا سنڌي نہ پر اهڙي گچر پچر ڪچڙي ڳالهائيندو آهيان. پيو ڪو ڪچڙي ٻولي تہ منهنجا ڪن نڪاءَ چڙيندا آهن پر اڪثري منهنجي مڪان بہ وهي ويندي آهي. وايو منڊل شهرن جو سنڌي نہ پر انگريزي-سنڌي آهي ۽ تنهنجو ڳرواٺر ٻوليءَ تي پوي ٿو.

جڏهن سنڌ گهميس تہ ڏٺم تہ سنڌي ٻوليءَ جون ڪئين جنسون هيون. هڪ جنس هئي "لاڙي" جا ٺٽي محمد خان جي بدين ۽ ٺٽي باگي تعلقي ۾ هلندي آهي. ڪيترا ڪڇي ڏڪر ويل اچي انهن تعلقن ۾ وسيا ۽ سنڌيءَ کي ڪڇي ٻولي جو سواد بخشيائون. هوڏانهن اتر پاسي "ٿري" آهي جا جيسلمير ۽ بيڪانير جي اثر هيٺ آهي. بہ لک کن هريجن راجستان مان آيا جي اچا بہ پاڪستان ۾ آهن. هوڏانهن سکر ضلعي ۾گهوٽڪي ۽ اوباوڙي تعلقن جو بهاولپور، ويندي ملتان تائين لڳ لاڳاپو آهي. اسين سنڌي بہ گهڻو ڪري پهرين اتان آيا آهيون ۽ پوءِ بہ شاديون مراديون ٿينديون رهيون. پنجاب ۽ سنڌ جي سرحد تي "سرائڪي" ٻولي هلندي آهي ۽ سچل سرمست جو ڪجهہ ڪلام بہ سرائڪيءَ ۾ آهي ۽ سرائڪيءَ کي سنڌيءَ جي اُپ ڀاشا ڪري ليکيو ويندو آهي. جيڪب آباد پاسي بروچڪو اثر آهي ۽ مسلمان اڪثري "بروچڪي" ڳالهائيندا آهن. باقي رهي اها ٻولي جا حيدرآباد ۽ نواب شاهہ ضلعن ۾ هلندي آهي. انهيءَ کي "وچولي" چوندا آهن چو جو وچولي سنڌ جي ٻولي آهي. اها ٻولي کڙي ۽ ساهتيڪ سنڌي سمجهبي آهي. انهن سڀني سرحدي ٻولين جو سواد ۽ ساءُ وچولي ۾ پڻ آهي،

پر حيدرآباد ۾ نواب شاهہ جي ٻولي وڌي دادي آهي ۽ ٻيو سڀ نندڙيون پينر شايد اها ساڳي ڪار ٻين پرانتن ۾ بہ هجي ۽ انهيءَ ريت پرانت پرانت ٻوليءَ ۾ گڏيا پيا آهن ۽ هر هڪ پرانت انهيءَ ٻولي ائين شڪتي شالي ٿئي ٿي. ٻوليءَ ۾ نئون رت جي نموني يا ٻئي ڪنهن نموني نہ ايندو تہ اها ٻولي سڪي نوٽ ٿي ويندي.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جڏهن اٺ نو لک هندو هندستان ۾ هميشہ لاءِ لڏي آيا تڏهن سنڌي تہ پاڻ بچائي نڪتا ۽ پوءِ وڏيا ويجهيا! هاڻ اهو سوال آهي تہ ٻولي بہ بچندي ڪين ڪچي ٻوليءَ وانگر فقط ڳالهائڻ ۾ ايندي؟ جڏهن کان وني سنڌي "انين شيڊول" ۾ آئي آهي تڏهن کان وني اهو سوال اهم ٿي پيو آهي. جيڪي سنڌي آهن ۽ هن وقت شايد 15 يا 16 لک هجن پر سڀ ڪنهن پرانت جي ضلعن ۽ تعلقن ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن. هڪ هنڌ يا هڪ علائقي ۾ گڏ هجن تہ سنڌي پاڻ ۾ ڳالهائين ۽ ٻوليءَ کي سنڀالي سگهن. در حقيقت جتي ڪٿي ويا آهن اتي هميشہ لاءِ بہ وسي ويا آهن. اتان جي نہ رڳو ٻولي سکي ويا آهن پر رسمون، رواج، ويچار، ڀاونائون بہ آهستي آهستي سويڪار ڪيون اٿن. هنن جا ٻار جڻ تہ اتي جا هوبهو ٻار ٿي پيا آهن. چو جو اهو سندن جنم آستان آهي. سنڌ جو نالو ٻڌو اٿن ۽ سنڌي ٻولي صرف وڏن مائٽن جي واتان ٻڌي اٿن. اها شايد سمجهي وٺن ٿا، ڳالهائي مس سگهن ٿا. ساهتيہ پڙهڻ لکڻ تہ ڏيهان ڏور ٿيو. مان جڏهن پنهنجي پوٽيءَ ساڻ ڪٺي سنڌيءَ ۾ ڳالهائيندو آهيان تہ رڙ ڪري ماءُ کي دانهن ڪندي آهي تہ ممي! "بابا سنڌي بولتا هيءَ" جڻ تہ مان ڪا اجائي بڪ بڪ ڪريان ٿو ۽ مون کي لڄ اچڻ کپي. سو ٻار مون کان ڇا سنڌي سکي سگهندو ۽ منهنجا ۽ تنهنجا ڪتاب ڪهڙا پڙهندو؟ اڳي آءٌ ٻارن لاءِ آکاٽيون لکندو هوس. هاڻي مون کي ٻڌڙن ۽ ڪروڙين لاءِ ٿو لکڻو پوي. منهنجو ڪتاب "ڳوناٽي ڇهر" مان هڪ سنو ڪتاب ليکيندو آهيان. نيٺ ڳوناٽي ۽ نج سنڌي آهي.اڄ جو

ٻار مدد بنا پڙهي ڪونہ سگهندو. جهڙوڪ آءٌ اڳي شاھہ جو رسالو نوٽن بنا سمجهي ڪين سگهندو هوس.

ٻيو تہ اڳي وچولي سنڌيءَ جا ڪئين ساٿي هوا. لاڙي، ٿري، سرائڪي ۽ بروچڪي. سڀ سنڌي ٻوليون هيون ۽ هڪ ٻئي کي طاقت ڏينديون هيون. هاڻي گجراتي سنڌي، مرهٽي سنڌي، راجستاني سنڌي ۽ هندي سنڌي هلڻ لڳيون آهن. پيٽ جي ماءُ بنا ماٽي جون پينر آهن. هڪ ٻئي جي پاڙي ۾ آهن پر هڪ ٻئي سان گهاٽو لاڳاپو ڪونہ اٿن. ڪجهہ ڏاريون پيئون لڳن. پر ڏٺو اٿم تہ ڪنهن ٻوليءَ سان گهاٽو لاڳاپو اٿن تہ اها آهي انگريزي. ٻار چڱي انگريزي سکي ٿو پر ڪچي ڪتي سنڌي ڳالهائيندو. سندس وڏا تہ سنڌيءَ ۾ انگريزي گڏي ڪچڙي ٻولي ڳالهائيندا آهن. ڪو ڏکيرو خيال يا پاونا پيدا ٿيو ناهي تہ امالڪ انگريزيءَ جي سرن وننڊو. انگريزي اسان سنڌين جي ڪا سهيلي ٻولي نہ آهي، پر ماءُ نہ تہ پيءُ ٻولي آهي. نتيجو اهو نڪتو آهي ڪا بہ ڀاشا شڌ ۽ عمدي نٿا ڄاڻون. افسوس آهي تہ ٻين پرانتن جو بہ قدري اهو حال آهي پر هنن کي ڪا نہ ڪا مادري ڀاشا ضرور آهي، جا جڏهن هوش ايندن تڏهن ماناڻتي ٿيندي.

مان جڏهن سنڌ ۾ هوس، تڏهن ڳوٺن کان ٻيونہ سکيس تہ سادگي ۽ سرل سنڌي ٻولي سکيس. سفر تي هلڪو بسترو کڻندوهوس، گهر ۾ بستري تي سنڌي فراسي، سمهڻ مهل بوبڪن جي اجرڪ ڍڪيندو هوس ۽ پاڻي پئڻ لاءِ بوٽ وارو مسلماني ڪوزو. وهڻ لاءِ هالن جي جنديءَ واري ڪم جي منجي وغيره. پر سنڌيءَ جو تہ خزانو گڏ ڪيم. ڪي ڪتابن ۾ قابو ڪيم تہ ڪي ڪاپين ۾، جي اڄا ساڻ سوگهيون اٿم. انهيءَ ننڍي خزاني جو سرڳواسي مستر پرمانند ميوارام کي قدر هو. هو حيدرآباد جي سول اسپتال ۾ ويندڙ هو ۽ بيمار مسلم هارين کي ڪجهہ ڪارائي سنڌي لفظ ۽ اصطلاح جهٽي نوٽ ڪري ايندو هو. پر جڏهن مان وٽس ويندو هوس تہ قريب اگهاڙي

بدن سان. پگهر ۾ شل مون سان وهندو هو ۽ ڪاپي ڪڏي جيڪي چوندو هوس سو درج ڪندو ڪندو ويندو هو. چوندو هو تہ لچ! هن پيري چا آندو اٿيئي. هر سفر ڪان پوءِ مان ڳوٺ مان ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪٺي ايندو هوس. پر هڪ بہ لفظ وغيره شهر مان ڳوٺ ڏي ڪٺي وڃڻ جهڙو نہ هو. ڇو جو سنڌي ٻولي سنڌ جي هئي ۽ ڳوناٺي هئي.

هاڻي تہ ڪٿر ڳوٺ جو ۽ ٻويڪن جو ماڻهو بہ بمبئي وارو ٿي پيو آهي. اڳي بہ اسين اڌ شهري هواسون پر هاڻي سچا شهري فخر سان ٿي پيا آهيون. سنڌ جي ساهتيہ ۾ سنڌڙيءَ جو هڳاو هو۔ درياهہ هو ساڌ ٻيلو هو ٽر جون پٽون هيون ۽ درياهہ جا ٻيلا هوا. اٺ تہ ضرور هو ۽ شعر ۾ هن جاڪئين نالا هوا۔ هيو چانگو توڏو...مينهون ۽ گايون هيون، رباب ۽ سرندا، چنگ ۽ گهڙا هوا. هاڻي موٽرون، محل ۽ شهرن جا گوڙ گنبور آهن. انهن ۽ اهڙين ڪئين شين جو ڇا ٿيندو؟ شل سنڌي زندهہ رهي ۽ سنڌين جي آس پوري ٿئي. مان جڏهن سنڌ ڇڏي آيس تہ ڪي سال شاهہ جو رسالو لڪو رکيو هوندو هو. هٿ لائيندو هوس تہ ڳوڙها ڳڙي ايندا هوا. هاڻي شاهہ صاحب جي اوٺ تي ڪي شعر لکيا ۽ ڳايا وڃن ٿا تہ بہ جڻ ڳوڙها ڳڙن ٿا تہ اسان جي ويچاري مادري ٻوليءَ کي ڪهڙي بيماريءَ ورتو آهي.

هڪ ڏينهن مان پنهنجي گهر چولو لاهي، سنان جي ڪونيءَ ۾ ٿي گهڙيس تہ هڪ ٻيڊڙي مسلمان مائي پنڻ لاءِ در تي اچي بيٺي. پوءِ جي مون کي آسيسون ڪيائين. هڪ هڪ آسيس منڊڙي سنڌڙي ۽ پياري سنڌيءَ ۾. ٻڌي اتي ڪپ ڪائي ڪن ڏيئي ٻڌم. اندر ۾ آرام ۽ ٻاهر جڻ نئين جواني اچي ويم. هڪ فقيرياڻي نہ هئي پر هڪ سچي سنڌياڻي هئي. ٻئي هڪ پيري واهہ تي پتڻ تي اورانگهيم تہ هڪ ٻيڙي اچي لنگهي. هڪ حبشي مائيءَ ويٺي ونجهہ هلايو. ٻيڙيءَ جو ميربحر ڪو ڪيڏانهن گم ٿي ويو هو ۽ دير سان موٽيو هو. پوءِ جو مائيءَ هن تي وار ڪيو جو هٽي سٽي وڏائينس. هڪ هڪ ٿهڪو

اهڙي چيديءَ گار سان ڏڪ پيو وٺي. جت چيم ته سائين هيءَ مهاٽي ڪا بس ڪندي ڇا؟ سچو ڏينهن رات تائين ڪل لاهيندس. فقيرياٽيون ۽ مهاٽيون تن جون آسيسون ۽ گاريون سنڌ ۾ ٻڌم سي ٻڌيم. اهي منڙا آواز هاٽي نقلي ۽ سکٽا تي پيا آهن.

سنڌ جي سياسي جيون سان منهنجو ڪو گهاٽو واسطو ڪو نه هو. اڳي ايندو هوس پر گهمي ڦري موٽي بهار يا گجرات ڏي هليو ويندو هوس. پر تن ڏينهن ۾ سنڌ جي سياسي ليڊرن سان چڱي ڏيٺ ويٺ هيم. ڊاڪٽر چوئٿرام مونکان اڳ عام جي خدمت شروع ڪئي هئي ۽ 1912-1913 ۾ ڍنڍ پاسي اپرندي ڪڇي ۾ هڪ برهمچاريه آشرم کوليو هوائين. جنهن ۾ اڪثري براهمڻ ٻار رهندا ۽ پڙهندا هوا. سڀ ڪجهه سنجم سان آشرم جي نيمن انوسار هلندو هو. گيتا ۽ ٻين شاسترن جو پاٺ ڪيو ويندو هو. ٻن ٽن سالن کان پوءِ ڪاڪا ڪاليلڪر به 1915 ۾ سال کن اچي رهيو. سياسي ۽ آزاد خيالن ڪري هن کي ٻڙودي مان نڪري ڪنهن پاسيري پرانت ۾رهڻو پيو. تڏهن اچا گانڌيءَ جي صحبت ۾ شانتينڪيتن ۾نه ڦاٿو هو. پروفيسر ڪرپالاڻي فرگوسن ڪاليج ۾ ڪيس برهمچاريه آشرم ۾ اچهي لاءِ موڪليو. مون سان به چڱو نينهن تي ويس ۽ گيتا جو پاٺ پوري سُر ۾ اچارڻ سيکاريائين. خاص ڪري پنڌرهون اڌياءَ ڪنٺ ڪرايائين. جو اچا تائين ياد اٿم. ڪاليلڪر کان پوءِ شري چنتامڻي. هڪ مهاراشتري براهمڻ، آشرم ۾ آيو جو به ڪي سال رهيو. مان جڏهن ڪاليج جي وئڪيشن ۾ حيدرآباد ايندوهوس ته ڪرپالاڻي ڪا رقم لڪائي ڏيندو هوم ته وڃي چوئٺ کي هٿ ۾ ڏج. پر منهنجي گهر ڳالهه نه ڪج. انهي ڪري به آشرم ۾ منهنجو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو ۽ چوئٿرام سان به گڏبو هوس. پنهنجي خانگي لئبرري به آشرم کي دان ۾ڏنيم. پر چوئٿرام جو من سياست ۾ لڳو پيو هو. جڏهن ”هوم

رول“ هل چل هلي تڏهن نـ رڳو پاڻ پر شري جئرامداس بئي گهڙي پيا ۽ سنڌ جا اوائلي سياسي ليڊر بڻيا.

مان جڏهن جون 1927 ۾ سنڌ آيس تـ سندن هڪ پراڻو ساٿي، جڻ هم خيالي ٿي آيس. جلد ڳڏجي ڪم ڪرڻ لڳاسين. ڪانگريس ڪي تڏهن الهندي ڪچي ۾ بـ منزلي شهر جي وچ ۾ هڪ پڪي جڳهہ هئي. هيٺ بـ دڪان هوا. ”چرخا سنگهہ“ هڪ دڪان ۾ڪادي ڀنڊار ڪوليو هو. مٿي بہ بہ ٽي ڪمرا هوا. هڪ ڪانگريس آفيس لاءِ ٻيو جوڙ جڪي ڪم لاءِ. 1928 ۾ اسين ڪانگريس توڙي جوڙ جڪ ڪم ڪندڙ هر هڪ آرتوار تي ڳڏجي ڪلهن تي ڪادي ڪٽي نڪرندا هواسين ۽ 12 بجي ڌرتتيءَ جو گهر موٽندا هواسين. ڊاڪٽر چمنداس شهر جي صفائيءَ جو ڪم ڪنيو تہ وري بہ ڳڏجي ٻهاريون ۽ ٽوڪريون ڪٽي گندن پاڙن ۾ وڃي گهٽيون ۽ ڪسيون صاف ڪندا هواسين. ڪانگريس ڪو عام ميڙ ”هومسٽيڊ هال“ ۾ ڪندي هئي، تہ اسين جوڙجڪي ڪم ڪندڙ بـ ميڙ ۾شامل ٿيندا هواسون. ميٽنگن ۾ وڏي واقعي زبردست تقريرون ڪند هواسون. چوئٽرام قد جو ننڍو ۽ ٻت جو هيٺو پر لڪڻ هٿ ۾ جهلي منچ تي شير وانگر وات ڦاڙي ڳجندو هو. سنڌي موچاري، آواز ڪڙاڪيدار، هوش ۽ گهٽي جوش سان ڳالهائيندو هو. اندر ۾ آگ، ٻاهر الا. سو ٻڌندڙن ڪي مڙيوئي سيڪ ايندوهو. اسان سيني ڪي ڊاڪٽر جون جوشيليون تقريرون ياد آهن. من ۾ مستي ۽ زبان ۾ خوب گرمي هوندي هيس. تڏهن ڪانگريسين ۽ جوڙجڪي ڪم ڪندڙن وچ ۾ رتيءَ ماتر بـ ڀيد ڀاءُ نـ هو. سچا ساٿي هوا ۽ هنن جي ۽ اسانجي طاقت هئي يعني ٻارهن جي. گانڌيجيءَ اهو محسوس ڪيو ۽ اوائل ۾ ئي چوندو هئو تہ سنڌ انهن ٽورن پرانتن مان آهي جنهن ۾ منهنجو پورو ڀروسو آهي.

جڏهن 1929 ۾ ڪانگريس جو سياليانو اجلاس لاهور ۾ ٿيو تڏهن خوش قسمت سان مان بـ حاضر هوس. لالا لجپتراءِ جو ديهانت نومبر 1928

۾ ٿيو هو. تنهن ڪري هي پنجاب جو شير شامل ٿي نہ سگهيو هو پر ڪانگريس جا ٻيا ڏنگ ليڊر حاضر هوا. انهيءَ سال پنجاب ۾ سخت ٿڌ ۽ تنهن سان گڏ برسات پيئي هئي. سو ڊيليگيٽن کي گهڻي تڪليف ٿي. پر ڪانگريس جو پريزيڊنٽ جنگ جوان جواهر لعل هو ۽ مونکي ياد آهي تہ اڇي کادي جي لباس ۾ هي گورو سهڻو جوان هڪ اڇي شاندار گهوڙي تي چڙهي جلوس ۾ نڪتو هو. هن ڪانگريس تڏهن پورن آزاديءَ جو پرستاؤ پاس ڪري قومي جهنڊو چاڙهي. ڊيليگيٽن سان گڏجي جهنڊي جي چوڌاري ناچ نچي جيءَ ملهائي هئيسين اسين سڀ آزاديءَ جو سنيهو ڪٽي گهر موٽياسين پر اندر ۾ اتساهہ هو تہ هاڻي ڇا ڪبو؟ ڇا ٿيندو؟

نيٺ 12 مارچ 1930 گانڌيجي آشرم جي 79 ساٿين سان ڊانڊي مارچ تي نڪتو ۽ انهن چونڊ جوانن هن مهندار سان گڏ هلي 16 اپريل پهچندي شرط ڊارسانا ۾ نمڪ ستياگرهہ شروع ڪيو. آءُ تڏهن ٻيا ڪم ڇڏي ڪراچيءَ ويس. روز سرگسن جي ڊم ۽ سانجهيءَ جو وڏين ميٽنگن ۾ زبردست تقريرون. گانڌيجيءَ جي پنيان ساري ملڪ ۾ لوڻ ستيا گرهہ شروع ٿي ويو ۽ ڪراچيءَ ۾ بہ. وڏين لوهہ جي ڪڙاهين ۾ سمنڊ جو پاڻي سرگس ۾ آڻي، ڪاڙهي لوڻ ٺاهيو ويندو هو. ڪم کي جلد اڪلائڻ لاءِ بہ ٽي ٻڪ لوڻ جا بہ لڪائي سمنڊ جي پاڻي ۾ گڏيا ويندا هوا. اوچتو هڪ ڏينهن پرهہ ڦٽيءَ جو سڀ وڏا نامدار ليڊر گرفتار ڪيا ويا. صبوح ٿيندي خبر ڦهلجي ويئي ۽ طوفان مچي ويو جڏهن سيني کي ڪورٽ ۾ ڪيس هلائي سزا ڏيڻ لاءِ آندو ويو تہ ماڻهن کي من ۾ آيو تہ اوڏانهن ڪاهي وڃجي. ڪورٽ جو احاطو ٽپي ڪورٽ جي درين، درن ۽ ديوارن تي پٿرن جو وسڪارو شروع ڪيائون. ڪيس ڪورٽ جي مٿين منزل تي پي هليو سو ڪي پٿر دريون پيچي وڃي مئجسٽريٽ کي لڳا ۽ ڪي تہ وري سياسي قيدين کي بہ لڳا. پوءِ ماڻهن جي

انبوهہ کي سانت ڪرائڻ لاءِ قيدين کي هيٺ وٺي آيا، تان جو پوليس جو دستو سڌ تي اچي حاضر ٿيو.

اسين جيڪي ٻاهر هواسين تن سمجهيو تہ شهر ۾ اج ضرور گوڙ شور ٿيندو سو روڪڻ کپي. تڏهن "ڊڪنيٽر" ٿيڻ جو رواج شروع ٿيو. سو جيڪو گرفتار ٿيو سو مونکي پنهنجي جڳهہ تي ڊڪنيٽر ڪري ويو. مون والنتيئرن جون ٽوليون ٺاهي شهر جي جدا جدا محلن ۾ سانت ڪرائڻ لاءِ موڪليون. آءٌ پاڻ ۽ شري جئرامداس ٻئي گڏجي موٽر ۾ چڙهي شهر جي چڪر تي نڪتاسين.

# جئرامداس کي گولي

اٽڪل منجهند جو ٽڪجي ٽنجي گهر موٽيس. اجا ماني کائڻ تي هواسين تہ بہ والنتيئر تڪڙا آيا ۽ چيائون تہ ڪورٽ تي ماڻهن جا حشام ڪاهي آيا آهن ۽ اتي گهيرو ڪري بيٺا آهن. سو مهرباني ڪري ترت هلو ۽ ماڻهن کي ڪورٽ جي احاطي اندران ٻاهر ڪيو. اسين بہ ڊوڙڪيندا وياسين ۽ احاطي اندران ماڻهن کي ڪيڻ لڳاسون. گهڻي قدر احاطو خالي ڪرڻ تي هواسون تہ چئني ٻنان پوليس جي دستي ٻاهرين دروازي منجهہ گولين جو وسڪارو ڪيو. سڀ ماڻهو ڊوڙي دروازي مان ٽي نڪتا، تہ منجهائن بہ اُتي مري ويا ۽ ٽي زخميا. ٻن ٽن منٽن کان پوءِ جڏهين جئرامداس موٽيو تہ مون کي چيائين تہ ڪوٽ تہ مٿي ڪري ڏس، شايد گولي لڳي اٿم. ننڍو گهاءُ ڏٺم پر پوءِ منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي ڪورٽ ڏانهن هليو. ايتري ۾ اسپتال جي ايمبوليس ڪار آئي جا مئل ۽ ڦٽيل اسپتال ڏي کڻي ويئي ۽ جئرامداس کي بہ انهيءَ ۾ کڻي ويا. قسمت سان آءٌ بچي ويس ڇو جو گولين جو وسڪارو دروازي منجهہ هو ۽ اوڏي مهل دروازي جي ٿلهي

ٿنيپي وٺ هوس. جڏهين گوليبازي ختم ٿي ته سموري ميدان ۾ رڳو پاڻ کي ڏٺم. پوءِ مان اسپتال ڏي ويس ۽ وچي شري جئرامداس ۽ ٻين سان گڏيس. هڪدم تارن جو وارو ڪيم ۽ اخبارن ڏي خبر موڪليم. جواب ۾ گانڌيجيءَ جئرامداس کي واڌايون موڪليون ته شڪر جو سنڌ جي معزز ليڊر کي هن سنگرام ۾ قرباني ڪرڻ جو موقع مليو آهي. مهيني کن ڪان پوءِ زخم ميڙي ويو. ڇو جو گولي ڪنهن سولي هنڌان گهڙي آرپار ٻاهر نڪري ويئي هئي.

مان به ڏهه ٻارهن ڏينهن ٻاهر پئي ڦريس ۽ هل چل زور سان پئي هلي. روز سانجهيءَ جو پبلڪ ميڙ ٿيندو هو ۽ بي قاعدي لوڻ ناهيو ويندو هو. ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ ليڊرن جي ٻيءَ پارٽيءَ کي به گرفتار ڪيائون. انهيءَ پارٽي ۾ آچاريه گدواڻي، مسٽر سڌوا، پروفيسر گهنشيام، لالجي مهروترا، ڪرشنداس ڀائي، مهراج وشنو شرما ۽ آءُ هواسين. اسان سڀني کي ڌار ڌار ڪوٺين ۾ پر هڪ ٻئي ڪ ۾ بي ڪلاس ۾ رکيائون. نالي ماتر ڪيس هليو ۽ ڪلاڪ اندر کيل ختم، ڇو جو سڀني ڪٺي گناهه قبول ڪيو. سزا ٻارهن مهينا پر هلڪو جيل. اسين سڀ هي پهريون ڀيرو جيل پوڳڻ وياسين. رڳو پروفيسر گهنشيام 1920 ۾ سي ڪلاس ۾ سچو سخت جيل ڪاٽي آيو هو. سو اسان واسطي جيون جو هي نيارو آزمودو هو. سڀ ڪانگريسي ساٿي ۽ گهٽو ڪري سنڌي هواسين. هر ڪنهن هنڌ جيل ٿيندو آهي، جو جيل جي سخت رولن سان سٽيو پيو هوندو آهي. سانجهيءَ جو سويل پنجين بجي اُس بيٺي ئي ڪوٺڙيءَ ۾ بند. رات جو نوين بجي بتيون وسائڻ ۽ ڳالهائڻ بند: پرهه ڦٽيءَ جو ڪوٺيون کلنديون هيون. کاني ۽ چانهه جا وقت مقرر. هٿن جو ڪو ڪم ٿي ڪلاڪ. جيسين منجهند جي ماني يارهين بجي اچي: ٻن پهرن جو اخبار يا ٻيو ڪجهه پڙهڻ: سانجهيءَ جو ماني کائي ڪوٺيءَ ۾ بند ٿيڻ. اسين بي ڪلاس جا سياسي قيدي رولن جي پيروي روڪ ٽوڪ پنهنجي نموني

ڪندا هواسون. گدواٽيءَ جنهن ورلي ڪا ڪثرت ڪئي هوندي سو سڪٽي لنگوٽي پائي خوب تيزيءَ سان وارڊ ۾ چڪر ڏيندو هو. نيرڻ کان پوءِ ڪنهن هلڪي ڪم تي گڏجي ويهي چرچا بہ ڪندا هواسين. ۽ جيل جي ٿلهي موٽي ڪپڙي کي سنها موٽا ٽوپا ڏيندا هواسين، يا ڪورين جي منجهيل سٽ جا ڳورها ڳنڍا لاهي سلجهائيندا هواسين. پر ڪي ڪين سڪياسين- رڳو ايترو تہ وقت ڪئن ڪاٽجي ۽ نباهجي. ايترو سو سڪياسين تہ ڪم بنا جيل ڪاٽڻ سخت سزا آهي ۽ ڪم ضرور ڪجي. اخبار آئي يا گهر جي ٽپال آئي تہ سڀ اوڏانهن آجهرندا هواسين. جن ليڊرن کي گهر ۾ ماني کائڻ جي مهلت ڪا نہ ملندي هئي، سي پوري يارهين بجي وارڊ جي در تي وڃي بيهندا هوا ۽ پريان وارڊر کي ايندو ڏسي بين کي واڪو ڪري چتائيندا هوا تہ ڪاڏو آيو ڪي آيو. ڪاڏو کائڻ ۽ وقت تي ملڻ ۽ ڪاڏي سان گڏ بيو بہ ڪجهہ هجي، تنهن لاءِ واجهائيندا هواسين. ڪي چالباز تہ بين هنڌان وارڊرن معرفت سنو ڪاڏو ۽ تنهن سان گڏ ٻاهر جون خبرون ۽ چٽيون بہ گهرائيندا هوا.

هڪ ليڊر کير ڦٽيءَ ۽ بيو کنڊ چپٽيءَ تي بہ ڪنجهندو هو ڇو ڪسي ماپ ملي! هڪڙي ڏينهن پنج ڏهہ منٽ ڪاڏو چرڪو آيو تہ وڏا واڪا، ٻي ڏينهن ٽيوڻ ۾ لوڻ ڪسو تہ ڪٽندي ئي ٿالهي يٽ تي دال ۽ ڀاڄي اڇلائي ڇڏيندا هواسين. مطلب تہ ڪاڏو جيل ۾ هڪ اهم ڳالهہ ٿي پوي ٿي ۽ ماڻهو پاڻ وساري وهي ٿو. سال اڌ هيترو گڏ رهجي ٿو ۽ پوءِ هڪ ٻئي جو اندر ٻاهر هڪ ٿيو پوي ۽ ڍؤنگ اڊمبر ڪکو وکو پيو لڳي. اسان جو ٻاهريون ويس، ٻاهرين چتر زبان، ٻاهران ادب آداب ڪوڙا پيا لڳن. جيل اندران ڪو سڌري نڪتو يا جهڙو ويو تهڙو نڪتو تہ پانءِ تہ ڪيپ ڪٽيائين. جيل ۾ مڪر يا پاکنڊ هيتري ۾ اُگهاڙا ٿي پوندا آهن.

ڪراچي جيل ۾ هڪ نئون آزمودو مليم، جو وري نہ مليو اٿم. ڪئين اجايا سجايا بک هڙتال ٿيندا آهن، جي ڏينهن ٻہ ٻہ مس جٽاءِ ڪندا آهن. مونکي ڪنهن ڏينهن پور آيو تہ مان بہ چو نہ ڏهاڪو ڏينهن اپواس ڪري ڏسان. پهريون ڏينهن گذريو پر رات جو ننڊ نہ اچي ۽ ٻئي ڏينهن پيٽ اندر چڪ پيا پون، ٽيون ڏينهن خير جو گذريو. چوٿون ڏينهن سانت ۾، پنجون ڏينهن مزي ۾، ڇهن پيٽ ننڊ پيو ڪري. ڇهين ڏينهن قسمت سان سري جمشيد مهتا گڏجڻ آيو. سمجهايائين تہ "ناراڻ سچا ساراهہ ڏهہ ڏينهن ورت رکي تہ ويندين پر يارهين ڏينهن ورت ٽوڙيندين تہ ڪل پونديءَ هي جيل آهي، ۽ نہ اسپتال يا گهرا چا جو ميوو چا جي ليمي جي رسا مرڳو جيءُ جهري پونديءَ" تڏهن اپواس ختم ڪيم. پر هڪ وڏو اثر ٿيم. من جون خاص ڪري تن جون ترشنائون ڪجهہ تيز ٿيم. چيم تہ ٻاهر نڪري بيدو ضرور ڪائيندس! مان جو هاٽي ويشنو ٿيو هوس پر هينئر مون نيٺ بيدو کائڻ وري شروع ڪيو ۽ ڪائيندو اچان.

# يرودا جيل مان ناهہ

چوويهن ڏينهن جي پنڌ ياترا کان پوءِ گانڌيجي 5 اپريل ڊانڊيءَ پهتو ۽ 6 اپريل 1930ع صبح جو ساڍي 8 بجي اشنان ڪري سمند جو قدرتي لوڻ تري مان کنيو ۽ لوڻ ناهڻ جو قانون ڀڳو پر گرفتار نہ ڪيو ويو. پوءِ هو ڏار سانا ڳوٺ جي لوڻ گدام تي ڌوڪي ويو پر پهچڻ کان اڳ ڪراڍي ڳوٺ ۾ 4 مئي آڌي رات جو گرفتار ڪري موٽر ۾ وهاري کيس يرودا جيل (پونو) ۾ اماڻي آيا. پوءِ تہ ذري گهٽ سال نبري ويو. مارچ 1931 ۾ ڪن دوستن وچ ۾ پئي لارڊ ارون وائسراءِ سان ناهہ جون ڳالهيون ڪيون، جنهن ڪري گانڌيجي ۽ ڪانگريس جي ليڊرن کي آزاد ڪيو ويو ۽ ارون- گانڌي ناهہ

تي، 4 مارچ جو صحيح ڪئي ويئي. ترت ڪراچيءَ ۾ ڪانگريس تي. ڪانگريس جي جلسي ڪان اتڪل ٻه هفتا اڳ سڀني سياسي قيدين کي ٻه آزاد ڪيو ويو جن ۾ آءٌ ٻه هوس. اسين سڀ سنڌي سياسي قيدي ڪانگريس جي اجلاس جي تيارين ۾ جنبي وياسين ۽ بندر روڊ ايڪسٽينشن جي هڪ وڏي ميدان ۾ بندوبست ڪيوسين. اتي هاڻي هڪ يادگار ٻه قائم ڪيو ويو آهي. هيءُ اجلاس مشهور آهي جو سڀ ڪانگريسي آزاد ٿيا ۽ جڙ ستياگرهه ۾ سوڀ پائي نڪتا هوا.

منهنجي خيال ۾ سڀني قومي ستياگرهن ۾ 1930 جو ستياگرهه وڏي پيماني تي سچو ستيه آگرهه هو ۽ ان ۾ جڙ اهنسا جي وڏي پيماني تي سوڀ ٿي. اجلاس ۾ ڪجهه پرستاو اهڙا هوا جن ۾ سماجواد طرف ڪجهه قدم ڏسيا ويا. اجلاس جو انتظام ٻه هيتري ۾ ڪيو ويو ۽ ڊيليگيٽن کي اهڙو عمدو کانو کارايو ويو جو چارو طرف سنڌين جي مهمان نوازيءَ جي واهه واهه پڌبي هئي.

پر ڪانگريس هاڻي فيصلو ڪيو ته ناهه جي اسمن تي پورو عمل ڪجي جيئن سرڪار کي نڪتچيني ڪرڻ جو ڪو وجهه نه ملي. سو اسين سڀ جوڙ جڪي ڪم ۾ لڳا وياسين ۽ ستياگرهه بند ڪيوسين. رڳو شراب جو بهشڪار چالو هو. سنڌ ۾ ناهه جي شرطن تي اسين پورا رهياسين. پر ناهه جو مکيه شرط هو ته ڪانگريس جا مکيه عيوضي ٻيءَ گول ميز ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندا. ڪانگريس فيصلو ڪيو ته فقط گانڌيجي سندس عيوضي ٿيندو. جيڪي ٻيا عيوضي سرڪار گهرايا هوا تنهن مان پڌرو هو ته گول ميز ڪانفرنس بنهه ناڪامياب ٿيندي. جو ٻيا شخص جي ديش جا سچا عيوضي نه هوا تن مختلف گهرون ڪيون ۽ پاڻ ۾ نه نهيا. پر هڪ ڳالهه ۾ نهيا جو ٿورائيءَ وارن فرقن جو هڪ نهراءُ تيار ڪري ڪانفرنس ۾ پيش ڪيائون جيئن هندو قوم گهٽائيءَ مان ٿورائيءَ ۾ ليکي وڃي. هنن هڪ اها ٻه گهر ڪئي ته نه رڳو مسلمان، ڪرستان، پارسي وغيره پر اڇوت ٻه، جي اتڪل

ڇهه ڪروڙ هوا، سي به ڏار ليکيا وڃن ۽ ڪين ڏار چونڊڪون ڏنيون وڃن. جڻ هندو سماج کي ورهائي ٻه اڌ ڪيو ويو ۽ اڇوتن کي غير هندو ليکيو ويو. انگلنڊ جي وڏي وزير مئڪڊونالڊ سندن اها ڳهر به قبول ڪئي. تڏهن گانڌيجي وسميءَ ۾ پئجي ويو ۽ سرڪاري دڙڪي جو هن زبردست جواب ڏنو ته: "مان هي ڇتاءُ ٿو ڪريان ته وس پڄندي هن ڏار چونڊڪن جي آءٌ سخت مخالفت ڪندس ۽ جي آءٌ انهيءَ ۾ فقط هڪ جڻو رهجي ويس ته به سِر جي سٽ ڏيندس، چاهي سر قربان ٿي وڃي." تڏهن ڪنهن به هن لفظن کي ڪين ليکيو جڻ هوا ۾ گولي ڇٽي.

پر ٻئي سال 17 آگسٽ 1932 ۾ وڏي وزير اعلان ڪيو ته اڇوتن کي ڏار چونڊڪون ڏنيون وينديون. اهو اعلان ٻڌي گانڌيجي وائڙو ٿي ويو. پر انهيءَ وقت هو ماٺ ڪري نه وينو ۽ اڳيان وڃن ياد آيس ۽ سيني کي آگاهه ڪيائين ته اهي وڃن پاڙڻ جو هاڻي وقت آيو آهي.

تاريخ 20 سيپٽمبر 1932 اڌ رات جو ننڊ ڦٽي پيس پوءِ فيصلو ڪيائين ته سياڻي 21 تاريخ ورت رکندس جيسين اهو اعلان رد ڪيو وڃي. لکيائين ته "هي ورت ايشور موڪليو آهي. ايشور جي آگيا مڃي مون ورت رکڻ جو فيصلو ڪيو آهي" ۽ پوءِ ننڊ اچي ويس. هندستان تڏهن سڄاڳ ٿيو ۽ ماندو ٿيو. جيل جا دروازا کليا. هندن جا ۽ اڇوتن جا وڏا، خاص ڪري ڊاڪٽر امبيڊڪر، پاڻ ۾ مليا، ملڪ جو بخار ڀاڃڻ ته مڇ ٿي ٻريو. تان جو 26 سيپٽمبر برٽش سرڪار سندس "پرودا پئڪٽ" قبول ڪيو ۽ 27 تاريخ مهاتما ورت ٽوڙيو ۽ ملڪ ۾ جئه جئه ڪار ٿي. پر ٽوڙڻ مهل به چتايو هوائين ته ڏار چونڊڪون رد ٿين سو مون لاءِ ڪافي نه آهي، پر اڇوتن کي ڇوت سمجهيو وڃي، هندو ٻائرن سان ٻائر ٿي وڃن. ڪو ويچو رهندو ۽ هنن سان اڳيون اتياچار رهندو ته وري ٻيهر وڏو ورت رکندس.

ٿيو ٻه ائين. پلا صدين جو ڪهنو مرض هيتري ۾ فقط ڇهن ڏينهن جي
هڪ ماٺهوءَ جي ورت ڪري ڪٿي ٿو ناس ٿئي. مهاتما هو ته جادوگر جو
هڪ ورت رکي هندن کي سجاڳ ڪيائين. پر مرض هٽائڻ جي ڪوشش
شروع جو ٿي. سو وري ٻيهر ايڪويهن ڏينهن جو ورت 8 مئي 1933 تي
شروع ڪيائين ۽ 29 مئي تي پورو ڪيائين. تڏهن سرڪار هنجي سزا
هڪدم ختم ڪري کيس آزاد ڪيو.

ورت جو وقت هو "پرڻ ڪٿيءَ" ۾ رهيو ۽ انهيءَ آگ مان لنگهي پار پيو.
جڏهن بت ۾ سگهه آيس ته هريجن شيوا زور شور سان شروع ڪيائين ۽
دهليءَ ۾ "هريجن شيوڪ سنگهه" نومبر 1932 ۾ برپا ڪيائين. جنهن جو
سڀاپتي گهنشامداس برلا ۽ سيڪريٽري امرت لال ٺڪر هو. پوءِ 1934 ۽
1935 ۾ سڄي ملڪ جو دورو ڪري هندو جاتيءَ کي ولوڙيائين ۽ ڪهني
مرض جو علاج شروع ڪيائين. منهنجي خيال ۾ رڳو هريجن سڌار ڪري
ها ته ٻه سندس نالو ياد رهي ها. پر ويهين صديءَ جي دنيا ۾ هي وڏي ۾ وڏو
سماجڪ انقلاب ليکيو ٿو وڃي.

هوڏانهن جڏهن ڪراچي ڪانگريس اجلاس ختم ٿيو ته سڀ
ڪانگريسي پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ رڌيي ويا ۽ مان کادي ۽ راشٽر ڀاشا
پرچار ۾ لڳي ويس. سڄو سال ڪانگريس ۽ سرڪار جي پاڻ ۾ رنجهه
ڪجهه لڳندي آئي ته ڪنهن ارون گانڌي ناهه جي انحرافي ڪئي؟ نيٺ
خاطرين ڏيڻ بعد گانڌيجي سملي مان اسپيشل ٽرين ۾ بمبئيءَ ۾ آيو جتان
"راجپوتانا" جهاز ۾ 29 آگسٽ 1931 اسهيو. پر سندس نڪرڻ بعد پاڻ
وڌيڪ ڪٽ پٽ هلي. گول ميز ڪانفرنس جا بحث سڪٽا ۽ نراشا پيدا
ڪندڙ هوا. تڏهن سنڌ ۾ (۽ شايد ٻين پرانتن ۾ ٻه) آڪٽوبر مهيني ۾ مکيه
ڪانگريسين کي ٽن مهينن لاءِ ڪٽي بي گناهه جيل اندر بند رکيائون. مون
کي ۽ ٻين پنجن ڇهن کي گرفتار ڪري ڏار وارڊ جي جدا جدا ڪمرن ۾

رکيائون. وقت سنؤ پئي گذريو پر ملڪ ۾ روز گرفتاريون ٿينديون رهيون تان جو حيدرآباد جو سينٽرل جيل بہ قيدين سان ڀرجي پيو. سو هڪڙي ڏينهن حڪم ٿيو تہ اسان کي ڪوٺين وارو وارڊ ڇڏي هڪ شاهي بئرڪ ۾ ٻين سان گڏوگڏ رکيو وڃي. رات ٿي تہ ٻيا نوان همراهہ گڏيا جن تازيون ٻاهر جون خبرون سڻايون. جيل اندر خبرن، اميدن ۽ افواهن لاءِ اسين آجهرندا هواسين: جڻ اڪيلا وري سڪيلا ٿياسين ۽ ٻاهرين چلتي دنيا سان گڏ چلتو ٿياسين. سو ڳالهيون ڪندي ڪندي رات جا 12 لڳي ويا. ٻتيون وسائي سمهڻ جو وقت 9 بجا هو. نيٺ قطارون ناهي هڪ ٻئي جي پاسي کان سمهياسين.

قدرت سان مونکي ننڊ نہ پئي اچي. شايد ڳالهيون ڪندي مٿو گرم ٿي ويو هو! مونکي ننڊ هيٺري ۾، پاڻ‌ءِ ٻيني بہ ايندي هئي. سو جئن پيو عجب کان تہ ننڊ ڪڏهن ايندي ۽ اڄهو آئي تيئن مرڳو ننڊ ڀيئي ڦٽي. قطار بند سمهڻ مون لاءِ ڏکيو هو جو آءٌ اڪيلو سمهڻ تي هريل هوس. ٻئي ڏينهن منجهند جو ڪجهہ ننڊ ڪري ورتيم. پر رات جو وري ننڊ حرام. شڪر جو ٻن هفتن بعد جيل جو مدو پورو ٿيڻو هو. جڏهن ڇٽس تہ مئجسٽريٽ شرط وڌو تہ ”حيدرآباد نگر پالڪا جي حدن کان ٻاهر نہ وبندس.“ پاڻ‌ءِ تہ سڄو شهر منهنجو جيل ٻڻجي پيو. وري بہ رات جوننڊ نہ اچي. گهٽيئي حيلا وسيلا ڪيم ۽ بادام روغن جون مالشون ڪيم پر حرام جي ننڊ رات جو اچي. ننڊ جي ڪجهہ بک منجهند جوليٽي لاهيندو هوس. ائين مهينو کن گذري ويو. گانڌيجيءَ جي موٽڻ کان اڳ ئي، لارڊ ولنگڊن وائسراءِ گرفتارين جي ڌم مچائي ڇڏي هئي ۽ هن پيري قيدين توڙي ٻاهر ڪانگريسين سان وڌيڪ سختي ڪئي ويئي.

نيٺ هڪ ڏينهن مون کي گپت خبر آئي ته اهڙيءَ حالت ۾ به فلاڻي تاريخ دهليءَ ۾ ڪانگريس جو مخفي اجلاس ٿيندو ۽ سنڌ طرفان رکو آءٌ ڊيليگيٽ ٿي ويندس. ڳجهه ڳوهه ۾ تياريون ٿيون ۽ مان سنيري گهران نڪتس ته رات جو اٽڪل 10 بجي ڪراچي- لاهور ميل ۾ سفر ڪندس. اسٽيشن تي ڪن همراهن خفيه پوليس (C.I.D) کي وچي ڪنهن گفتگو ۾ مشغول ڪيو ۽ مان اسٽيشن جي جهنگلي ٻاهران سڙاڪو پائي پهرين ٿرڊ ڪلاس گاڏي ۾ چڙهي، سامان هينان لڪائي امالڪ سمهي پيس. گاڏي چٽي ۽ پٽر وانگي ننڊ ڪٽي ويم. ڏينهن رات ننڊ ئي ننڊ، تان جو بک لٿي. دهليءَ ۾ پنهنجي جهوني دوست پرنسيپال ٽڏاڻيءَ وٽ رامجس ڪاليج ۾ لٿس. ڪاليج چوٽي پهاڙ تي جڙيل ۽ شهر کان اٺ ڏهه ميل پري هو. تڏهن چارو طرف جهنگ ئي جهنگ هو. روز صبح جو ٽانگي تي ويندو هوس ۽ سجو ڏينهن چاندني چونڪ ۾ ايم جي شهاڻيءَ جي دڪان تي ڪاٽيندو هوس ۽ ڪائيندو به هوس. آچاريه ڪرپالاڻي به اتي هو. گهمي ڦري انهيءَ اڏي تي گڏبا هواسين ۽ سمجهبو هو ته اج يا سڀاڻي اجهو مخفي اجلاس ٿيندو. تان جو هڪ ڏينهن ڪرپالاڻي موٽيو ۽ چيائينم ته: "اجلاس ته ٿي چڪو پر توکي خبر نه ڏيئي سگهياسين. هاڻي تون هندستان جي دؤري تي سياڻي وچ ۽ ڪانگريس جي هلچل کي ٻاهران زور وٺاءِ." اهو مخفي اجلاس سيٺ رڻڇور داس امرت لال جي پرڏانپٽي هيٺ چاندني چونڪ جي گهنٽا گهر وٽ تاريخ 4 مارچ 1932 جي ٿيو.

سانجهيءَ جو جڏهن منهن اونداهي ٿيندي هئي تڏهن روز هيٺ لهي ٽانگي تي چڙهي لڪ چپ ۾ جهنگ لنگهي پهاڙ تي رامجس ڪاليج ڏي ويندو هوس. اج به 3 اپريل تي اڻين ٿي ڪيم ۽ دل ۾ هوم ته سياڻي ديش جي دوري تي نڪرندس ۽ لاهور ويندس. جيئن ٽانگي تي هڪ پير رکيم ته هڪ پوليس واري ڪلهي تي هٿ رکي چيم: "ديوان، توهان کي ته ڪن ڏينهن

ڪان ڳولي ڳولي اسان جا بردانا نڪري ويا آهن. دهلي پوليس وارا پنهنجن خفن ۾ غلطان آهن، سي ڪتي تا مدد ڪن. هاڻ اسان سان گڏجي هل. اسان کي حڪم آهي.“ تڏهن وراڻي ڏنيم ته بيشڪ هلندس، پر هلو ته گهران سامان ته ڪڍان. بہ ڇڙا مون سان گڏ تانگي ۾ ببيلهه ٿيا. تانگو پيو هلي پر هي پيا عجب ڪائين ته ڪيڏانهن ٿو هلي. شهر، جهنگ، پهاڙ پار ڪري مسين مسين ڪري گهر پهتاسين ته چيائون ته: ”ديوان هتي توکي ڳولي لهڻ ۾ اسان جي ڄڙهہ ئي نڪري وجي ها.“ جڏهن بسترو گول ڪيم تڏهن پرنسيپال تڏاڻي کين وينتي ڪئي ته: ”هاڻي رات جو جيل ته بند ٿي ويو هوندو. ڪٿي لاڪپ ۾ قيديءَ کي پتڪائيندا؟ سياڻي صبح جو قيديءَ کي ساڻ وٺي وڃجو.“ مڃن ئي نہ: چي متان پڇي وڃي، اسان کي هڪدم گرفتار ڪرڻ جو حڪم آهي. نيٺ مڃيائون ۽ صبح جو اچي ساڻ وٺي دهلي جيل ۾ رکيائون. اهو سڄ پچ جيل نہ هو پر سراءِ هئي، جنهن ۾ جڳهہ جي تنگيءَ ڪري سڄي دهليءَ جا سياسي قيدي ڪري رکيا هوائون. رهڻ جي ذرا تنگي هئي پر صحبت عمدي ڊاڪٽر انصاري، مولانا آزاد، آصف علي وغيره. ڏينهن جو عمدا گانا، سانجهيءَ جو بئڊمنٽن، والي بال وغيره. نيٺ هفتي اندر حڪم آين ته قيديءَ کي حيدرآباد جيل ڏي وٺي اچو. وري بہ وات تي ننڊون ڪندو جيل ۾ پهتس. اڌ ڪلاڪ مس ڪيس هليو. هڪ سال هلڪو جيل ۽ 250 رپيا ڏنڊ يا 3 مهينا وڌيڪ قيد. سو سڀ نيڪ پڪي وري پڃري ۾، پر هي پڃرو وري بہ وڏي بئرڪ ۽ رات جو قطار ۾ سمهڻ ۽ وري بہ ننڊ حرام! من تي ڪو ڳجهو اثر گهري ويو هو تہ ٻين سان گڏ سمهندين ته ننڊ بنا ليٽون پائيندين. نيٺ سپرنٽينڊنٽ کي خيال ٿيو ۽ هڪ ڪليل ڪمرو جنهن ۾ ڪوري آڏاڻي تي ڪم ڪندا هوا، سو مون لاءِ خاص خالي ڪرائي ڏنائين. تڏهين مائي ننڊ لڪي سڙاڪو پائي وري اچڻ لڳي.

منهنجي 12 مهينن جي سزا حيدرآباد جيل ۾ اپريل 1933 ۾ خيرن سان پوري ٿي. پر 250 رپين جو ڏنڊ ڏيڻو هو يا تہ ٽي مهينا وڌيڪ سزا. چو نہ قسمت سان منهنجي هڪ جهوني دوست جي ڌيءَ جي شادي بہ اپريل ۾ ٿيڻي هئي. سو پيڇڻ ڳاڇڻ بنا ڏنڊ جا پئسا پيئاري مونکي آزاد ڪرايائين ۽ مون بہ شاديءَ جون خوشيون ماڻيون. ساڳئي وقت ٻئي هڪ دوست آچ ڪئي تہ مهينو کن مون سان گڏ هل تہ ملڪ جو سفر ڪري هوا ڦيرائي اچون ۽ من بہ تازو توانو ڪري اچون. سو اپريل جي پڇاڙيءَ ۾ مان ۽ پائي پرتاب جهاز جو سير ڪري ڪراچيءَ مان بمبئي پهتاسون. اتان وري پائي پرتاب هڪ ٽئڪسي ڪئي. پوءِ تہ اجنتا ۽ ايلورا جون غفائون ڏسي، ناگپور، لکنو ۽ عليگڙهہ مان ليئو پائي، واٽ تي دوستن سان ملي، اچي دهليءَ ۾ پروفيسر آتو آڏواڻيءَ وٽ لٿاسين. ٻنهي جو دوست هو ۽ خوش مزاج بہ هو. زماني جو ٺڙڪيدار ۽ ٺڙڪيدار جوان سو دهليءَ ۾ لياقت علي خان ۽ سندس ڪرستان عورت سان رستو ٽي ويو هوس. دهليءَ ۾ وقتي لياقت علي خان ايندو تہ آڏواڻيءَ وٽ کانو کائيندو ۽ چرچو گهبو اچي ڪندو هو. اتي منهنجي بہ ساڻس سڃاڻپ ٿي. ڪڏهن تہ سندس وڏو ياءُ جو نوابزادو سڏبو هو سو بہ ايندو هو پر سياست ڏي ذرو بہ لاڙو نہ هوس ۽ اسان جي مختصر سڃاڻپ ٿي. هڪ ٻيري هڪ دوست وٽ ڊاڪٽر ذاڪر حسين سان بہ گڏجاڻي ڪرايائين. ڊاڪٽر صاحب تڏهن جوان مڙس هو ۽ جامع مليہ اسلاميا جو پرنسيپال هو. سندس ذهنيت تيز ۽ رخ نئين زماني جو. سياست ۾ دلچسپي هيس. در حقيقت جامع مليہ هڪ قومي تعليمي ڪاليج هو جو هن هلچل ۾ مسلمانن طرفان ڊاڪٽر انصاريءَ برپا ڪيو هو. مان 1933 کان دهليءَ ۾ رهڻ لڳس تڏهن ساڻس ۽ جامع مليہ جي پروفيسرن سان گهڻو رستو ٽي ويو جو اڄ تائين قائم آهي.

دهليءَ ۾ هوس تہ پڌم تہ ”ٺڪر باپا“ برلامل، برلا هائوس سبزي منڊيءَ ۾ رهندو هو ۽ هريجن شيوڪ سنگهہ جو جنرل سيڪريٽري هو. مان ڪيس 1925 کان وٺي سڃاڻندو هوس، جڏهن هو گجرات ۾دوهاد ضلعي جي هڪ ڳوٺ ۾ ”ڀيل شيوا منڊل“ جو پايو وجهندڙ ۽ ڪم ڪندڙ هو. گجرات ۾ آءٌ ڳوٺن جو بہ سيلاني هوس ۽ سير ڪندي وڃي ڀيل ڳوٺ ۾ نڪتو هوس. ٻئي سال منڊل جي ساليانی اتسو ملهائڻ مهل مونکي سڀاپتي ٿيڻ لاءِ نينڊ ڏني هوائين. جڏهن آءٌ سنڌ ۾ هوس ۽ 1928 ۾ ٻوڏ سهائتا جو ڪم پئي ڪيم تڏهن گجرات ۾ ٻوڏ سهائتا جو ڪم ولڀ ڀائي وڏي پيماني تي پئي ڪيو ۽ سندس ساڄي هٿ جو ماڻهو ٺڪر باپا هو. ساري سنگهٺن جو مهندار هو ۽ مونکي بہ سنڌ ۾ مدد پهچائيندو هو. جڏهن دهليءَ ۾ آءٌ وڃي ساڻس مليس تہ آفيس ۾ڪرسيءَ تي ويٺو هو. مونکي ڏسي عجب ۾ وات ڦاڙي ٽپو ڏيئي اُٿي ڀاڪر پاتائين. چي تون هتي! تڏهن سارو قصو سڻايومانس ۽ چيومانس تہ، ”مان ۽ پرتاب سياڻي شملي ويندا سين، جتي اسان جي مهيني کن جو سفر ختم ٿيندو. سنڌ موٽي ترنگ وڃڻو اٿم ڇو تہ هلچل جاري آهي ۽ آءٌ پرانتڪ ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري آهيان.“ پر هو ڇو ٿو منهنجي ٻڌي، هٿ کان پڪڙي ڪرسيءَ تي وهاريائين ۽ پائيءَ کي چيائين تہ هن جو سامان هتي پهچايو ۽ تون پلي اڪيلو شملي جوسير وڃي ڪر. ٻوءِ آٿت ڏنائين تہ ٻن ڏينهن ۾ آءٌ پوني وڃڻو آهيان ۽ بابوءَ سان ملي توکي پڪ تار ڪرائيندس تہ دهليءَ ۾ هاڻي رهي ڪم ڪر.

انجام پورو ڪيائين ۽ آءٌ برلا هائوس (سبزي منڊي) ۾ هڪ وڏي ڪمري ۾ رهي پيس جو آفيس سان لڳو لڳ هو. دل ۾ چيم تہ هي قضا جو قلم آهي. اڳ 1 مارچ 1928 ۾ گانڌيجي لکيو هو تہ اڇوتپڻي جو ڪم ڪر ۽ ٻيهر وري 4 آڪٽوبر 1928 ۾ زور ڪيائين. فيبروري 1929 ۾ مون روبرو

ڪيس چيو هو تہ ٻوڏ سهائتا ختم ٿيڻ شرط اڪيلو فئملي سنڌ ۾ چڙهي اچي آشرم ۾ رهندس. سو سڀ وسري ڪونہ ويو هوم. مون کي اڇوت ۽ اڇوتپڻي جي ذري بہ ٻوجهہ ڪان هئي. من مراد هئي تہ سنڌ جي ڪنهن ڳوٺ ۾ رهي ڪسانن جي ڪا خدمت ڪندس پر قضا اهو نہ قبوليو. خبر نہ آهي گانڌيجي ڪيئن مونکي هن ڪم لاءِ ڳوليو ۽ چونڊيو. پر سائينءَ سڀ سولو ڪيو چو جو اهو ئي ڪم مونکي وڻيو ۽ منهنجي جيون جو خاص ڪم بڻجي پيو. اڄ بہ هريجن شيوڪ آهيان. ٻيا تڙ تانگهيم پر آخر هي تڙ ئي نصيب ٿيم. منهنجي فئمليءَ بہ جلد اچي مونسان ساٿ ٿي.

جلد نئين ڪم کي لڳي ويس. ڪي جات پات تي ڪتاب پڙهيم، ڪي سرڪاري رپورٽون اٿلايم، پروفيسر جو سپاءُ. سو جيڪو ڪم ڪٽندو آهيان تنهنجو پهرئين اپياس ڪندو آهيان پرڪاڳري ڪتابي پروفيسر ڪڏهن ڪونہ هوس. هڪدم ڪم لاءِ بہ بستيون ڪنيم. هڪ بستي دهلي جي الهندي پاسي مونکان ڏهاڪو ميل پري، جتي ”سانسي“ جرم مڪت جاتي ريگر پرا ۾ رهندي هئي. شڪار ڪندي ۽ چمڙا لاهي پچائي چم وڪڻندي هئي. ٻارن لاءِ اتي هڪ اوائلي اسڪول بہ کوليم. ٻي ڀنگين جي بستي نيا بزار ۾، مون کان ٽي کن ميل. دور ٽن طرف سندن گندي تہ ـ ماڙ بستي ۽ بلڪل وچ ۾عام پائخانو. گهرن اندر اهڙي بدبوءِ جو ويهڻ وهڻ مشڪل. ڪاڏي مهل ياڻ اڀتا پيا اچن. انهيءَ بستيءَ بابت مون ڇهہ کن ليک ”ينگ انڊيا“ ۾ لکيا ۽ پوءِ هڪ چونپڙي ڇپائي ورهائي. ڀنگي ڪم کان هاڻ واقف ٿيس جو آخر منهنجو مکيہ (هريجن) ڀنگي شيوا جو ڪم ٿي پيو. هر هڪ پرانت ۾ سنگهہ جي شاخ هئي ۽ ٺڪر باپا ۽ مان واري وٽيءَ سان دورا ڪندا هواسون. پوءِ ڪم مان وڌيڪ واقف ٿيندو ويس ۽ سندس دکي ڏپيل زندگي ڏسي دل ۾ همدردي بہ پيدا ٿيم. تان هريجن شيوا جيون جوآڌار ٿي پيم.

هڪڙي ڏينهن صبح جو ”هندستان ٽائيمس“ اخبار پڙهندي خبر پيم ته ديويداس گانڌي (گانڌيجيءَ جو ننڍي ۾ ننڍو پٽ) ۽ لڪشمي پوني ۾ شادي ڪري دهليءَ ۾ پهتا آهن ۽ اُمالڪ ديوداس گرفتار ڪيو ويو آهي. هڪدم اسٽيشن تي ويس پر پڌم ته لڪشمي ”گانڌي آشرم“ يعني کاڌي ڀنڊار چانڊني چونڪ ۾ ويئي آهي. گانڌيجيءَ جي چوٿين پٽ کي مان بلڪل ڪين سڃاڻندو هوس پر شري راجگوپال آچاريه جي ننڍيءَ ڌيءَ کي مدراس جي کادي دوري ۾ تيرو چنگيڊو آشرم ۾ گڏيو هوس. سندس وڏي ڀاءُ ۽ وڏيءَ ڀيڻ کي به گڏيو هوس. سو ساڻس گڏجڻ پنهنجو فرض سمجهم. هڪدم سڃاتائين ۽ کيڪاريائين. سمجهائڻ سرچائڻ کان پوءِ مون سان گڏجي برلا هائوس ۾ هلي. پوءِ تارن پٺيان تارن جو وارو آيو. برلا تار ڪئي ته پلي برلا هائوس ۾ رهي. گانڌيجيءَ تار ڪئي ته توسان آهي ته هٿيڪي آهي. مهاديو ڏيسائيءَ راجاجيءَ کي تار ڪئي ته ملڪاڻي گانڌيجيءَ جو ساٿي آهي ۽ توهين ڪو اونو نه ڪريو ۽ دهليءَ نه وڃو. ٻن هفتن کان پوءِ ديوداس آزاد ٿيو سو به اچي برلا هائوس ۾ رهيو. تان جو هن سان منهنجي گهاٽي دوستي ٿي ويئي. ايستائين جو دهليءَ ۾ سندس گهر آءُ پنهنجو ڪري سمجهندو هوس. هن جي مرتيو کان پوءِ دهليءَ ۾ پاڻکي اباڻڪو سمجهندو آهيان. 1968 ۾ لڪشمي به لڏي وڃي مدارس وسايو.

جڏهن 1933 ۾ هريجن سيوڪ سنگهه برپا ڪيو ويو ۽ ڪيترن پرانتن ۾ شاخون کوليون ويون تڏهن هندستان ۾ گانڌيجيءَ جي دوري جو پروگرام ٺهيو. 14 ڊسمبر 1933 کان وٺي ڏکڻ هندستان جو دؤرو شروع ٿيو ۽ انهيءَ سفر مهل پارٽيءَ جي چارج ۾ آءُ هوس. تاريخ 16 ڊسمبر جڏهن صبوح جو اسين بيزوادا پهتاسين تڏهن پهريون ڏونڌاريندڙ تجربو به شروع ٿيو. اسان کي ريلوي جي پل پار ڪرڻي هئي. سو گانڌيجيءَ جو گاڏو ڏڪي پل وٽ آڻي بيهاريون. ڪنهن تجويز سان پل تي چڙهيو ۽ اڳتي هليو. مان به

پنيان لتس پر ماڻهن جي پيرَ ۾ ڏوڪي پوءِ ڏڪجي پيل جي وچ ۾ روڪجي بيٺس. اوڏي مهل شڪر جو گانڌيجيءَ کن بيهي منهن ورائي ڏنو تہ مارا مان پل وچ ۾ مرڳو ڦاسي پيو آهيان. تڏهن بيهي رهيو ۽ مونکي اشارو ڪيائين تہ هلي اچ. ماڻهن بہ مونکي رستو ڏنو. تڏهن کان گانڌيجيءَ پهريون سبق سيکاريم تہ هميشہ منهنجي پنيان نہ لتڪ پر اڳيان چيتي تڪڙو هل. سو ليبر جو ليبر بڻيس تہ متان چيچي نہ وڃان.

جڏهن مدراس پهتاسين تڏهن بيو آزمودو مليم. هڪ شاهي ميٽنگ سمنڊ جي ڪناري تي ڪتي ۽ ميدان جي وچ ۾. بلين ۽ تختن جو اونچو منچ اڏيو ويو هو. ميٽنگ کان اڌ ڪلاڪ اڳ آءٌ منچ تي سولائي سان وڃي وينس. ٿوريءَ دير ۾ منچ طرف اهڙي ڏوڪ ڏوڪان تي جو منچ لڏڻ لڳو پوءِ ڏڏڻ لڳو ۽ جڻ تہ ڪرڻ لڳو. گڏس جون بتيون بہ سر وناڻ لڳيون ۽ جهولڻ لڳيون. هيٺ چارو طرف زالون، بار ٻڍا نہ اڳيان وڏي نہ پنيان هٽي سگهن. ماڻهو نہ هوا پر ننگا متا ۽ متا نہ متن جون لهرون هيون جي منچ تي ٿي لڳيون. پۇ هو تہ ڪنهن مهل بہ الائي ڇا ٿيندو. شڪر جو اوچتو گانڌيجي اچي پهتو ۽ لهرون بند ٿيون ۽ الائي ڪيئن پيچرو نهي ويو تان جو گانڌيجي منچ تي پهچي ويو. پوءِ بيهي، سانت ۾ هٿ جوڙي، چارو طرف نهاريائين ۽ هڪدم لهرن جي وير بہ لهي ويئي. جڻ ڪنهن جادوءَ سان ماڻهن جو سمنڊ لنگهي لهرن کي ماٺ ڪرايائين. هن کان پوءِ سکي ويس تہ گانڌيجي پر ۾ هوندو تہ جيءَ جي جفا سهي وجبي ۽ سک سان ميٽنگ هلندي ڪيترو سفر تہ موٽر ۾ ٿيو ۽ روز سؤ يا ڏيڍ سؤ ميل ڪبا هوا. تن چئن ميلن ۾ ڪو ڳوٺ آيو تہ موٽر بيهاري ڳوناٺيون زالون آرتي ڪنديون هيون. زالون مرد ائين ڪلاڪن جا ڪلاڪ واٽ تي بيٺا هوندا هوا جيسين "درسن" ملي. اڪيچار ماڻهو ۽ انيڪ ميڙ ڏسي پڌرو ٿيو تہ هي ڪم ايشوري هو ۽ ماڻهن جون دليون گانڌيجيءَ اُٿاريون هيون. اميدون اُٿيون تہ هي ڪهنو ۽ گهرو

مرض تنهنجو هاڻي حاذق حڪيم پيدا ٿيو آهي. اڳ بہ ڪئين ويج طبيب آيا. مهاوير ٻڌ، نانڪ، ڪبير، ديانند پر هي طبيب نہ پر جادوگر سنت هو.

جنهن نموني هن مرض تي حملو ڪيو اهڙو سخت حملو ٻئي ڪنهن ڪونہ ڪيو. عيسائن ۽ مسلمانن جي اتهاس ۾ جهاد ٿيندا ۽ جهاد ۾ ڪئين شهيد بہ ٿيندا هوا.هي بہ نئين قسم جو اهنسڪ جهاد هو جنهن ۾ اڇوتپڻي جو مرض خود شهيد ٿيو ۽ منش جو اندر ڪچ پوتر ٿيو. ڏڪ بہ ڪاپاري هنيائين، چي "هن پوتر ديو پوميءَ کي دشٽ پومي نہ بنايون. اونچ نيچ جو ڀيد اهو دئتن جو مرڪ آهي." ايشور جي ڌيرج کي بہ ڪا حد آهي، ڪير ڄاڻي هاڻي بي صبر ٿيو هجي. هاڻي هي انسان جو انسان سان قهر ڏسي متان اڏير ٿئي"

"جيڪڏهن منهنجو من انهيءَ نتيجي تي پهچي تہ هندو ڌرم کي اهو اڇوتپڻو سويڪار آهي تہ مان اهڙو ڌرم جيڪر تياڳ ڪريان. جي اڇوتپڻو ڌرم ۾ رهيو تہ اهو ڌرم ناس ٿي ويندو...." هي وچن هڪ مها پرش جا هوا ۽ اهي دکيءَ دل جون آهون هيون. انهن جو گهرو اثر بہ دلين تي ٿيو. اهڙا تيراڳي ڪنهن بہ ڪين چوڙيا جي دليون گهائي وجهن. گانڌيجي ڪو رواجي سڌارڪ نہ هو پر هڪ انقلابي هو جنهن جڙ گيتا ۾ ڪروکيترـ يڌ جهڙو نئون ميدان تيار ڪيو.

# هريجن دؤرو

هي مهاتما کو سڪٽو ساڌو بہ نہ هو جنهن کي ڪا تن سان تار لڳي هئي، پر هڪ نئين قسم جو پتارو واٽيو بہ بڻيو هو. هريجن شيوا لاءِ ناڻو بہ ڪنو ڪندو رهيو. ريل ۾ سفر ڪندي گاڏي اسٽيشن تي بيهي مس تہ هي ڪچڙ بنا دري کوسي سسي باهر ڪڍي هٿ ڊگهيري واڪو ڪندو هو تہ "ڊبُو ڊبُو" يعني ناڻو ڏيو. پوءِ تہ ناڻي جا ڍير اچي گاڏي ۾ گڏ ٿيندا هوا جي اسين سنڀاليندا هواسين. ڪوڪونڊا اسٽيشن تي مينهن پوڙ ڪري ماڻهو ٿورا آيا ۽ پئسا بہ گهٽ ڪنا ٿيا. موٽر ۾ هڪ مڪاني ليڊر پڇيس تہ: "ڪيئن بہ ڪري هڪ هزار گڏ ڪري پهچائيندا سون پوءِ تہ راضي ٿيندا؟" وراڻي ڏنائين تہ "راضي! آگ بہ ڪڏهن ترپت ٿيندي آهي؟ جيترو منجهس گيهہ اوتيو اترو پڙڪندي ۽ وڌيڪ گهرندي...." مدراس ۾ اوچتو واٽ ويندي ڪنهن اسان جي موٽر واٽ تي بيهاري ۽ نيزاري ڪئي تہ "هتان پنهنجا پوترـ چرن هريجن اسڪول مان گهمائي پوءِ وڃو." جنهن عرض تي ڪيو تنهن جي واٽ مان نڪري ويو. "مهاتما جي آءٌ چارٽرڊ بئنڪ جو مکيہ خزانچي آهيان.." نڪ جواب آيو "تڏهن پلا منهنجو حصو ڪٽي، حصو ڏي..." ۽ واٽ پٽي تهڪ ڏنائين پر ويچارو خزانچي وائڙو ٿي ويو.

هڪ شخص جي ڪنهن چاڙ سجاٽپ ڪرائي تہ "مهاتماجي هي ڊاڪٽر آهي." نڪ حاضر جواب آيو تہ "ڊاڪٽر آهي پر داني بہ آهي!" بئي ڪنهن عرض ڪيس تہ فلاڻي ناميارِي جوتشيءَ کي هٿ ڏيکاريو. پر ڏيندو چا؟ "جي توهين ڏيندا تہ ڪنهن بئي داني دوست کي چئو تہ توهان کي ڏئي. سو نيڪ! ڪير بہ ڏئي پر شرط اهو تہ هٿ ڏيکارڻيءَ جا هڪ هزار رپيا." ڪا بہ استري يا ڇوڪري زيور پائي آئي تہ زيورن جي سلامتي نہ هئي. "هن هٿ تي بہ منڊيون چاجون؟ هڪ لاهي مونکي ڏي:" ڪير جو نہ ڏئي. ميٽنگن ۾ زيورن ۽ سوکڙين جو کلندي نيلام ڪندو هو ۽ ڏاڍي رمز سان واڪ ڏيندو هو.

ڪو پڪو ڏنڌئي بہ اهڙا واڪ ڪين ڏيئي سگهي. ڪئين واڪ ڏيندي دير ٿي ويندي هئي تہ آءٌ واچ ڪٺي اڳيان ڏيندو هو سانس. پر مونکي پوءِ سمجهائيندو هو. تہ "وقت تہ وچايم پر ناٽو جو ڪمايم ۽ سو بہ هريجنن لاءِ. سو سنو سودو ڪين ڪيم؟" ميتنگ ۾ بيهي واڪ ڏيڻ ڪو سؤلو ڪم نہ هو. هڪ پيري چيائيم تہ "نيلام ڪرڻ تقريرن ڪرڻ کان وڌيڪ اؤکا آهن. نيلام مهل خريدارن جا منهن ۽ مزاج جاچڻا ٿا پون, نہ تقريرن ڏيندي"

جڏهن بئنگلور پهتاسين تڏهن سانجهيءَ جو شاهي ميتنگ ۾ ڏاڍا مٺيا ۽ سوڪڙيون مليون. واڪ ڏيندي گهڻي دير ٿي ويئي. تڏهن پڌرو ڪيائين تہ "سياڻي منجهند جو 12 بجي مسٽر ملڪاڻي ڪمار پارڪ هال ۾ باقي زيور نيلام ڪندو." بئنگلور ۾ اسين ڪمار پارڪ محل ۾ لٿل هواسين. گانڌي جي تہ محل جي وڏي وراندي ۾ گاديلو ۽ طول وچارائي پنهنجي بينڪ ڪئي. پر محل ۾ هڪ وڏو عمدو نيلو ڪمرو ۽ ساٽس اشنان جو ڪمرو مونکي ڏنو ويو. اتفاق سان ڏاڍو ٿڪل هوس ۽ بئي ڏينهن ذرا بخار بہ چڙهي ويم. باقي جونرم گرم بستري تي ليٽيس سو ننڊ ڪٺي ويم ۽ 2 وڄي ويا پر رات جي پڌرائي وسري ويم. ڪي ماڻهو نيلام جي وقت آيا ۽ مونکي نہ ڏسي دانهي ٿي گانڌيجيءَ وٽ ويا. هن هڪدم پيغام موڪليو ۽ مون هڪدم جواب ڏنو تہ بخار ڪري ڳالهہ وسري ويم, معافي. پر هڪ پرزي تي لکي موڪليائين تہ "بخار جي ڇو ڪونہ خبر ڏنئہ؟ هاڻي جيڪي نيلام تي آيا تنکي ڳولي وڃي نيلام ڪر." پر مونکي ڪو ڪونہ مليو ۽ جهڙو ويس تهڙو ئي موٽي آيس. پر اها سندس مني جهڻڪ ياد اٿم ۽ پرزو بہ ساڻ اٿم. ماڻهو پنهنجو فرض نہ وساري ۽ ڏنل وچن پاڙي.

اسان جا پروگرام ڏاڍا لنبا ۽ ڍگها ۽ ڏکيا هوندا هوا. هڪ پيري وات تي 12 لڳي ويا پر اجا هڪ ڳوٺ باقي هو. مون چيو تہ انهيءَ کي ڪٺي ڇڏجي. پر چيائين تہ خلق گڏ ٿي هوندي ۽ اکيون وجهي ويٺي هوندي. هنن جو ڪهڙو

ڏوهہ دير اسانجي، ڏوهہ ڪم ڪندڙن جو ضرور هلبو. ٻئي پيري منجهند جو 2 بجي لٽجي ٽڪجي موٽياسين. مونکي چيائين تہ جلد ماني کائي وٺ، ڇو جو ڪلاڪ اندر وري نڪرڻو آهي. پاڻ سڌو اسنان ڪرڻ ويو ۽ تڙ ڪري تازو توانو ٿيو پر پورو ڪلاڪ ورتائين: پر تڪڙ ۾ ماني ڪين ڳڙڪاياڻين. منجهند جي ماني ڪاٺا ڪري ڇڏيائين. مان بہ سفر ۾ تيز ۽ تکو هوندو هوس. ٻڪ ٻوڙ دڙ ڀاءُ، ڪم ڪار ۾ پورو ۽ گانڌي جي چوندو هو تہ "Malkani has a wiry body" پر جڏهن ڪتان نڪرندا هواسون تہ پاڻ سان عجيب غريب شيون گانڌي جيءَ جون کڻندو هوس. وڏي ڳوٿري ڪاغذن لاءِ، دوائن جي ننڍي پيتي ترت علاج لاءِ، هڪ وهاٽو هڪ ڪڙهيل پاٽيءَ جو شيشو وغيره. اهي سڀ کڻي ٽپو ڏيئي ساٽس گڏ موٽر ۾ وهندو هوس. وات تي ڪا منزل 15_20 منٽن جي هوندي هئي تہ وهاٽو وني مٿئين خاني ۾ سمهي پوندو هوس آءٌ لهي هيٺ وهندو هوس. هڪ پيري پاٽيءَ جي ٻاٽلي گهريائين ۽ کڻي ڳوليان تہ لڀيئي نہ. تڪڙ ۾ وسري ويئي هيم. پاٽيءَ جا وات تي کوهہ ۽ ڍنڍون پر اهو پاٽي چوتو پيئي. اهو پاٽي هن لاءِ صفا پاٽي نہ هو. مان بہ سراپجي ويس ۽ هن بہ ڪڇيو ڪونہ. اڳتي لاءِ سکيس ۽ پاٽيءَ جي ٻاٽلي پوءِ جيءَ سان سنڀاليندو هوس.

منهنجو تامل ناڊ، آنڌرا ۽ مئسور جوسفر 16 جنوري پورو ٿيو ۽ مئنگلور مان جهاز رستي بمبئيءَ موٽيس تہ نڪر ٻاپا اچي وارو ورتو. هريجن سفر ۾ گانڌيجيءَ سان وري شامل نہ ٿيس پر تنهن ڪري ڪو هيڊ آفيس ۾ڀڏجي نہ وينس. ڏنو اٿم تہ آءٌ وهڪ واري سياو جو نہ آهيان. اڌ ڏينهن چڪر تي تہ اڌ ڏينهن آفيس ۾: ٽي هفتا آفيس ۾ تہ هفتو ڏيڍ سفر ۾. هڪ سفر ۾ مڌيہ پرديش ڏي ويس. سفر ۾ ساڻ پرانتڪ سيڪريٽري ۽ منهنجي هڪ دوست جو ڪاليجي پٽ هو. سفر ختم ٿيو ۽ اسين وچي وارڌا جي آشرم ۾ گانڌيجيءَ وٽ لٿاسين. پڇيائين تہ هي ڪهڙو نوجوان ساڻ کنيو

اٿيئي. وات مان نڪري ويم تہ ”ملڪ ڏسڻ لاءِ ۽ هن کي مڙس بنائڻ لاءِ.“ ڪليائين ۽ ڪلي ورجايائين تہ ” To make a man of him...a bold thing to do“ پوءِ سنپاليم تہ ڪير ٿو ٻئي ڪنهن کي ”نرمرد“ بنائي سگهي ۽ آءُ ڪير جو ائين ڪري سگهان؟

بہ پهرن جو گانڌيجيءَ کي چتايم تہ آءُ ونويا سان ملڻ لاءِ سندس ڳوٺ ۾ وڃان ٿو پر پرارٿنا وقت موٽي ايندس. ڳوٺ چار پنج ميل پرڀرو هو. مان هميشہ ٻاهر پوري پوشاڪ پائي نڪرندو آهيان. ٽوپي، صدري، سٿڻ ۽ جتي. انهيءَ ڏينهن الائي ڇو سٿڻ بدران ڪڇو ۽ جتيءَ بدران چمپل پائي نڪري پيس. ٽانگي ۾ وياسين ۽ پوءِ ڳوٺ ۾ چيائون تہ ونويا وري ٻئي ڳوٺ ۾ ويو آهي، ترسو جيسين موٽي ٽانگو ڇڏيوسين ۽ ماني اُتي ڪاڌيسين. منهن اونداهي ٿي تڏهن ونويا آيو ۽ گڏيو. تڏهن ونويا بيو هو ۽ ڪلڻ ۽ ڪيڪارڻ ڏانءِ نہ ايندو هوس. ساڍس ملي پانڌيئڙا پنڌ پياسين. ميل ڪن مس هلياسين تہ برسات جون بوندون پوڻ لڳيون. اوندهہ ۾ ڊوڙي هڪ وڻ هيٺان اجهو ورتم، تہ اوچتو ڏائي پير جي ڪڙيءَ ۾ چڪ پيم. سمجهيم تہ متان نانگ هجي سو ٻنهي جا رومال وٺي پنهنجو ڪيڏي وٽي رسي ٺاهي مري تي زور سان ٻڌيم. پوءِ ٻنهي يارن کي چيم تہ ٻانهن تي وهڪ ٺاهي کڻي هلوم. سو ويچارا رات جو پڙيانگ ۾ ڪيترو کڻي هلن. هڪ ڊگي گاڏي شهر کان ڳوٺ ڏي ٿي موٽي. عرض ڪيوسين تہ ڊگي گاڏي مونکي کڻي هلي، پر گاڏير چوي تہ مونکي دير ٿي ويندي. هڪ سائيڪل وارو لنگهيو. تنهن کي عرض ڪيوسين تہ مونکي سائيڪل تي وهاري هل پر هن بہ چيو تہ مونکي دير ٿيندي. پوءِ هڪ موٽر لنگهي تنهن کي بيهاريوسين تہ موٽر وارو بينو ئي نہ. نيٺ ٻي هڪ موٽر لنگهي جنهن ۾ گانڌي ٽوپيءَ وارو ڊرائيور هو. سو سول اسپتال ڏي کڻي هليو تہ سول سرجن ڪلب ۾ وندر لاءِ ويو هو. سو ڪلب مان هڪدم موٽيو تہ جنهن کي آپريشن ڪمري جي ڪنجي هئي سو نہ لڀي.

نيٺ ڪنجي بہ ملي. مان آپريشن ٽيبل تي سمهيس ۽ ڊاڪٽر پير ٽپاسيو تہ چيو تہ برابر نانگ ڪکيو آهي. هڪدم بہ وڏا چهڪ ڏنائين ۽ گندي رت جو ڪوپ پري ڪڍيائين ۽ پوءِ اسپتال ۾ سمهڻ جو بندوبست ڪيائين. جڏهن سڀ نيڪ ٿيو تڏهن گانڌيجيءَ کي فون ڪيائين تہ آپريشن ٿي چڪو ۽ خطرو بلڪل ڪونهي. توهين تڪليف نہ ونجو.

ٻئي ڏينهن صبح جو گانڌيجي آيو ۽ مونکي کيڪاريائين، ائين بہ چيائين تہ هوش ۽ سمجهہ کان ڪم ورتو اٿيئي ۽ پاڻ بچايو اٿيئي. مونکي بہ ياد آهي تہ اوڏي مهل موت جو ڊپ ڪونہ هوم، پر ڇا ڪجي سوئي ويچار هوم ۽ ائين هڪدم ڪيم. ارمان ايترو ٿيم تہ ڍِڳي گاڏير، سائيڪل واري ۽ موٽر واري ۾ انسانيت جي بوءِ ڪا نہ هئي. اڪثر اسين ٻئي جو خيال نٿا ڪريون.

منهنجو ٻيو هريجن دؤرو 21 مئي 1934 ۾ اوڙيسا ۾ شروع ٿيو. گانڌي جي پاننا جي ”پيلي ڪونيءَ“ ۾ لٽل هو. تڏهن فيصلو ٿيو تہ هلچل بند ڪجي. گانڌيجيءَ هڪ بيان تيار ڪيو تہ ڇو هلچل بند ڪجي. اسان سيني کي بيان نہ آئڙيو ڇو جو هلچل بند ڪرڻ لاءِ جو سبب ڏيکاريو هوائين سو ڪافي نظر نہ آيو. تڏهن هلچل ڍري ٿي ويئي هئي ۽ جيل اندر ڪانگريسي بہ ٻاهر نڪرڻ لاءِ آتا هوا. هڪ ڏينهن صبح جو گانڌيجي ميدان ۾ پنڌ پئي ڪيو ۽ مان ساٿس هوس. تڏهن چيومانس تہ ”باپو هلچل بند ڪرڻ جو فيصلو توهان نيڪ ڪيو آهي جڻ منڍيءَ تي ٺڪ. پر بيان ۾ جو سبب ڏنو اٿو سو مونکي تہ سمجهڻ ۾ نٿو اچي.“ تڏهن کلي چيائين تہ ”سبب کي ڪٽي ڇڏي ڏي، تون فيصلي کي وٺ.“

توڙي گانڌيجي غلط بہ هجي، تہ اسان جو منجهس ايترو وشواس هو جو سمجهندا هواسين تہ آخر اسان کان وڌيڪ صحيح هوندو. ايترو تہ پڌرو هو تہ جا سياسي هلچل هن وقت جڻ منزل کان پري هئي سا هريجن اُڌار جي

هلچل بڻجي ترقيءَ کي وجي پهتي ۽ جڻ انقلابي بڻجي پيئي. هار مان جيت تي پيئي.

اوڙيسا جو دؤرو گانڌيجيءَ جي پد ياترا جو پهريون دورو هو. سو دوري جو پروگرام ۽ پريوجن بہ نيارو هو. گانڌيجي پرهہ ڦٽيءَ جو ٽي بجي جاڳي پنهنجي لکپڙهہ نيڪال ڪندو هو. سندس پارٽي 4 بجي اُٿي ضروري حاجون لاهي 20_4 پرارٿنا، 45_4 ناشتو 5 بجي بسترو گول ۽ 5:45 وڳي گاڏين ۾ سامان لڏي ڪوچ روز صبح جو 4،3 ميل پنڌ. ڳوٺ ۾ پهچندي سڌو ميٽنگ ڏي، پينرن جي پارٽي رنڌٽي ڏي، باقي مردن جي پارٽي مون سان ٻهاريون ۽ ٽوڪريون کڻي هريجن بستيءَ جي صفائي ڏي. سانجهيءَ جو 5 بجي ڪائي پيئي وري ٽي چار ميل لتاڙي ٻئي ڳوٺ ۾ منزل. ڪئمپ ۾ بہ ٽي ڪڏون پايخاني لاءِ هڪ وڏي کڏ ڪچري لاءِ. ڪڏون پري پوءِ ڪوچ ڪندا هواسين. هن ڪوچ ۾ اسين ۽ گانڌيجي ڏاڍا خوش هواسين. ڇا جا ڳوڙ گبنوڙ ڇا جي ڏڪا ڏوڪي، ڇا جي مٽي ۽ ڌوڙ هوا تازي پر رستا ڪچا. گانڌيجي پنڌ ڪندي اسان سان ڳالهيون ۽ چرچا ڪندو هلندو هو. هڪ پيري ڳوٺ ٿورو پريرو هو ۽ سڄو سارو ميل وٺي دوڙ پاتائين ۽ سڀ کلندا ٽهڪ ڏيندا ڊوڙيا ۽ هريجن دهلاري دهل جي دس وجائيندا هليا. هن پد ياترا جو ڳوٺن تي ۽ ڳوٺ سڌار تي پرياو ٿيو. خبر نہ آهي تہ ڇو بيهر تيهر پد ياترا نہ ڪيائين. شايد هندستان جو هيڏو پرکنڊ اورانگهڻو هوس. سفر ٽي ٽي هفتا هليو. هريجن دورو پارت ۾ بہ سال هليو پر مون ست هفتا مس ساٿس دؤرو ڪيو. جيڪي پڌم۔ ڏٺم ۽ سمجهيم سو مون لاءِ هڪ اَد پت اَنيوُ هو. موٽي ڪن اخبارن ۾ لکيم ۽ هڪ ننڍڙو سنڌي ڪتاب، ”مهاتما سان ڳالهيون“ بہ لکيم. مون پانيو تہ واري وٽيءَ تي مان بہ دؤري ۾ شامل ٿيندس پر نڪر باپا وري وارو نہ ڏنو.

هريجن سيوڪ سنگهه شروع ۾ برلا مل ۾ ڪوليو ويو. هاڻي فيصلو ٿيو ته هڪ هريجن ڪالوني ٺاهجي جنهن ۾ هيڊ آفيس سان گڏ ڪجهه هريجن ڪاريه ڪرم به ڪيو وڃي ۽ اهو ڪم مون تي رکيو ويو. مون ته ڪڏهن ڪا جڳهه ڪانه ٺهرائي هئي. نڪر پاپا انجنير هو پر ته به اهو ڪم مون پاڻ تي کنيو. مهيني ڏيڍ اندر هڪ ويهن ايڪڙن جو عمدو پلاٽ ”ڍاڪا“ ڳوٺ پرسان ويهن هزارن رپين ۾ خريد ڪيم. رستي جو نالو ”ڪنگس وي“ هو جو جڏهن انگلنڊ جي بادشاهه جارج پنجين جي ڊسمبر 1911 ۾ دهليءَ ۾ تاجپوشي ٿي هئي تڏهن انهيءَ رستي تان جلوس هليو هو ۽ تاج پوشيءَ جي جڳهه ميل مس پري هئي. مان هڪ سمجهدار ڪلارڪ کي ساڻ وٺي هڪ جهوپڙيءَ ۾ وڃي رهيس. مهيني کن اندر هڪ پڪي جڳهه تيار ڪيم ۽ گانڌيجيءَ کي اچي رهڻ جي نينڊ ڏنيم. پٺ ۾ جڳهه وڌيس. پوءِ ڇهن ستن مهينن اندر ڪالوني تيار ٿي ويئي. جنهن ۾ ڇهه کن ٻن ڪوٺين واريون پڪيون جڳهيون ـ هڪ هڪ تي فقط ٻه هزار رپيا خرچ. هڪ پاسي رهڻ جون ۽ ٻئي پاسي هريجن ڇوڪرن جي رهڻ لاءِ ڇاترالیہ ۽ اديوگ شالا, هٿ جا ڏنڏا سيکارڻ لاءِ. وچ ۾ راندين لاءِ شاهي ڪليل ميدان هو. سڄو ڪم 75 هزارن رپين ۾ ٿيو ۽ ڇهين مهيني اندر! ڪم جڏهن پوروٿيو ته گانڌيجيءَ کي وري نينڊ ڏنم. جڏهن ڪالونيءَ ۾ گهڙيو تڏهن گهنشامداس برلا ساڻ هوس. پنڌ ڪندي وات تي گانڌيجيءَ مهڻو ڏنم ته: ”تو ته هريجنن لاءِ هي محل ٺهرايا آهن.“ جواب ۾ وراڻيم ته ”توهان جي جيئري جڏهن برلا جي ساڻ آهي تڏهن محل نه ٺهرائيندس ته پوءِ ڪڏهن ٺهرائيندس.“ آهستي آهستي ٻيون به جڳهيون, آفيسون ٽن سون وديارٿين لاءِ هاسٽل, هڪ مندر, هڪ ڏرم استمب به ٺهيا آهن. هاڻي سڄي ملڪيت 25 لک لهي! منهنجي خيال ۾ گانڌيجيءَ جي ڪالونين ۾ هن ڪالونيءَ جو اڏاوتي ڪم هڪ عمدي نقشي پٽاندڙ سستو ۽ ٺاهوڪو ٿيو آهي ۽ پوءِ وڌيو آهي. هن کان پوءِ

گانڌيجي جڏهن ڪڏهن دهليءَ ۾ ايندو هو تہ هن ڪالونيءَ ۾ رهندو هو ۽ ڪانگريس جا ميڙ بہ اتي ئي ٿيندا هوا. پوءِ ديوداس بہ برلا هائوس چڙي گانڌيجيءَ لاءِ خاص جڳهہ ۾ ڪي سال مون سان اچي رهيو.

ڪالوني نهرڻ ڪان پوءِ آفيس ٿانئيڪي ٿي ۽ اسين ڪم ڪندڙ بہ ٿانئيڪا ٿياسين. مکيہ ڪم هو تہ اڇوتپڻو ڪيئن هندو جاتيءَ مان تڙي ڪڍجي. هندن جي مڃتا موجب ڌرم جا چار ورڻ آهن. اهي ورڻ پهرئين "رنگ" موجب هوا. آريہ قوم گوري هئي ۽ انهن جو هڪ ورڻ هو پر پوءِ ڦري ٿي ورڻ ٿيا. يعني پهرئين ڪتري، پوءِ وئش ۽ آخر برهمڻ. باقي آدي رهواسي سي سڀ هوا ڪارا. ويچارا اهي شودر ليکيا ويا. صدين ڪان پوءِ اهي چار ورڻ ڌنڌي موجب بڻيا، جي چار ڌنڌا پراچين ڪال ۾ پرڌان ليکبا هوا. پر شايد اوائل ۾ فقط ٽي ورڻ ۽ ڌنڌا سمان سمجهبا هوا ۽ رڳو شودر نيچ سمجهبا هوا. وقت گذرندي چارئي ورڻ ۽ ڌنڌا جائي جم ڪان اوچ نيچ جو پيد ياو رکڻ لڳا. ۽ کاڌي پيتي، حقي پاڻيءَ ۽ ملڻ جهلڻ جو پيد رکڻ لڳا. اهو پيد شروع ۾ رنگ جو پوءِ ڌنڌي جو ۽ آخر جنم جو ٿي پيو. تان جو چار ورڻ ڦٽي چار هزار جاتيون ۽ پيٽا جاتيون بڻجي پيون. ڪيئن ۽ ڪڏهن بڻيون سو اتهاس تہ نٽو بڌائي سگهي.

پر انهن چئن ورڻن ڪان سواءِ هڪ پنجون آورڻ (يعني چئن ورڻن ڪان ٻاهر) بہ بڻيو جو شاسترن ۾ ڪونهي. اهو پنجون اورڻ بہ ٻين چئن ورڻن وانگر ڦٽي ڪئين جاتيون ٿيون ۽ جن جو پاڻ ۾ جنم ڪان، اونچ نيچ جو پيد ياو رهيو ۽ کاڌي پيتي وغيرهہ جي بندش رهي. پر الائي ڪيئن ۽ ڇو انهيءَ پنجين اورڻ جون سڀ جاتيون "اڇوت" ليکيون ويون. ڊاڪٽر امبيڊڪر جو چوڻ آهي تہ ڪن صدين ڪان پوءِ هندن گئو ماتا جي پوڄا شروع ڪئي ۽ گئو ماتا جي هتيا ڪرڻ مها پاپ سمجهيو. اڇوت اهي ٿيا جي سماج جي مڃتا ورڌ گئو ماس کائيندا رهيا. تنهن ڪري هندو سماج جي ٻاهر ۽ دور

سمجهيا ويا. ڪي اهڙا بہ هوا جن شادي اونچي ورڻ يا جاتي ۾ ڪئي ۽ اهڙيون شاديون ”پرتلوم“ اُلٽو گڏيل سڏيل ليکيون وييون. ڪي گندا ڌنڌا ڪندا هوا، ڪڏا ۽ سماج خلاف ڌنڌا ڪندا هوا. سي ٿيا اڇوت. بہ ڳالهيون سمجهہ ۾ نٿيون اچن. هڪڙو تہ جنم ڪان اونچ نيچ. ٻيو تہ اڇوت. ٻين ملڪن ۾ شايد جنم ڪان اونچ نيچ جو ڀيد ياو هجي پر ڀارت ڪان سواءِ ٻيو ڪٿي بہ اڇوتپڻو ڪونهي. هڪ ڀيري گانڌيجيءَ ڪان پڇيم تہ اڇوتپڻو ڪيئن پيدا ٿيو؟ جواب ڏنائين تہ ڪنهن جڳ ۾ هندن جا مغز مد مغز ٿي پيا ۽ منش منش کي اڇوت سمجهڻ لڳا. پر مورک ۽ مد مغز دنيا جي ٻين ملڪن ۾ بہ هوا ۽ آهن، پر اتي اڇوتپڻو ڪونهي.

گانڌيجيءَ جي دوري جا بہ وڏا اثر ٿيا. هڪ تہ ثابت ڪيائين تہ اڇوتپڻو هندو ڌرم جي ورڏ آهي، سناتن ڌرم ۾ فقط چار ورڻ هوا سي بہ سمان ليکبا هوا. هزارها جاتيون نہ هندو ڌرم پر هندو سماج اٿپن ڪيون. گيتا جي ڪئين شلوڪن ۾ اچاريل آهي تہ ”سمهہ سرواٽي يوتاني“ يعني سڀ پراڻي سمان آهن، اسمانتا اڌرم آهي. هڪ ڀيري مونکي چيائين تہ: ”ڌرم موجب ڪو جنم ڪان وني اونچ نيچ جو ڀيد ڪونهي. پرمپرا ڪان ڌرم جي اها ميتا آهي تہ اهو منش اونچو آهي جو پاڻ کي نيچو نماڻو سمجهي ٿو ۽ اهو نيچ آهي جو پاڻ کي اونچو ٿو سمجهي. شاسترن ۾ اهڙو ڪو بہ ڀيد ڪونهي.“ اها ميتا هاڻي پڙهيلن پنڊتن ۽ شاسترن جي بہ ٿي ويئي آهي ۽ ڪنهن کي بہ هاڻي همٿ نٿي ٿئي جو شدمد سان چوي تہ ڪي ماڻهو جم ڪان اونچا نيچا آهن. ٻيو اثر هي ٿيو آهي تہ اڇوت بہ ٻين جهڙا هندو آهن. بلڪ مٿن صدين لاڪر اتياچار هوندي بہ هندو رهيا هوا. ايشور جي دربار ۾ هو وڌيڪ پيارا آهن. ”هريجن“ آهن چاڪاڻ تہ هو دکي (آرت) آهن ۽ ايشور هيڻن جو همراهہ آهي. تنهنڪري سيني مندرن ۾ پرويش ڪرڻ هنن جو حق آهي. گانڌيجيءَ مندر پرويش ڪرڻ لاءِ ٻن پراچين مندرن مٿان ستياگرهہ ڪيو:

گروايور ۽ وانڪوم ۾. هاڻي تہ سڀ سارو جنڪ ۽ پراچين تيرٿن جا مندر سندن لاءِ کلي ويا آهن.

پر هندو سماج، خاص ڪري ڳوٺن ۾ اڇوتپڻي جي رواج رسم کي ڇهڻو پيو آهي. پنجن ڇهن لکن ڳوٺن ۾ پهچڻ ۽ اڻ پڙهيل ڪٽر خيال وارن هندن جي رواج ۽ من کي ڦيرائڻ جو ڳرو سوال کڙو آهي. ڳوٺن جي خانگي کوهن، بلڪ کن ساروجنڪ کوهن تي بہ اڳين بندش قائم آهي. مون تن ڏينهن ۾ "پاڻي فند" جاري ڪيو هو ۽ جگل ڪشور برلا جو "دان وير" ليکبو هو تنهن جي سهائتا سان. جڏهن آزادي آئي تڏهن اسان جي سرڪار ڳوٺن لاءِ پاڻي فند پنج سالي يوجنائن ۾ خاص طور ڏار ڪري رکيو ۽ تنهن کان سواءِ هريجنن لاءِ جتي ڪٿي کوهہ ناهيا ۽ پراڻا کوليا. هي ڪم بلڪل ضروري آهي پر اهو تڏهن ۽ تڪڙو ٿيندو جڏهن هريجن پاڻ ستياگرهہ ڪري کوهن تي چڙهائي ڪندا ۽ قرباني ڪندا. ڪا بہ ستايل ۽ آزاريل قوم قربانيءَ کان سواءِ ظلم ۽ ستم دور نہ ڪري سگهندي.

پر بيا بہ ڪيترا سماجڪ اهنج ايذاءَ آهن جي اڃا چالو آهن. چانهہ ۽ نانواين جا دڪان هريجنن جو پيد ياو رکن ٿا، حجام، ڌوٻي ٻانيڻ بہ هريجنن جو پيد رکن ٿا. پر اهي سڀ اهنج، ننڍا يا وڏا، سماجڪ آهن ۽ نہ ڌرمي، اهو سماج بہ پراڻو ڪٽر ڳوٺاڻو سماج. انهي سماج کي ننڍ مان ڌونڌاري اٿارڻو ۽ سڌارڻو آهي. اڄ ڪلهہ جا پڙهيل ۽ سجاڳ هريجن سرڪاري نوڪرين لاءِ آتا آهن ۽ چونڊن کان پوءِ ميمبر ۽ منسٽر بڻجڻ لاءِ آجهرن ٿا. ڪي ٿورا هريجن ليندا جي شيوا ڪري ڪين سجاڳ ڪرڻ لاءِ تيار آهن. بلڪہ ڪيترا اهڙا بہ آهن جي واڪا ڪن ٿا اسان کي هي ڏيو ۽ هو ڏيو پر پاڻ سماج کي ٿورو ڪجهہ مس ٿا ڏين. ٽن يوجنائن ۾ ڪل 75 ڪروڙ رپيا خرچ ٿي ويا آهن ۽ چوٿينءَ ۾ شايد 50 ڪروڙ بيا بہ خرچ ڪيا ويندا پر اهو ناڻو خاص ڪري تعليم، آرٿڪ واڌاري ۽ جڳهين جوڙڻ ۽ زمين خريد ڪرڻ

پنيان خرچ ٿيو وڃي، پراڻا اهنج، جن ڪري اڇوتپڻو هلندو ٿو اچي ۽ جن مٿان خرچ بلڪل ٿورو ٿو ٿئي، تن ڏي ٿورڙو ڌيان ڏنو ٿو وڃي. بلڪ ائين پيو لڳي تہ اهي ايذاءَ هلندا ۽ انهن جي صدقي سهائتا جا ڪروڙها رپيا اُڏايا ويندا.

هريجن ڪالونيءَ ۾ هڪ اُديوگ شالا بہ هئي جنهن ۾ ڪيترن ڳوناڻن کي هٿ جا سولا ڏنڊا بہ سيکاريا ويندا هوا. خيال هو تہ اهي ڏنڊا سکي اهي وديارٿي ڳوٺن جا ڏنڊا سڌاريندا ۽ هريجن ڀائرن جي شيوا بہ ڪندا يا اڇوتپڻو ناس ڪندا. هن وقت ٿي اُديوگ شالائون آهن جن ۾ اٽڪل ڇهہ ست سؤ هريجن هنر سکن ٿا. پر ڪي ٿورڙا پنهنجن ڳوٺن ڏي موٽي وڃن ٿا ۽ ڪي ٿورا پراڻا گندا چماڙڪا ڏنڊا سکن ٿا. منهنجي خيال ۾ اهي گندا ڏنڊا صفائيءَ سان بهتر مشين سان ٿيڻ کپن. بيو تہ اهي ڏنڊا هاڻي هندو سورن جاتين کي ڪرڻ گهرجن تہ صفائيءَ سان ٿين. باقي پڙهيل ۽ هنر وارا هريجن پنهنجا ڳوٺ ۽ اتان جا ڀائر ڇڏي وڃي شهر وسائيندا تہ اڇوتپڻي جو مرض ويتر دير سان مٽبو.

ڪالونيءَ ۾ رهڻ ڪري ڪئين مشهور ماڻهو اتي اچڻ ۽ رهڻ لڳا. جواهر لال جي جڏهن ڪالونيءَ ۾ ايندو هو تڏهن مون سان منهنجي ڪٽيا ۾ مٽي ماڙيءَ واري ڪوٺڙيءَ ۾ رهندو هو. ساڳيءَ طرح خان عبدالغفار خان صاحب بہ مون وٽ رهندو هو. بلڪ وڏي خاندان جي مسلم استري، بيبي امتل سلام، جنهن کي هريجن شيوا لاءِ گانڌيجيءَ موڪليو هو جي خاص ڪٽيا بہ مون پنهنجي پرسان نهرائي.

هريجن شيوڪ سنگهہ هڪ اکل ڀارت سنگهہ هو. هيستائين مون بهار، گجرات ۽ پوءِ سنڌ ۾ ڪم ڪيو هو. هاڻي مان پرانتڪ مان اکل ڀارتي ٿي پيس. جڏهن 1938 ۾ سنڌ موٽي آيس تڏهن منهنجي درشٽي قومي ۽ ڀارتي رهي ۽ سنڌ جي مسئلن کي بہ ڀارتي درشٽيءَ سان ڏسندو هوس. دهليءَ ۾

اچڻ کان پوءِ انگريزي اخبارن ۽ مخزنن ۾ لکڻ لڳس ۽ اڄ تائين لکندو رهيو آهيان. ساڳيءَ طرح انگريزيءَ ۾ ليڪچر ڏيڻ ۽ بحث مباحثي ۾ شامل ٿيڻ به تڏهن کان وٺي سکيس.

آچاريه ڪرپالاڻي تن ڏينهن ۾ ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري هو ۽ سندس هيڊ ڪوارٽر الهه آباد ۾ هو. مون احمد آباد 1927 ۾ ڇڏي ۽ هن 1928 ۾. هيستائين ٻئي پروفيسر گڏ هواسين. فرق رڳو ايترو جو گجرات مهاودياليه ۾ هو "آچاريه" (پرنسيپال) سڏيو ويندو هو ۽ آءٌ اپ- آچاريه (وائيس پرنسيپال). هن جو لقب چالو سڪو ٿي ويو. ڇئن سالن کان پوءِ پيو هڪ وڏو فرق پيو. جو هو هميشه لاءِ راجنيتيءَ ۾ زور سان گهڙي پيو ۽ پنهنجو ڏونڪو وڃايائين. مان جوڙجڪي ڪم ۾، خاص ڪري هريجن شيوا ۾ گهڙي پيس ۽ وت سارو شيوا ڪيم. هن کان پوءِ اسان جا مارگ ڌار ٿي پيا. هڪ ٻئي سان ملڻ مشڪل ٿي پيو. جڏهن هو ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري ٿيو تڏهن هڪ آڇ مونکي ڪيائين ته: "الهه آباد جي ڪانگريس آفيس ۾ رهي اچي وديشي کاتي جو سيڪريٽري ٿيءُ." پر مون نه قبوليو. اهو ڪم منهنجي ڏانو جو نه هو ۽ پوءِ ڊاڪٽر ڪيسڪر اچي سنڀاليو. هريجن شيوڪ سنگهه ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ بهار جي دوري ۾ مون آچاريه ڪرپالاڻيءَ کي شايد 1934ع ۾ ڪماري سچيتا سان گڏ ڏٺو هو. جڏهن پاڻ ۾ گهرو ناتو هون. تان جو اپريل 1936 ۾ خبر مليم ته سندن شادي ٿي ويئي. اسين سڀ دوست خوش ٿياسين ۽ جتان ڪٿان هنڪي واڌايون اچي ويئون. مون به ائين ڪيو. تڏهن هڪ خط سنڌيءَ ۾ لکيائين جو قسمت سان اڃا مون وٽ آهي. خاص ٽڪرا مان ڏيان ٿو:

الهہ آباد 9 مئي 1936ع

برادرم نارائڻ داس،

تنهنجي تار، تنهنجو خط، تنهنجون واڌايون، تنهنجي نيڻ، تنهنجي خوشي سڀ پهتا. سيني لاءِ تنهنجو ٿورائتو. افسوس جو دهليءَ ۾ اچي نٿو سگهان. پنهنجي خانگي ٽپال بہ اُڪلائي نہ سگهيو آهيان.

.....ڪانگريس ۾ تہ دم وٺڻ جي فرصت ڪانهي. تنهن ڪانِ سواءِ ميل ۾ ايڪتا بہ ڪانہ آهي... وارڌا ويندي 24 ڪلاڪ شانتيءَ جا آفيس ۾ گذاريم. اهو ئي سمجهڻ گهرجي منهنجو ۽ سچيتا جو اوڄ. وارڌا ڪان موٽڻ سان وري ڪم ۾ پئجي ويو آهيان. سچيتا ہن ڏينهن ڪان هتي آئي آهي. ڪلڪتي ۾ پريتي (هڪ دوست) هڪ فونو وٺي ڏنس، سو اڌ ڏينهن تہ پيو وڄي، وري فوني سان گڏ پاڻ تي ڳائي ۽ اهڙو آواز تي ملائي جو فوني کي ڪنيو ڏي، پر سندس راڳ بہ ٻڌڻ وٽان ٿيو پوي، هاڻي بہ ڪونيءَ مان راڳ جو آواز پيو اچي، جيتوڻيڪ مان آفيس ۾ ڪم ڪري رهيو آهيان. مان اتي اچان تنهن ڪان وڌيڪ توکي مزو انهيءَ ۾ ايندو جو تون هتي اچين. سانت، راڳ، چڱي صحبت، ٿورو ڪاڌو ۽ محبت جو ميل......

*جيوترام*

آءٌ ڪو نہ وڃي سگهيس. جيتوڻيڪ هاڻ دل چوي ٿي تہ مونکي وڃڻ کپندو هو جو اهڙو موقعو وري نہ آيو آهي. مهيني ڏيڍ کان پوءِ هو سچيتا ساڻ مون وٽ آيو ۽ ڪالونيءَ ۾ رهيو. بيهر اهڙو موقعو هنن کي بہ نہ مليو آهي، تان جو اسين ٻئي بين دنيائن ۾ رهون ۽ هلون ٿا. "الوداع ئي يار من الوداع."

# يورپ جو سفر-الف

فيبروري 1938 ڌاري مون کي ڀائي پرتاب لنڊن مان هڪ خط لکيو ته جي دل هجيئي ته ڪن مهينن جو چڪر يورپ ۾ ڏيئي وڃ. هو ”ڏيئلداس فرم“ جو سيٺ هو ۽ مون سان دوستاڻو رستو ٿي ڀيو هوس. دل به وڏي هيس ۽ جهڙو سندس پتا ۽ وڏو ڀاءُ ناراڻ داني هوا تهڙو هي به هو. جواب ۾ سندس آڇ قبول ڪيم. هريجن سيوڪ سنگهه جو ڪم وڌندو هو خاص ڪري ٻاهر جا دؤرا لڳائي هريجنن سان ملڻ جو ۽ سر زمين تي سندن حالتون ڏسڻ ۽ سمجهڻ جو. پر وهڪ جي ڪم تي هريل نه هوس ۽ ڪڏهن به سيڪريٽريءَ جو ڪم نه ڪيو هوم. ٺڪر ٻاپا ءمدو ۽ محنتي سيڪريٽري پر ڪيس به چڪر هڻڻ جي عادت هئي. جيتوڻيڪ مهاتما مون کي لکيو هو ته پلي آءُ به گشت ڪريان پر اڪثري ٺڪر ٻاپا مون کي دهليءَ ۾ آفيس سنڀالڻ ۽ لکپڙهه ڪرڻ جو ڪم ڏيندو هو. مان گهومو هوندو هوس ۽ ٻيو ته مان سياو موجود پروفيسر هوس. يعني پڙهندڙ لکندڙ ۽ اڀياس ڪندڙ پر مان ڪاڳري ۽ ڪتابي پروفيسر ڪونه هوس. اسان ٻنهي جا سياو ۽ لياقتون نراليون هيون ۽ رمز سان اسين هڪ ٻئي جون اوڻايون پوريون ڪري سگهون ها ۽ ڪم وڌيڪ سنو هلي ها. پر ٺڪر ٻاپا پانيو ته آفيس جو ڪم ڪندي آءُ نائب ٺڪر ٻاپا ٻڌجي سگهندس. اهو ناممڪن ٿي پيو. تنهن ڪري جڏهن ڀائي پرتاب جي آڇ تي تڏهن هڪدم تيار ٿيس. ڪنوار رني ويني هئي باقي آيس پيڪو ماڻهو.

هندستان کان ٻاهر ڪڏهن ڪونه نڪتو هوس. سو دنيا ڏسڻ جو به شوق ٿيم. ڀائي پرتاب جو ننڍو ڀاءُ ڀائي ٻلرام جو ان وقت ڪاليج ۾ پڙهندو هو سو به هلڻو هو. ٻئي جڻا اپريل 1938 ۾ گڏجي نڪرڻا هواسين. ”ڏيئلداس فرم“ اسان جا سڀ بندوبست ڪري ڇڏيا هوا. مون گانڌيجيءَ کان موڪل ورتي ۽ ڪانئس پرديس ۾ واقفيت لاءِ هڪ خط گهريم. اهو خط

هن مون کي تاريخ 14_03_1938 تي ڏياري موڪليو جنهن ۾ لکيائين تہ ”پروفيسر ملڪاڻي يورپ جي دوري تي آرٿڪ سماجڪ ڳالهيون سمجهڻ لاءِ ڪوشش ڪندو جيڪي دوست ڪيس انهيءَ ڪم ۾ مدد ڪندا تن جو آءُ شڪر گذار رهندس...“ انهيءَ خط سان گڏ ٻيو مون کي لکيائين تہ اميد تہ جلد موٽندين ”۽ جيڪي تو لاءِ ۽ ملڪ جي ڀلي لاءِ سنو هجي سو ساڻ کنيو اچج...“ مون هڪ خط پنڊت جواهر لال کي بہ لکيو ۽ هن بہ اهڙو هڪ خط تاريخ 09_03_1938 الله آباد مان لکي موڪليم تہ ”پروفيسر ملڪاڻي ڪيترن سالن کان قومي هلچل ۾ ڪانگريس جو ڪم ڪيو آهي. هن ڪم ۾ ڪئين ڪانگريسي، جي سندس همراهہ آهن سي سندس عزت ڪن ٿا.... اميد تہ ديس ۽ پرديس ۾ اسان جا ياڻر ۽ ٻيا دوست هن کي پڄندي آهر مدد ڪندا.“ پر ٻئي هڪ خط ۾ نون (9) ڄڻن جي واقفيت ڪرايائين. مثلن پام دت (Palme Dutt) بابت لکيائين تہ ”هڪ بنگالي ۽ ديش ماتا جو پٽر آهي. انگلنڊ ۾ سندس هاڪ آهي تہ سماج واد جي مت ۾ هڪ بلڪل قابل شخص آهي. ڪڏهن بہ هندستان ۾ نہ آيو آهي.“ مسٽر ڪيسڪر بابت تہ: ”پئرس ۾ ڊاڪٽر جي ڊگري ورتي اٿس ۽ هاڻي انتر راشٽري معاملن جو خاص اڀياس ويٺو ڪري.“ مسٽر وي ڪي ڪرشن مينن بابت تہ ”هڪ ٻنهہ قابل ۽ سچو شخص جو انڊيا ليگ جي چارج ۾ آهي پر سدائين ناچاڪ، ڏکڻو (nervy) ۽ چڙٽو. ڪي شخص ساڻس گڏجي ڪم ڪرڻ ڏکيو ٿا سمجهن. ڏائي پاسي جي سماجڪ سياستدانن سان جيترو هن جو سمپرڪ آهي سو ٻئي ڪنهن بہ هند واسيءَ جو نہ آهي. ڪانگريس پاران ڪيترن انترراشٽري ميڙن ۾ عيوضي تي ڪم ڪيو اٿس.“ مسٽر نمبيار بابت ”تہ ڪيترن سالن کان وٽي پراگ (Prague) ۾ رهيو پيو آهي ۽ هٽلر کان اڳ جرمنيءَ ۾ رهندو هو.“

ٻين جي بہ واقفيت ڪرايائين پر اهي يورپي مشهور ماڻهو هوا. گهڻو ڪري انهن سيني سان آءُ وچي گڏيس ۽ ساڻن واقفيت ڪيم.

ولايت جي سفر ۾ گانڌيجي ۽ جواهر لال جي خطن سان مون پنهنجي بہ هڪ بہ حرفت هلائي. اڳي گانڌيجيءَ مون ڏي ڪئين خط لکيا هوا ۽ ٻاهرين لفافن تي پنهنجن هٿ اکرن ۾ منهنجي ايڊريس لکي هوائين. اهڙيون ڏهن ڪن سندس هٿ چٺڪيون بہ ڪتري ساڻ کنيم. هڪ درجن اچون گانڌي ٽوپيون بہ کنيم. جنهن سان ٿورو رستو ٿيو ۽ جنهن بہ هندستان واسطي ڪا همدردي ڏيکاري تہ جهٽ هڪ ٽوپي ڪڍي ڏيندو هوسانس. جي خاص قرب ڪيائين تہ ترت گانڌيجيءَ جي هڪ اکري چٺڪي ڪڍي کيس ڏيندو هوس. ڪو پڇندو هو تہ پلا تو گانڌي ڏٺو آهي تہ اندرئين کيسي ۾ هٿ وجهندي هُو بہ هوَ گانڌيجيءَ جو خط ڏيکاريندو هوس. ڏسي وائڙا ٿي ويندا هوا ۽ ڏند چپن سان لڳي ويندا هئن. چڻ جادوءَ جو اثر مٿان پوندو هون. ٽيون تہ منهنجي پوشاڪ نرالي هوندي هئي. اچڪن، چوڙيدار سٿڻ، گانڌي ٽوپي... رڳو جتي جوراب سندن جهڙا هوا. اها پوشاڪ ڏسي عجب کائيندا هوا تہ هي چوڙيدار سٿڻ ڪيئن ٿو پائي ۽ جيڪر کين لاهي ڏيکاريان تہ هوند تماشبين ٿين. پر مون اهو تماشو نہ ڏيکاريو. تان جو هڪ صبح جو لنڊن جي Hyde Park ۾ پئي پنڌ ڪيم تہ هڪ انگريزي ٻار پنهنجي ڊريس ڏسي، عجب کائي هٿ کڻي پڪاري چيو تہ "ڊئڊي! هي کل جهڙو (Funny) ماڻهو تہ ڏس." گهر موٽندي پڪ ڪيم تہ سانجهيءَ جو هلي هڪ تيار انگريزي پتلوڻ خريد ڪندس. پوءِ ڏٺم تہ اچڪن تي انگريزي پتلوڻ واهہ جو ٺهي ٿي. انهن ڏينهن ۾ Ethiopia جو شهنشاهہ "Haile Sellasi" انگلند ۾ آيل هو ۽ عام ماڻهو سمجهندا هوا تہ آءُ ڪو بزرگ پادري هوس. مسلمان ملڪن ۾ آءُ مسلم مولانا سمجهيو ويندو هوس. در حقيقت هڪ هندو پنجابي دوست هاڻي بہ مونکي "مولانا ملڪاڻي" ڪري سڏيندو آهي.

منهنجو يورپ جو سير، وندر ۽ تماشا ڏسڻ لاءِ ته هو پر خاص ڪري سکڻ ۽ ڪجھ سيکارڻ لاءِ به هو. يورپ جا 8 ملڪ ڏٺم: ايجپٽ، اٽالي، فرانس، انگلنڊ، جرمني، هالنڊ، جبرالٽر ۽ موراڪو. هر هڪ ملڪ ۾ اٽڪل هفتو ڪن رهيس پر جرمنيءَ ۽ انگلنڊ ۾ ٽي ٽي هفتا. هر هڪ ملڪ بابت به ٽي ليک لکيم جي هندستان جي پنجن انگريزي اخبارن ۾ شايع ٿيندا هوا. سو ڏسندو، جاچيندو، سمجهندو ۽ پڙهندو هوس ۽ آخر هضم ڪري لکڻ لاءِ وهندو هوس. مان يورپ ويس تنهن کان ڪجھ اڳ 1938 ۾ ڪانگريس فيصلو ڪيو هو ته انگريزن جا ڏنل سڏارا سوبڪار ڪجن ۽ اهڙيءَ ريت ستن پرانتن ۾ ڪانگريس جون سرڪاريون نهيون هيون. اهو فيصلو هريجن ڪالونيءَ ۾ ٻن ٽن ڏينهن ۾ ڪيو ويو هو.

ڪن مهينن کان پوءِ گانڌيجيءَ وجھ وٺي وارڌا ۾ هڪ وڏي تعليمي ڪانفرنس سڏائي هئي، جنهن ۾ مون به بهرو ورتو ۽ پڻ اخبارن ۾ چار پنج ليک بنيادي تعليم (Basic education) تي لکيا هوا. انهيءَ تعليمي سرشتي موجب رٿيل هو ته ابتدائي تعليم هٿ جي هنرن (خاص ڪري ڪپڙي جي) معرفت ڏني وڃي: اهو هنر هڪ ڏنڌي وانگر سيکاريو وڃي: ڪپڙي جي وڪري مان ڪجھ قدر ماسترن جو پگهار نڪرڻ کپي. مان جڏهن لنڊن پهتس ته انڊيا ليگ جي هرتا ڪرتا مسٽر ڪرشن مينن سان گڏيس ۽ کيس عرض ڪيم ته انگلنڊ جي عمدن اسڪولن ڏسڻ جو بندوبست ڪري ڏيوم. لنڊن پرسان ڪي County Schools ڏٺم. انگلينڊ جي ڪنهن به اسڪول ۾ ڪو به ڌنڌو ڪمائڻ جي خيال نه سيکاريو ويندو هو. جڏهن اُتي پهرئين ڪارخانا کليا تڏهن ننڍن ٻارن کي سخت ڪم ڏيئي انهن کي پيڙيندا هوا. تڏهن کان وٺي ٻارن کي ڪم لڳائڻ کان انگريزن کي سخت اعتراض هو. پر ڪائونٽي اسڪولن ۾ ڇوڪرن کي ڪنهن نه ڪنهن هٿ جي هنر ۽ ڇوڪرين کي گهرو وديا سيکارڻ جي

ڪوشش ڪندا هوا. سي بہ ڪن خاص مرڪزن ۾ خاص وقتن تي سيکاريندا هوا ۽ ڏهن بارهن پراڻمڪ اسڪولن لاءِ اهڙو هڪ مرڪز ٺاهيندا هوا. پوءِ ڪي Central اسڪول بہ ڏٺم جن ۾ يارهين ورهين جا ٻار چار سال پڙهندا هوا. پر پوين ٻن سالن ۾ واپاري يا هنري Industrial ڪم لاءِ خاص ڪاريہ ڪرم هو. اهي اسڪول جڻ ڳوناٺا ڪاليج بہ هوا. جن ۾ سٺيون لئبرريون، لئبارٽريون ۽ ڪم لاءِ ڏار عمديون ورڪشاپس هيون. چئن سالن کان پوءِ ڪي ٻار ڏنڏن ۾ ڪي وڏن اسڪولن ۽ باقي يونيورسٽين ۾ ويندا هوا. هڪ وڏي ماهر مسٽر ووڊ جنهن هندستان ۾ ووڪيشنل تعليم بابت رپورٽ تيار ڪئي هئي. تنهن چيم تہ گانڌيجيءَ جي بنيادي تعليم خاص هندستان جي حالتن موافق آهي، جتي غريبي آهي ۽ ڪيتي مکيہ ڌنڌو آهي. پر اسان تعليمي ماهرن لاءِ بہ هڪ نئون ۽ عمدو تجربو آهي، جا اسين ڏيان ڏيئي تپاسيون وينا. بہ چار صلاحون بہ اسانکي خبردار ٿيڻ لاءِ ڏنائين، جن بابت مون اخبارن ۾ لکيو.

هٽلر جي جرمني ۾ ڪيئن نوان تجربا شروع ڪيا ويا ۽ اهي چڱيءَ طرح تپاسڻ لاءِ دل ۾ ڏاڍو چاهہ هوم. سو گانڌيجيءَ جو خط ڪيسي ۾ ڪڍي لنڊن ۾ جرمن ايلچيخاني ۾ ويس. پڇڻ ڳاڇڻ بعد هنن پورا بندوبست ڪيا ۽ سڄا سارا ٽي هفتا جرمنيءَ ۾ جرمن ڪئمپن ۾ سرڪاري مهمان طور رهيس. سفر گهڻي قدر سندن موٽرن ۾ جرمن دوياشين سان گڏ ڪيم. جڻ تہ مون کي سوايو بخت نصيب ٿيو. پهرئين مون هٽلر يوٿ جون ڪئمپون ڏسڻ شروع ڪيون. مثال طور آءٌ هڪ ڪئمپ جا برلن کان 80 ڪلوميٽر ۽ فرئنڪفورٽ نزديڪ هئي سان ڏسڻ ويس. ڪئمپ هڪ ٻيلي ۾ هئي ۽ پاسي کان هڪ وڏي ڍنڍ هيس. ڪئمپ ۾ اٽڪل ٽي هزار ڇوڪرا ٻن هفتن لاءِ رهيل هوا. سڄو ڏينهن جرمن لوڪ گيت ۽ مارچ ڪندي قومي گانا پئي ڳايائون. پوءِ تلاءَ ۾ ترڻ ۽ ٻيون رانديون ڪرڻ ۾، ٻار سيءَ ۾ اڌ اگهاڙا. ڪاڏي

لاءِ هڪ ئي گڏيل سڏيل تراوتي سوپ (Soup)، جنهن ۾ گوشت ۽ پاڄيون پيل هيون. ڪئمپ ۾ هلائڻ جو سارو ڪم ڇوڪرن تي، ويندي ڪئمپ تي پهرو ڏيڻ. ٻن هفتن لاءِ مائٽ کي فقط ٻه مارڪ ڏيڻا تي پيا. ساري جرمني ۾ اهڙيون ڪيون ڪئمپون اتڪل ٽيهارو ۽ ننڍين ٻارن لاءِ ٻه ۽ وڏن لاءِ ٽي هفتا. موڪلن ۾ هلنديون هيون.

مان هڪ يوٿ هاسٽل ٻه ڏسڻ ويس جا ميونچ پرسان هئي. هاسٽل ۾ پنج سؤ بسترا هوا. ڏهه پندرهان ميل پنڌ ڪري يا بائيسڪل تي ايندا هوا. اڪيلا يا ساٿين سان، ڇاهي جوان ڇوڪرين سان. پاڻ سان فقط هڪ بغل ٿيلهي، هڪ جرمنيءَ جو نقشو ۽ ٿورو واٽ خرچ لاءِ ناڻو. هاسٽلن ۾ رهڻ رڳو ٽن راتين لاءِ. سڄو ڏينهن هاسٽل پرسان ملڪ ۾ گهمڻ ۽ ماڻهن سان ملڻ ۽ جرمني جي قدرتي سوڀيا ماڻڻ ۾ لڳائيندا هوا. سال 1936 ۾ اتڪل اسي لک جوان جرمن، جي يورپ جي ڪئين ملڪن ۾ رهندا هوا، سي آيا ۽ ڇڻ جرمن پائر پاڻ ۾ وچڙيل پائرن سان وري گڏيا. اهڙيون ٽي هزار هاسٽلون جرمني جي سندر ۽ اتهاسڪ جڳهين تي هيون. پر ٽين ٻه هڪ عجيب سنستا هئي جرمن ليبر سروس. پهرئين لڙائيءَ کان پوءِ جرمني 135 سيڪڙو زمين وڃائي ۽ ڪجهه ڪاڏو ٻاهران گهرائڻ لڳي. سڄي قوم کي اعلان ڪيو ويو ته "جو شخص هڪ اَن جي سنگ بدران ٻه سنگ پيدا ڪندو ان جي خدمت هڪ جنگ کٽيندڙ فيلڊ مارشل کان ٻه وڌيڪ ليکي ويندي" هڪدم جيڪي ٻوڏ هيٺ، واريءَ اندر زمينون هيون سي ڪوٽي صفا ڪري وري زرخيز ڪيون ويون. جٿين "بندوق ڪلهي ڪريو"، فوج جو نيم آهي، تئين "بيلچو ڪلهي ڪريو" قومي نعرو ٿي ويو. جرمنيءَ جا ٻه ڪروڙ ايڪڙ آباديءَ ۾ هيٺ آڻا هوا. جڻ هڪ وڃايل پرانت نئين طور محنت سان اُتپن ڪرڻو هو. نوان ٻيلا ٻه پيدا ڪرڻا هوا. سڄو ملڪ ٽيهارو علائقن ۾ ورهايو ويو ۽ هر هڪ علائقو ڇهن اَنن تحصيلن ۾ هر هڪ

تحصيل ۾ اٺ ڏهہ اهڙيون ڪئمپون. هر هڪ ڪئمپ ۾ بہ سؤ ڦڪڙ جوان هر ڏنڏي مان، ڇهن مهينن لاءِ لازمي. سال 1939 ۾ اهڙيون 1430 ڪئمپون اڏ سال ۾ قائم ٿي چڪيون هيون. ساري ملڪ جو رنگ ڦري ويو ۽ بک بدران ڪاڏي لاءِ ان مئو ٿي پيو. جوان جي بيڪار هوا سي پورهئي ۾ جنبي ويا. جي اڳي رلندا پنندا هوا سي ڪم ڪري متارا پٽارا پهلوان ٿي پيا. سندن بدن ۾ سگهہ ۽ دل ۾ اُمنگ ۽ اتساهہ پيدا ٿيو. انهيءَ ريت ڇئن سالن اندر هڪ ٿڪل، بڪايل ۽ نراس قوم کي اڳي کان اڳرو ۽ سرفراز بڻايو ويو. هر ڪو جرمن هڪ ٻئي کي "هيل هٽلر" Hail Hitler چئي ڪيڪاريندو هو. قوم جو هڪ نعرو هي بہ هو تہ "منهنجي جنم ڀومي منهنجو گهر آهي."

## يورپ جو سفر - ب

مان جڏهن يورپ جي سفر تي نڪتس تڏهن سڄي يورپ ۾ ڏپ جو وايو منڊل ڇانيل هو ۽ جنهن ملڪ ۾ ويس اُتي سيني جون اکيون جرمنيءَ ڏي کتل هيون. اڳئين لڙائيءَ ۾ سيني ملڪن کان وڌيڪ نقصان جرمنيءَ جو ٿيو هو. لکين جوان مئا ۽ ڦٽيا هوا ۽ ڪروڙن جو نقصان ٿيو هو. ورسيلس جي صلح مٿس نهايت ڳريون سزائون زوريءَ مڙهيون هيون. لڙائيءَ ڪري ٻين ملڪن جي نقصان جو عيوضو ڏيڻو پيس. ملڪ جو 13 سيڪڙو زمين ٻين ملڪن ۾ ورهائڻي پيس ۽ لڙائي ختم ٿيڻ بعد بہ جرمني جي ناڪابندي هلندي رهي، جنهن ڪري لکين ڙالون ۽ ٻار بک وگهي موت جو بک ٿيا. لکين ماڻهو بيروزگار ٿيا ۽ ملڪ ۾ سستي ۽ گناهہ وڌي ويا. هٽلري اچڻ کان پوءِ جرمنيءَ جو نہ رڳو نقشو بدلجي ويو پر ماڻهن جو رنگ ۽ چهرو بہ ڦري ويو. جڻ نئون ساهہ منجهن پيو. ڪئين قومي سنستائون برپا ڪيون ويون جن ماڻهن کي قومي جوڙجڪي ڪمن ۾ لڳايو. پر انهن سيني جي پٺيان هڪ

زبردست لهر هئي تہ "وير ڪيئن ونجي ۽ جرمنيءَ جو منهن ڪيئن وري ملڪن ۾ مٽي ڪجي." جرمنيءَ جي ڪن ماڻهن مونکي چيو تہ شل اهڙو موقعو ملي جو انگلنڊ سان لڙائي ٿئي تہ سبق سيکاريونس. لڙائي ختم ٿيڻ بعد انگلنڊ جي بحري فوج جرمنيءَ جي ناڪابندي ڪئي هئي ۽ اٽڪل ڏهاڪو لک معصوم ٻار بک ۽ بيماريءَ وگهي مري ويا هوا. انهيءَ جنسي قهر جو درد ڪائن وسريو ئي نٿي. ٿئين لڙائيءَ جو پڙ انهيءَ ڪري نہ رڳو انگلنڊ ۾ پر سڄي يورپ ۾ بہ هو.

مان جڏهن لنڊن ۾ هوس تہ ٻڌم تہ هالنڊ جي لنٽرن ڳوٺ پرسان 28 جولاءِ کان 3 آگسٽ 1938 تائين انٽر راشٽري ڪانفرنس ٿيڻي هئي جنهن ۾ اناويهن ملڪن جا اٽڪل 200 عيوضي شامل ٿيڻا هوا ۽ صلح سانت جون ڳالهيون ڪرڻ وارا هوا. رشيا، جرمني، اٽلي ۽ جپان مان ڪو عيوضي ڪو نہ اچڻو هو. پر ٽي جرمن لڪي ڇپي آيا هوا. چين، آفريڪا ۽ هندستان مان هڪ هڪ عيوضي آيا هوا. لنڊن ۾ اگٿا هيريسن سان چڱي واقفيت هيم ۽ هن مونکي زور ڪري هندستان جو عيوضي بڻايو. ڪانفرنس هڪ سندر ٻيلي ۾ ٿي ۽ هڪ شاهي تماش گاهہ ۾ گڏي هئي. هر هڪ ڊيليگيٽ کي سامان سڙڻي سوڌو هڪ ڪمرو ۽ سنان جي جاءِ ڏنا ويا. هفتي ۾ خرچ ٻن پائونڊن کان گهٽ. پر کاڌو سٺو ڪوني ڊار ۽ پوري آرام جو انتظام هو. ڪانفرنس ۾ بہ جڻا منهنجا چڱا واقف هوا. مس مرئيل ليسٽر ۽ پيري ڪيريسول ٻئي هندستان مان ٿي ويا هوا ۽ گانڌيجيءَ وٽ رهيا هوا. ڪانفرنس يورپ جي ديولين ڪوٺائي هئي. تہ هن خطري جي وقت عيسائي ڌرم وارا ڇا ڪن. ڇهہ ڏينهن بحث هليا پر جيڪي جرمن لڪي آيا هوا تن ڪانفرنس ۾ ساهہ وڌو ۽ بنيادي سوال ڇيڙيا. ريورنڊ هگنهواز ٻڌايو تہ ملڪن جي سرڪارين ۽ مذهبن جي چرچن جو اهو اتهاس آهي تہ سرڪاريون رفتہ رفتہ ديولين مٿان غالب پئجي ويون ۽ انسان ذات جي

انسانيت ۽ برادري پلجي ويبون. عيسائي ديوليون ماڻهن جي ميتائن تي زور ڏيڻ لڳيون ۽ نہ انسان جي جيون تي. پر ڊاڪٽر ورٽر هڪ وڏي ڳالهہ چيڙي. هن چيو تہ اج ڪن ملڪن ۾ صلح سانت۔ واد جڻ هڪ گناهہ آهي ۽ نادر شاهہ ۽ تانا شاهي چالو آهي. اسين وري جنگي زماني ۾ رهون ٿا ۽ صلح سانت جو زمانو دور آهي. تازو فرانس ۽ انگلنڊ پنهنجي حرفت سان ۽ فوجي طاقت جي دڙڪي سان چيڪو سلوويڪيا جنگ روڪي وڏي. جا ويهن سالن جي نهراون. تقريرن ۽ ليکن سان بہ بنهہ روڪي نہ سگهجي ها. هن وقت صلح جي هلچل تانا شاهي ملڪن ۾ ختم ڪئي ويئي آهي ۽ جنگ هٿياربند ملڪن جي مدد سان روڪي ويئي آهي. انهيءَ جي ڇا معنيٰ آهي سو صاف آهي. هن تقرير سڄيءَ ڪانفرنس ۾ چوبولو مچائي ڏنو ڇو جو ملڪن جي ڊڪٽيٽرن کي ڌمڪي ڏيڻ لاءِ هيءَ ڪانفرنس ڪانہ سڏائي ويئي هئي.

پوءِ ڪانفرنس ۾ بحث مباحثي جو ميدان کلي پيو ۽ مون بہ وجهہ وٺي چڱو بهرو ورتو. چيم تہ ملڪن ۾ ٻن قسمن جي ڊڪٽيٽري مٿان دٻائي ويئي آهي. جيئن هندستان ۾ انگريز سرڪار جي ۽ جرمني ۾ هٽلر جي. پر هندستان ۾ گانڌيءَ جي ڊڪٽيٽري نئين قسم جي آهي جا ماڻهن خوشيءَ سان سويڪار ڪئي آهي. سچي جنگ تہ فوجي واد ۽ ٻئنڪشاهيءَ سان آهي. انهن هنسڪ راڄن سان جنگ جوٽڻ معنيٰ وڏيڪ هنسڪ تياريون ڪرڻ. هنسا سان جنگيون بند نہ ٿيندريون. پر سچي اهنسا سان، ستياگرهہ سان۔ يورپ ۾ اڄوڪي خوفناڪ جنگ جي ڊپ کان شانتي واد پيدا ٿيو آهي. جيسين ملڪن ۾ لوپ آهي. چاهي ڌن سمپتيءَ جو چاهي راجنيتي ستا جو. تيسين جنگ ختم نہ ٿيندي. ڏنم تہ ڊيليگيٽن ۾ ستياگرهہ سمجهڻ لاءِ گهڻو چاهہ هو ۽ گانڌيجيءَ لاءِ آدر. پوءِ ڪيترا مونسان ملڻ آيا، تان جو ڪانفرنس پنهنجو ڪجهہ پروگرام مون لاءِ ڦيرائي اڌ ڪلاڪ جي هڪ

خاص ميٽنگ ڪئي. جا سچ پچ سچو ڪلاڪ هلي ۽ خوب سوال جواب اُٿيا. آخر ڪيٽرن مون کي واڌايون ڏنيون جو گانڌيجيءَ ۽ ستياگرهه بابت مون ڪجهه روشني وڌي. پوءِخبر پيم تہ ڪئين شخص ۽ ڪيٽريون سنسٿائون هندستان جي هلچل جو گنڀير ڏيان سان اڀياس وينيون ڪن. ڪن چيو تہ گانڌي هن زماني جو عيسيٰ مسيح ٿو ڏسجي!

هاليند مان چار پنج ڏينهن ڇڪر هٽي وري پنهنجي هيڊ ڪوارٽر لنڊن موٽيس ۽ نئين سفر لاءِ تياريون ڪيم. هن ڀيري اسپين ڏسڻ لاءِ سنيريس ۽ جبرالٽر ۾ ڀائي پرتاب سان گڏ ويس. سندس ڪونيون اسپين جي ٻن ٽن شهرن ۾ هيون ۽ مون لاءِ هڪ موٽرڪار بہ تيار هئي. پر بدقسمت سان اسپين ۾ تنهن وقت گهرو لڙائي هني رهي هئي. آمدرفت بند هئي ۽ سفر ۾ جان جو جوکو هو. پر ڀائي هرڪشن. جو ڀائي پرتاب جو ننڍو ڀاءُ هو سو ڪئسبلانڪا ۾ رهندو هو. سوچيم اسپين بدران موراڪو جو چو نہ چڪر هڻان. سڀ وڏا شهر- ڪئسبلانڪا. فيز. مراڪش. رباٽ ڏٺم. پر بہ ڳالهيون خاص نظر ۾ آيم. هڪ تہ موراڪو فرينچن جو 1912 کان وٺي "پروٽيڪٽوريٽ" بڻيو هو ۽ ملڪ جو اسي سيڪڙو ڀاڱو سڌو فرينچن جي راڄ هيٺ هو. باقي ٽڪر اسپين هيٺ هو. پر نالي ۾ سڄو موراڪو جو راڄ سلطان هيٺ هو سچ پچ تہ سڄو راڄ فرينچن هيٺ هو. بہ راڄ قائم هوا. هڪ سلطان جو ۽ هڪ فرينچن جو پر ٻئي پاڻ ۾ ٺهڪي پيا هليا. ڪو ٻچڙو ڪم ٿيندو هو تہ سلطان طرفان سمجهيو ويندو هو. پر هڪ نرالي ڳالهہ ڏٺيم تہ جيتوڻيڪ موئر گڏلا ۽ اڻ پڙهيل هوا ۽ سندن پوشاڪ فقط هڪ لنبو جبو هئي پر فرينچن سان سندن سماجڪ ڀيد ڪو بہ ڪونہ هو. رستن تي، هوٽلن ۾ ۽ ڪيفي (Cafe) ۾ ڪو بہ فرق ڪونہ رکندا هوا. بلڪ گڏ نچندا کائيندا پيئندا هوا. سرڪاري دفترن ۾ فرينچ آفيسرن وٽ موئر بي ڌڙڪ لنگهي ويندا هوا. هندستان ۾ جيڪو سماجڪ ڀيد ياو ڄڻ ڇوت اڇوت جو هو سو

موئرن ۽ فرينچن وچ ۾ ڪونہ هو. ٻيو تہ موئرن کي پنهنجي جهوني عمارتي ڪلا هئي ۽ گهر مڪان سينگارڻ جا پنهنجا هٽ جا هنر هوا. اهي سڀ فرينچن قائم ڪيا ۽ سڌاريا. پر مڪان يا عمارتي ڪلا جو ٻاهريون ڏيک ۽ عمارتن جو وڏو پيمانو سو سڀ فرينچ رکيائون. عمارتون ٻاهران فرينچ ۽ اندران سونهن سينگار سڀ موئرن جو. هندستان ۾ اندران ٻاهران سڀ سرڪاريون جڳهيون يوناني ۽ روم جي ڪلا جون ۽ سڀ اندران ويڪريون وڏيون سهنج ۽ آرام جون پر ذرو بہ هندستاني ڪلا جو نہ هو. نئين دهليءَ جو دفتر جڻ روم (Rome) ۾ آهي. ٻيا وڏا دفتر بلڪل سادا سودا جن ۾ عمارتي ڪلا رواجي انجنيرن جي مس لڳندي. چنڊيگڙهہ جو دفتر وڏو اونچو پر پاڻ ۽ تہ پٿرن ۽ سنگمرمر جو ڍير آهي. جنهن ۾ مونکي تہ ٿورڙي ڪلا نظر ٿي اچي. ساري هندستان ۾ فقط ميسور ۽ بئنگلور جو دفتر آهي، جو جهڙو اندران وائکو ويڪرو ۽ سنو آهي اهڙو ئي ٻاهران سهڻو هندستاني آهي.

موراڪو جو سفر پورو ڪري آءٌ وري جبرالٽر موٽي آيس ۽ هندستان ڏي اُسهڻ لاءِ سنبريس. شايد سپٽمبر جو مهينو هو ۽ هٽلر چيمبرلين جون پاڻ ۾ ناهہ جون ڳالهيون پئي هليون. يورپ جنگ ۽ صلح وچ ۾ پئي لٽڪيو ۽ اسين سڀ ريڊيو تي ڪن لڳائي ڇهتيا ويٺا هوندا هواسين. جهازن جي آمدرفت بيهي ويئي هئي. نيٺ جڏهن صلح ٿيو تڏهين سڄي يورپ ۽ دنيا بہ سامت جو ساهہ کنيو. في الحال تہ بلا ٽري. جهازن هلڻ شروع ڪيو پر ڪو خالي برٿ نہ ملي سگهيو. نيٺ هڪ جهاز ۾ پائي پرتاب جو هڪ گماشتو جو لنڊن مان هندستان ٿي ويو انهيءَ کي جبرالٽر ۾ لاهي سندس خالي جڳهہ پائيءَ مونکي وٺي ڏني. پوءِ چيائين تہ هڪ هفتو بمبئيءَ ۾ مون لاءِ ترسج، پئي گڏجي گهر هلنداسين. در حقيقت پوري هڪ سال کان پوءِ پائي پرتاب موٽيو ۽ سندس جهاز پويون جهاز هو جنهن سئيز واهہ پار ڪيو. يورپ ۾ 1939 ۾ آخر ۾ ٻي مهاياري لڙائي شروع ٿي ويئي هئي.

سنڌ ۾ موٽي تي چار ليک پيا ٻه لکيم. تن مان ٻه ليک گانڌيجيءَ قسمت سان "بمبئي ڪرانيڪل" ۾ پڙهيا ۽ مونکي ترت لکائين ته:

*پريه ملڪاڻي،*

سيواگرام جي ڪتيا ۾ مان ورتي ڪجهه پڙهندو آهيان. پر اڳئين ۽ هن هفتيوار "بمبئي ڪرانيڪل" ۾ تنهنجا ٻه ليک پڙهيم جن منهنجو ڌيان ڇڪي ورتو ۽ پوري پڙهڻ بنا رهي نه سگهيس. پڙهي معلوم ڪيم ته جڻ اسان جا ڪي گهنج متجي ويا.

38_12_15 پيار

باپو

پڙهي دل سرهي ٿي. جيڪا صلاح ڏني هوائين ته:

Return soon, bringing with you what is best for you & the country......

سا دل سان هنڌائي هئم. ڇهين مهيني جا ملڪن ۾ سپ سفر ثاب پيا.

# ڏکيا ڏينهن سنڌڙيءَ جا

مان جڏهن دهليءَ جي هريجن ڪالوني ۾ هوس تڏهن گانڌيجيءَ کي خبر هئي ته منهنجي دل اُتي رهڻ جي نه هئي جيتوڻيڪ هريجن شيوا منهنجي دل وڻان هئي. انهيءَ بابت ڪو خط لکيو هومانس جنهن جي جواب ۾ پياري لال، سندس سيڪريٽريءَ سندس پاران مونکي جواب ڏنو ته:

***پريه ملڪاڻي***

باپوءَ کي تنهنجو خط مليو. سندس خيال آهي ته اتان جو ڪم ڦٽائڻ بنا، سولائيءَ سان چڏي سگهين ته هڪدم وڃس هليو اچ ۽ هو توکي هڪ تعليمي ڪم ۾ لڳائي سگهندو. در حقيقت هو چاهي ٿو ته هڪ تعليمي سنستا جي اچي چارج وٺ.....

**پياري لال**

پوءِ خبر پيم ته وارڌا ۾ سيٺ جمنا لال بجاج هڪ واپاري ڪاليج کوليو هو پر مون جهڙو پرنسيپال کپندو هوس. پاڻ بيهر مونکي زور ڪيائين پر مون اها آڇ نه قبولي (تڏهن سريمان ناراين کي جو هاڻي گجرات جو گورنر آهي، پرنسيپال طور مقرر ڪيو ويو.) مان سنڌ کان ٻاهر رهي ٿڪو هوس ۽ سنڌ ڏي ڇڪ ٿي. ٻيو ته سمجهم ته پنهنجي پرانت ۾ ماڻهو شاهه آهي ۽ پرانت بازي نه ٿيندي، نڪي ڪي ٻن ڇٽن مديرن تي آڌار ٿيندو. چوندا آهن ته پنهنجو گهر ڏٽيءَ جو در. سو جڏهن ولايت مان موٽيس تڏهن چيم ته هاڻ هميشه لاءِ سنڌ ۾ رهي سنڌ جي خدمت ڪندس ۽ ٿائينڪو ٿيندس.

اڳيئي ڄاڻايو اٿم ته ڳوٺن ۽ ڳوٺاڻن ڏي ڇڪ ٿيندي اٿم. ڳوٺن ۾ وائڪائي ۽ قدرت جي اُس، هوا جي ڪافي بخشش آهي، ڳوٺاڻا ۽ خاص ڪري ڪسان سياءَ جا سرل ۽ بازن جا پورهيت ٿين ٿا. سو هڪدم "ڳوناٽي

جماعت“ ناهيم. جنهن ۾ پندرهان ويهه خدمتگار هوا. اڪثري ڪم ڪندڙ ٻه ڳوناٺا هوا. مئترڪ پاس ۽ عمر جا جوان. سندن واجبي گهرجون ماهوار هڪ سؤ رپين جي اندر تڏهن پوريون ٿي سگهيون ٿي. حيدرآباد ۾ سندن هڪ يونيفارم ٻه ناراهيم ۽ ٻن ٽن هفتن جي ڪئمپ ٻه ڪيم. ڪن کي پنهنجي ياءُ ڊاڪٽر بولچند جي اسپتال ۾ هڪ مهيني جي اوائلي علاج جي سکيا ٻه ڏياريم. پوءِ ٽڙي پکڙي وڃي پنهنجن ضلعن جي ڳوٺن ۾ ڳوٺ سڌار کي لڳا. هڪ ڪئمپ پوءِ نواب شاهه جي محرابپور ڳوٺ ۾ ٻه ڪئيسين جتي ڳوٺ صفائيءَ کي ٻه لڳي وياسين ۽ ڳوناٺن جي اهنجن کي سمجهڻ لڳاسين. مون پاڻ ٺنڍي آدم ۾ پنهنجو ديرو دمايو ۽ ڪاديءَ جو ڪم شروع ڪيو. هڪ ياءُ اُتمچند چنديرام چڱي وڏي جڳهه آشرم جي ڪم واسطي ڏني. ڳوناٺو ڪم سچ پچ تڏهن شروع ٿيو ۽ منهنجي دل خوش ٿي ته هاڻي سنڌ ۾ سنڌي ٻولي ڳالهائي سنڌي ياٿرن. خاص ڪري هارين جي خدمت ڪندس. هن ڪم لاءِ دوستن ۽ ٻين کان پنڻ لڳس ۽ پئسا ٻه ملڻ لڳا. اِها پن ٻوڏ سهائتا وقت ڪئي هيم پر هاڻي انهيءَ ۾ ٻي خوبي هئي جو شهر مان هوند وارن کان وٺي ڳوٺن ۾ اڻ هوند وارن کي ڏنم. اڪثري هندو ڏيندڙ ۽ مسلمان وٺندڙ سو ٻه دل کي وڻيو پر واتان ڪنهن کي ڪونه چيم. سمجهيم ته ڪيئن ٺڙ ٺانگهي هاڻي سنڌ پهتو آهيان ۽ حياتيءَ جو مقصد پورو ٿيندو.

مگر هاڻي وري نئين سر آڪاڻي شروع ٿي ۽ نه رڳو منهنجو جيون پر سنڌ جو جيون لوڏن ۽ ڏوڏن منجهان لنگهيو. سال 1939 ۾ گانڌيجيءَ ”گانڌي سيوا سنگهه“ جو هڪ اهم ميڙ بهار ۾ ڪونايو. مون چيو چو نه آءٌ ٻه سنگهه جو ميمبر ٿيان ۽ سنڌ ۾ سندس پاران ڪم ڪريان. پر قصو اُلٽو ٿيو. ڪئين پرانتن ۾ 1937 جي فيصلي کان پوءِ ڪانگريسي وزارتون ۽ اسيمبليون چونڊيون وييون. سڌارا مليا پر هڪدم بگاڙا ٻه شروع ٿيا. ڪانگريس اندر چونڊن جو گهڻو گهڙي ويو ۽ وڻاءُ ٿيو. ستا لاءِ ٻک ۽ ناٽي لاءِ

لوڀ ۽ ٻئي بنا روڪ ٽوڪ. گانڌي سيوا سنگهہ جا ڪيترا ميمبر انهيءَ وچڙندڙ بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي ويا. ايترو حسد، حرس ۽ لالچ جو گانڌي سيوا سنگهہ وارن کي گانڌي ٿي وسري ويو ۽ سنگهہ اندر ڌاڪورو پيو. تڏهن گانڌيجي هوشيار جراح وانگر بيمار عضوو ڪپي ڪوري ڦٽو ڪيو. گانڌيجيءَ پاڻ بچايو ۽ شيوا جو ڪم جاري رکيو پر سنگهہ کي ختم ڪري ڇڏيو. سو آءٌ جهڙو ويس تهڙو هئين خالي موتي آيس.

پر گانڌيجيءَ جي ٻن هلچلن سنڌ تي بہ پنهنجو اثر وڌو. پهرئين 1921 جي هلچل خلافت ۽ جليانوالا باغ جي ڪوس ڪري هندن ۽ مسلمانن جي گڏيل هلچل هئي ۽ ڪي ائين بہ سمجهندا هوا تہ مذهبي جنون ڪري مسلمانن جو جوش خروش وڌيڪ هو ۽ هلچل وڌيڪ زور ورتو. سڄي هندستان ۾ مسلم فرقو تڏهن سجاڳ ٿيو ۽ سياسي ميدان ۾ آيو. پر سجاڳي مذهبي ماڻهن پوءِ سياستي ڪمن ۾ لڳائي. تنهنجو برو نتيجو ٻن هنڌ نڪتو. ڪوهات (سرحد پرڳڻي) ۾ فساد ۽ ڪيرالا ۾ موپلن جو ڪڪرم. ترڪن پاڻ مرادو خلافت ختم ڪري ڇڏي پر هند ۾ مسلمانن انگريزن بدران هندن سان دشمني شروع ڪئي. اڳيان پُراڻا پيڊ جي پاڻءِ غلاميءَ ڪري وسري ويا سي وري جاڳايا ۽ وڌايا ويا. مسلمانن جي مذهبي سجاڳي ڦري سياسي سجاڳي ٿي. سائمن ڪميشن جي رپورٽ کان پوءِ برطانيا سرڪار 1935 جو (سڌار) قانون پاس ڪيو ۽ انهيءَ موجب 1936 ۾ ميمبرن جون چونڊون ۽ نيون وزارتون ٿيون. سٽن پرانتن ۾ ڪانگريس وزارتون ۽ ٽن ڇئن ۾ ذري گهٽ ڪانگريس وزارتون ٿيون. جڏهن 1935 جو قانون پاس ٿيو تہ سنڌي مسلمان بہ سجاڳ ٿيا ۽ طلب ڪيائون تہ سنڌ ڌار ٿئي ڇو جو بمبئي پريزيڊنسي ۾ سنڌ پنجن مان هڪ ڪمشنري ۽ سيني کان پنتي پيل هئي. جيڪي مسلمان سنڌ مان چونڊجي بمبئي ڪائونسل ۾ ويا تن جي بمبئي ڪائونسل ۾ اصل ڪين هلندي هئي. بمبئي ڪائونسل

وارا بہ منجهائن بيزار هوا جو هو سنڌ ڪمشنر جي چيچ ۾ ٻڌل هوا ۽ هندن خلاف ووٽ ڏيندا هوا. پڙهيل سنڌي بہ ڌار سنڌ جي فائدي ۾ هوا ڇو جو هن پنتي پيل سنڌڙيءَ جي سڌاري ڏي پورو ڌيان ڪونہ ڏنو ويندو هو. سنڌ جو ڪمشنر تہ ڌار ٿيڻ جي بلڪل فائدي ۾ هو ڇو جو ڪمشنر مان وڏي گورنر ٿئي ها ۽ مسلمان عيوضين جو ليڊر ۽ قوم جو ڪپتان بڻجي ها پرارمان جو سنڌ جا هندو الڳ سنڌ جي خلاف هوا. هو جڻ ڪمشنري راڄ جي فائدي ۾ هوا. مسلماني راڄ کي هنن جتڪو راڄ ڪري پڪاريو ۽ انگ اکر حقيقتون اهڙا ڳولي پڌرا ڪيا جڻ الڳ سنڌ جو راڄ هلي ئي ڪين سگهندو. خود ڪانگريس جي پارٽيءَ ۾اِتان ڦوٽ پئي جا هلندي رهي. تان جو الله بخش سومري جي ايامڪاريءَ ۾ اها ڦوٽ سنڌ جي سياسي ميدان ۾ قائم رهي. هڪ ڌر سياسي سوال خاص هندن جي نظر سان ۽ ٻي ڌر هندن ۽ مسلمانن جي نظر سان ٿي ڏٺو. نتيجو اهو نڪتو جو مسلم ليگ سنڌ ۾ بہ پير کوڙيو ۽ هندو مسلم وٿاءُ وڌي ويو. جتي ٻنهي جو گهڻي قدر ميل ميلاپ هو جتي صوفي ويچارن ٻنهي کي ڳنڍيو هو جتي رهڻي ڪرڻي ۾ فرق گهٽ هو اتي ڪاهي پيدا ٿي پئي جا وڌندي ويئي. تان جو ورهاڱو ٿيو. سنڌ جو ڌار ٿيڻ اتهاسڪ گهوٽالو هو جنهن ۾ آخر سنڌ جو ورهاڱو جڻ تہ قسمت ۾ لکيل هو.

سنڌ ڌار ٿيڻ کان پوءِ هندن مسلمانن جي دلين ۾ ويڇو ظاهر ٿي پيو. ڪو سوال ڪپندو هو جنهن تي گوڙ ۽ فساد ٿين. سکر شهر ۽ درياهہ جي ڪپ تي هڪ وڏو ميدان هو جنهن ۾ هڪ وڏي صفح واري جڳهہ هئي. انهيءَ ميدان ۾ اڪثري ڪليڪٽر ۽ ٻيا آفيسر وچ ۾ تنبو لڳائي ۽ جڳهہ جي هال ۾ ڪلارڪن لاءِ آفيسون کولي ٻن چئن ڏينهن جي ڪئمپ ڪندا هوا. تان جو جڳهہ جو نالو پئجي ويو "منزل گاهہ" شايد 1938 ڌاري ڪراچيءَ جي مسلم ليگ روزاني اخبار "الوحيد" پرچار شروع ڪيو تہ وڏي صفح واري جڳهہ سچ پچ مسجد هئي ۽ ان ڪري اها مسلمانن کي ڏني وڃي. عام طور

خبر هئي ته اها جڳهه ڪڏهن مسجد طور ڪم ڪونه آئي هئي. جڳهه جي اولهه پاسي پٽ ۾ محراب هوا پر عربن جي خانگي جڳهين ۾ به محراب ٿيندا آهن. جڏهن مسلمانن جڳهه جي طلب ڪئي ته ساڌ ٻيلي جي مهنت اعتراض اُٿاريو ڇو جو هن نٿي چاهيو ته مندر ۾رسان مسجد هجي ۽ گهنڊن وڄڻ بهاني فساد ٿين. هاڻي ته جهڳڙو وڏي ويو ۽ چاڪاڻ ته ميان الله بخش وڏو وزير هو ۽ ڪيس منجهاڻو هو تنهن ڪري ڇيڙيو ويو. مقرر ڏينهن شهري ۽ ڳوٺاڻن مسلمانن گڏجي منزل گاهه ۾ جڳهه تي حملو ڪيو ۽ پوليس لنبازي ڪئي. افسوس جو ڳوٺاڻن مسلمانن پوءِ ڳوٺ جي هندن کي ۽ ڪن ڳوٺن جي وڏيرن پنهنجا خانگي جهڳڙا پاڙيا ۽ هندن کي نه رڳو لٽيو پر خون ڪيو. گوڙ هلندي ڏينهن ڏٺي جو ريلي گاڏيءَ ۾ ڀڳت ڪنور رام ۽ ٿورو پوءِ مسٽر پمناڻيءَ M.L.A به گولين جو شڪار ٿيا. هاڻي ته ٻن فرقن وچ ۾ تيهان وڌاءُ وڌيو ۽ مسلم ليگ زور ورتو. اهو جهڳڙو سچ پچ سياسي هو پر مذهبي رنگ ڏنو ويس. هن ڪان پوءِ سڀ فرق سياسي ٿيا ۽ مذهب جي نالي ۾. ارمان اهو آهي جو انهيءَ وقت ڪانگريس پارٽيءَ ۾ وڏيڪ ڦوٽ پئي ۽ فرقيواريءَ جو علاج ڪرڻ بدران بيماري وڌائي ۽ الله بخش جا هٿ ڪمزور ڪيا ويا.

مون هيستائين سياست ۾ ۽ خاص ڪري سنڌ جي سياست ۾ ڪو به بهرو ڪونه ورتو هو. الڳ سنڌ جي هلچل وقت آءٌ دهلي ۾ هوس. پر منزل گاهه جي فساد وقت سنڌ ۾ هوس. سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر نه هوس ۽ جوڙجڪي ڪاريه ڪرتا هوس، پر سياستدان ۽ پڪو ڪانگريسي به هوس. تڏهن مون جلد ئي وڏي ڪانگريس جي سيڪريٽريءَ کي خبر ڏني ۽ صلاح گهري ته ڪانگريس ڇا ڪري. آچاريه ڪرپالاڻيءَ جواب ڏنم ته:

سواراج پون-الهه آباد 4-3-40

*پريه نارايڻ*

........سنڌ جي حالتن بابت مونکي ڪي ڪين چوڻو آهي. منهنجي آفيس جي جوابدارين کان هيءَ ڳالهه مٿي آهي. مونکي سنڌ بابت ڪي به پنهنجا خانگي ويچار نہ آهن. پر جي هجن بہ ڪٿي تہ ڪنهن کي ڪين آئڙندا. تو چڱو ڪيو جو سردار ولب ڀائيءَ کي بہ لکيو اٿيئي. پر پرڳڻ پيا پونم تہ هو بہ توهان جا مسئلا حل ڪري نہ سگهندو. اهي اسان سڀني جي صلاحن کان ٻاهر آهن..... توهين سڀ رامڳڙهہ ڪانگريس ۾ اچڻا تہ آهيو پر ڪاريہ ڪارٽي ڪاميٽي سمجهي ٿي تہ سنڌين کي صلاح ڏيڻ بہ فضول آهي.

پيارن مان

**جيوت**

سردار ولب ڀائي پنجين مارچ تي هڪ تکو ۽ وڏيڪ ڏکھو جواب ڏنم جو هو بہ هو انگريزيءَ ۾ ڏيان ٿو. ڏسو Appendix C. منزل گاهہ جي فسادن کان پوءِ هندن مسلمانن جي فرقيوار ناسازي تيز ٿي ۽ مسلم ليگ پارٽيءَ زور ورتو. پر اُن کان بہ وڏيڪ دک جي اها ڳالهہ ٿي جو ڏهنُ ڄڻن جي ڪانگريس ڦٽي بہ اڌ ٿي. هڪ الله بخش پاسي ۽ ٻي سندس خلاف. ان ڪري الهہ بخش ڪمزور ٿي پيو. تنهن کان سواءِ هن کان پوءِ ڪانگريس هاءِ ڪمانڊ سنڌ جي ڪانگريس ڪمانڊ ۾ ايمان نہ رکندي هئي. ڏيري ڏيري اسين ورهاڱي طرف لڙهندا وياسين. مان پاڻ سياست ۾ وڏيڪ دلچسپي ونڻ لڳس پر ڪانگريس جي ٻن ٽڪرن وچ ۾ لوڏا کائڻ لڳس. ٻنهي پاسي دوست هوا، پر همراهہ نہ هوا. مان ڪنهن جو بہ وشواس هٽ نہ ڪري سگهيس، جيتوڻيڪ پانيان ٿو تہ وشواس جوڳو هوس.

هوڏانهن انتر راشٽري حالتون خراب ٿينديون وييون. ٻي مهاڀاري لڙائي سپٽمبر 1939 جي شروع ٿي ويئي. هڪ سال اندر جرمني نہ رڳو پولنڊ ۽ چيڪو سلوويڪيا ولاڙي ويو پر مغربي يورپ، يعني هالنڊ، بيلجم ۽ فرانس

۾ لتاڙي ويو. هندستان جي فوج ۾ برطانيا سان جنگ ۾ شامل ڪئي ويئي پر
ملڪ يعني ڪانگريس پارٽيءَ جي صلاح بنا. اها پارٽي فوجي ۽ ٻي مدد ڏيڻ
لاءِ تيار هئي، بشرطيڪ انگريز سرڪار، لڙڪائيءَ هلندي هندستان کي
جوابداري ڏيڻ باسي. نه فقط ايترو پر جوابداري هڪدم ڏني وڃي. جنهن
صورت ۾ چرچل سرڪار اهو شرط نه قبول ڪيو تنهن صورت ۾ گانڌيجيءَ
شخصي ستياگرهه جو اعلان ڪيو جو 1940 جوسڄو سال هليو ۽ 23 هزار
هندستاني تنهن ۾ گرفتار ڪيا ويا. ڊسمبر 1940 ۾ لڙائي ايشيا ۾ چڙي
پيئي ۽ جپان هندستان ڏي ڏوڪيندو آيو ۽ انگريز هٽندو ويو. هڪ ٻئي
پٺيان پرل هاربر جي سوبِ، پوءِ شانگهائي، سيام، ملايا، هانگ ڪانگ،
سينگاپور، جاوا، سماترا ۽ رنگون ۾ 9-3-42 ۾ فتح ڪيا ويا ۽ هاڻي دشمن
آسام جي در تي اچي ٺڪاءُ ڪيو. ملڪ ۾ ڦرڦوٽ هئي ته جاڻ جپاني فوج
آئي ۽ انگريز سامهون فوج بيهي نه سگهندي، انهيءَ جو اثر نه رڳو دنيا تي پيو
پر هند ۽ سنڌ تي ٻه.

ٿرپارڪر ضلعي ۾ هڪ حرن جي مسلم قوم آهي جا شايد سانگهڙ
تعلقي جي ٻيلي ۾ مکيءَ جي ڍنڍ پرسان ايامن کان رهندي آئي هئي. ڏينهن
ڏٺي جو ڦرلٽ، چوپائي مال جي وڏي پيماني تي چوري ۽ وقتي ماڻهن جا خون
به ٿيندا هوا. پوليس انهن سان پڄي نه سگهندي هئي. اڪثري انهن جو
سردار ڪو پير فقير هوندو هو. حرن جي بهادري، وفاداري ۽ پيرصاحب ۾
ايمان عالم آشڪار هوا. جڏهن جنگ جو پڙاڏو سنڌ تائين اچي پهتو تڏهن
حرن جو حوصلو وڌيو ۽ چارو طرف ڪچ بدامني وڌي. تنهن وقت سکر
ضلعي جي پير ڳوٺ ۾ هڪ ”پير پاڳارو“ رهندو هو. تکڙ جوان، دگهو،
ڪارسرو، دلير مسلم پير هو. لڙائي شروع ٿيندي ئي سرڪار هن کي 1939
۾ گرفتار ڪري بنگال ڏي موڪلي نظربند رکيو هو پر 1940 ۾ موٽائي سنڌ
۾ موڪليائونس. حرن کي جنگ جوان سردار کپندو هو ۽ پير کي ڪا ترت

تيار حرن جهڙي فوج ڪپندي هئي. هاڻي وڏي پيماني تي ۽ باانتظام ڌاڙا ۽ خون ٿيڻ لڳا ۽ سنڌ ۾ ترٿلو پئجي ويو. بنگال ۾ ڪن دهشت ڪارن (Terrorists) جي سنگت ٿيس ۽ سندس ويچار ۽ اُتساهه ڪچ دهشتڪاري ٿيا. سنڌ ۾ مونڻ شرط هن جا ڪارناما بہ دهشتڪاري ٿيا. جڏهن جپان ڪاهون شروع ڪيون تڏهن پير پاڳاري بہ ڌاڙا ۽ حملا شروع ڪيا. هن ليکي انگريز جاڻ سنڌ مان پڳو ۽ پوءِ سندس وارو بہ ايندو. هندستان جو اتهاس اهڙن واقعن ۽ حادثن سان پريو پيو آهي.

پر هن وري گانڌي ۽ گانڌيواد جو بہ فائدو وٺڻ چاهيو ٿي. ڳوٺ سڌار ۽ ڳوناٽا هنر برپا ڪرڻ چاهيائين ٿي. سو 1941 ۾ مان ڪي ساٿي وٺي سندس سلام تي ويس. سندس گهر نہ پر ڪوٽ هو ۽ ڪوٽ اندر زنانو ڪوٽ. شاهي حال ۾ دربار ڪندو هو ۽ آءٌ بہ دربار ۾ ساڻس گڏيس. قدآور، ڪارو ۽ طاقتور هو: جيڏي شاهي پڳ، اوڏي ورن واري وڏي شلوار. شان سان آيو. وڏيءَ ڪرسيءَ تي ويٺو ۽ اسان سان جرڙجڪي ڳالهيون ڪيائين. فيصلو ٿيو تہ آءٌ ڪي عمدا ڳوناٽا ڪم ڪندڙ موڪليندس، جي حرن کي ڪاڏي ناهڻ ۽ ٻين ڳوناٽن هنرن سکڻ ۾ مدد ڪندا. سندس ڳوٺ ۾ هندو مسلم ٻئي گڏ پاڙيسرين وانگر رهندا هوا ۽ ڪيترا هندو وٽس ملازم بہ هوا. سندس ڏاڍي ساک تي ڪيائون. جيڪڏهن گانڌيجيءَ کي ملي ها تہ ڪير ڄاڻي هي بہ سنڌ جو ڪجهہ بڻجي پوي ها.

پر جيئن لڙائي چڙندي ۽ وڌندي امفال (Assam) تائين آئي تيسين حرن جون ڪارروايون بہ سنڌ ۾ ڦهلبيون ويون. تان جو چئني طرفني دانهون ۽ ڪوڪون ٿيون. اهي فرياد گانڌيجيءَ تائين بہ پهتا. حيدرآباد شهر جي پرسان بہ ڪي ڌاڙا ۽ خون ٿيا هوا. ماڻهن پانيو تہ اجهو شهر جو بہ وارو آيو ڪي آيو.

تن ڏينهن مون حيدرآباد شهر ۾ هڪڙي والنٽيئر ٽڪري ناهي هئي، جنهن ۾ هڪ سؤ جوان ۽ اٽڪل پنجاهه ڪماريون هيون، جن جو باقاعدي لنين جو روز قواعد هيرآباد وارڊ ۾ ٿيندو هو. تنهن کان سواءِ ڏهه سک ۽ پنجويهه چوڪيدار رات ڏينهن پهرو ڏيندا هوا. سڄي شهر ۾ ڊپ جو وايو منڊل هو. شڪارپور شهر مان ڏهه هزار ماڻهو ڀڄي نڪتا ۽ ڪئين ڳوٺ خالي ٿي ويا هوا. هي ڪو هندو مسلم جهيڙو نه هو (جو سکر منزل گاهه ڪري هليو پئي). پر سنڌ ۾ بدامنيءَ جو ڳرو مسئلو هو. پوليس بيوس هئي، فوج ۾ هار ڪري ٿاڪوڙو پئجي ويو هو ۽ سرڪار مرڪزي توڙي پرانتڪ ڪمزور هئي. انهن حالتن کان ڪانگريس ۽ گانڌيجيءَ کي واقف ڪندو رهندو هوس.

وردا ۾ ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو هڪ پرستاو موجب "هندستان ۽ دنيا جي حالتن موقف، ديس اندر توڙي ٻاهران حملي کي نظر ۾ رکي، ڪانگريس کي پنهنجي ڪمن جو پروگرام ٺاهڻ کپي." سو پرستاو نظر ۾ رکي مون والنٽيئرن جو مانداڻو بچاو لاءِ منڊيو هو. پر ٿورن مهينن بعد ڪانگريس ڪاميٽيءَ پوني ۾ هن وارڌا پرستاو جي درستي ڪئي. انهيءَ موجب "پنهنجي بچاو واسطي جي ڪانگريسي، بيءَ ڪنهن به سنستا سان واسطو ۽ تعلق رکندا ته اها سنستا به اهنسڪ بچاو جون تياريون ڪندي......" انهن پرستاون ڪري آءٌ ۽ ٻيا ڪيترا ڪانگريسي منجهي پياسين. ٻئي پرستاو شري راجگوپال آچاريه پاس ڪرايا هوا. سو 1-8-40 تاريخ هڪ ڊگهيرو خط کيس مدراس ۾ لکيم ته اسان جي ۽ منهنجي من جو مونجهارو لاهي. والنٽيئرن جي گڏيل سنستا- جنهن ۾ مرد زالون، هندو مسلم هوا ۽ جا سرڪار جي چاڻ سان ناهي ويئي هئي. مان ڪانگريسي ٿي ڪري هلايان يا نه؟ اها اندرئين بچاو لاءِ هئي; اهو فرقيوار معاملو نه هو. ڪانگريسي جي اڳواڻي نه ڪندا ته سنستا ٽٽي پوندي اهي ۽ اهڙا سوال

مون آچاريہ ڪرپالاڻي، شري راجگوپال آچاريہ ۽ گانڌيجيءَ ڪان پڇيا. پر مونکي جواب ڏنا تہ والنٽيئرن جي بيشڪ اڳواٽي ڪر ۽ بچاو جو اهو بندوبست حالتن اندر ٺيڪ آهي. راڄاجيءَ 4 آگسٽ 1940 تي لکيو تہ ”لڪيل حالتن مواقف تو لاءِ هڪ ٺي رستو ڪليل آهي تہ ڪانگريس سان تعلقات ڇڏي جيڪي ڪرين ويئو ڪر. ڪانگريس جي اها نيتي ٿي سگهي، جو مونجهارو پيدا ٿئي. جيڪڏهن ڪي ڪانگريسي صرف ڪانگريس جي ڪم ۾ اهنسڪ رهندا پر بين سنستائن جي ڪم ۾ چاهي بچاو لاءِ هنسڪ ٿيندا تہ برابر مونجهارو ٿي پوندو. سي. آر راجگوپال آچاريہ. گانڌيجيءَ جيڪو جواب ڏنو سو مان جنسي Appendix D ۾ڏيان ٿو.“

شڪر جو تنهن وقت بہ واقعا ٿيا جنهن ڪري حالتون ڪجهہ سڌريون. هڪ تہ 1941 جي پڇاڙيءَ ۾ پير پاڳارو گرفتار ٿيو. ٻيو تہ سنڌ ۾ راشٽريہ سئيم شيوڪ جي شاخ برپا ٿي ۽ جڏهن اسين ڪانگريسي آگسٽ 1942 ۾ گرفتار ٿياسين تڏهن ميدان ۾ بہ پارٽيون وڃي رهيون هيون: مسلم ليگ ۽ راشٽريہ سيوڪ سنگهہ. ٻنهي پاڪستان آڻڻ جا نمونا اختيار ڪيا. پير پاڳاري جو ڇا ٿيو سو ٻئي فصل ۾.

# وري ناناڻي گھر

مهاڀاري لڙائي زور وٺندي ويئي ڇو جو نہ رڳو جپان ڏکڻ ايرندي جا ملڪ والاري ويو پر آمريڪا بہ جلد اچي شامل ٿيو ۽ هندستان ۾ انگريزن جو ٻانهن ٻيلي ٿيو. ٻنهي گڏجي جپان کي آسام ۾ روڪيو ۽ آخر هٽايو. پر پير پاڳاري جي نظر فقط هند ۽ سنڌ تائين محدود هئي. انگريزن کي ڪمزور ڏسي هو وڌيڪ اُرهہ زوراوري جا ڪم ڪرڻ لڳو ۽ چارو طرف حرن جي ڌاڪن لڳڻ ڪري سنڌ ۾ هاهاڪار مچائي ڇڏيائين. تان جو حرفت ۽ ساهس سان حرن جي هڪ ٽوليءَ اُڏيرو لال اسٽيشن (حيدرآباد کان ٽيهارو ميل پري) وٽ ڪراچي- لاهور ميل کي تيز رفتار اندر هيٺ ڪيرائي وڌو ۽ پوءِ بندوق سان چاليهارو مسافرن کي ماري وڌو. انهن ۾ سر غلام حسين وزير جو فرزند هو. پوءِ سڀ حر رفوچڪر ٿي ويا. صبح جو اچي سر غلام حسين، پٽ جو لاش کڻائي ڪراچيءَ ويو. پر ڪليڪٽر، مسٽر اُڏارام مير چنداڻي ۽ مان گڏجي هڪ اسپيشل ٽرين (ٻن گاڏن جي) ۾ چڙهي واردات تي وياسين. پوءِ ٻن ڇٽن کي همراهہ ڪري مون پاڻ اهي لاش گاڏن ۾ ڏويا. سانجهن جو حيدرآباد جي مساڻي ۾ سيني لاشن کي چڪيا جي ٻنيٽ ۾ جلايو ويو.

هن کان پوءِ سرڪار هيسجي نہ ويئي. پير پاڳاري ۽ ڪيترن حرن کي گرفتار ڪيو ويو ۽ 1942 جي پڇاڙيءَ ۾ ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو. جڏهن آءٌ وري حيدرآباد جيل ۾ 1943 ڌاري هوس تڏهن خود نائب جيلر، مسٽر لانگمن، ٻڌايو تہ مون ڪيس ڦاسيءَ تي چاڙهيو ۽ جيل اندر اهڙيءَ جڳهہ ۾ دفن ڪيو جنهن جي ڪنهن کي سڌ ناهي. منهنجي وارڊ ۾ ڪي حر چوڪيدار هوا ۽ انهن ليکي پير صاحب زندهہ هو پر ڪنهن لڪل هنڌ. وقت ڏسي پڌرو ٿيندو ۽ وري راڄ ڪندو. ڪنهن کي مجال جو هنن جو ڀرم ڀڃي. پير پاڳارو فسادي هو پر انقلابي نہ هو. هن جا نمونا سڀ پراڻا (Feudal) هوا. رڳو تلوارن بدران بندوقون ڪنيائين. عام ماڻهن کي نہ سجاڳ ڪيائين، نہ انتظام

سيڪاريائين ۽ انهن جي شڪتيءَ کي شڪتيشال بنايائين. جهوني زماني جو پير ۽ سندس مريد. پر نئين نموني پير مان سردار بڻجڻ چاهيائين ٿي ۽ سو بہ سيني کي هيسائڻ ۽ ڊيڄارڻ سان. ڪلمو پنهنجو پڙهيائين ٿي پر ڪوڙو نالو گانڌيجيءَ جو ورتائين ٿي.

هوڏانهن سنڌ هند جي فوجي ۽ سياسي حالت 1942 ۾ تيهان اوندهہ انڌيڪار جي ٿيندي ويئي. انگريزي سرڪار بيزار ۽ بيوس هئي. ملڪ جي خلق اڳيان جپان جو راڪس در تي ڪڙو هو ۽ ڊپ هو تہ اندر آيو ڪي آيو. اوڏيءَ مهل سانت ۾ ويهي خلق جي حيف سهي سسڪيون پرڻ مردن جو مرڪ نہ هو ۽ گانڌيجيءَ لاءِ مجال هو. وارڌا ۾ ڪاريہ ڪارٽيءَ جو ميڙ ٿيو ۽ پرستاو پاس ڪيو ويو تہ "ملڪ هڪدم آزاد ڪيو وڃي ۽ هندستان جي آزاد سرڪار جپان جي فوج جو پورو مقابلو ڪندي, چاهي هنسڪ يا اهنسڪ نموني." برطانيا سرڪار کي وعدو ڪيو ويو تہ سندس فوجي مقابلي ۾ ڪا بہ رنڊڪ نہ وڌي ويندي ۽ جپان جي فوج کي ڪا بہ مدد نہ ڏني ويندي. پوءِ 8_9 آگسٽ 1942 جي ڪانگريس ڪاميٽي ويٺي ۽ انين تاريخ اڌ رات جو پرستاو پاس ڪيو ويو. بنا ڪنهن ڌڙڪي يا ستياگرهہ جي ڌمڪيءَ سان. مگر برطانيا سرڪار جنگ وچ ۾ آزادي ڏيڻ لاءِ بنهہ تيار نہ هئي. وائسراءِ لارڊ للنتگو تہ گانڌيجيءَ سان ملڻ لاءِ بہ تيار نہ هو. جي ملي ها تہ شايد ڪونہ ڪو ناهہ جو نمونو نظر اچي ها ۽ جي تڏهن آزادي نصيب ٿئي ها تہ صلح ۽ سانت ۾. پوءِ ڇا جو پاڪستان جو عام قتلام. آزادي ڏيڻ لاءِ اهو عين موقعو هو پر چرچل جي من ۾ ٻيو ڪڇ هو. ۽ هندستان جي قسمت ۾ هڪ خوفناڪ باب لکيل هو.

اڳ ذڪر ڪري آيو آهيان تہ جيئن يورپ کان 1938 ۾ موٽيس تيئن ڳوٺ سڌار جي ڪم کي لڳي ويس ۽ "ڳوناٽي جماعت" ناهيم. پر ڳوناٽو ڪم ڪو سولو نہ هو. اهڙو ڪم اڳ ڇڻ ٿيو ئي ڪونہ هو. سنڌ جا

ڪسان نهري ڪيتي ۾ عمدي مال سومويشيءَ جو پالڻ سکيا هوا ۾ ڪتڻ پڻڻ هڪ تج ۾ زنانو ڪم تي سمجهائون. ڀهراڙيءَ ۾ اڪثريت مسلمانن جي هئي، جي گهٽو ڪري اڻ پڙهيل ۾ پراڻن خيالن جا هوا. 1938 کان پوءِ جيئن هند ۾ تئين سنڌ ۾ متن مسلم ليگي اثر زور وٺندو ويو. جڏهن 1939 ۾ سکر منزل گاهه جا فساد ٿيا تڏهن 1940 کان وٺي هندو مسلم ويڇو وڌيو. پوءِ 41_1940 ۾ وري پير پاڳاري ۾ حرن جي جماعت ساري سنڌ ۾ واويلا مچائي ڏني تہ ملڪ ۾ بدامني وڌي. هاڻي هندو ڳوٺ ڇڏي شهرن ۾ اچي ڳاهٺ ٿيا. ڳوٺن جو وايو منڊل زهري ٿي ويو. هڪ پاسي وير وروڌ ۾ ٻئي پاسي ڊپ. انهن خراب حالتن ۾ ڳوٺاڻي ڪم جي تڪليفن کان مان گانڌيجيءَ کي واقف ڪندو رهندو هوس. پر هو مونکي همٿائيندو هو. هڪ خط لکيائين تہ:

سيواگرام
41_8_4

*پريہ ملڪاڻي،*

مان ڏسان ٿو تہ ڳوٺاڻن ساڻ ملڻ ۾ توکي ڏاڍي ڏکيائي ٿئي ٿي. پر پڪ ڪامياب ٿيندي جيڪڏهن همراهه سنا اتيئي ۾ ڪم ۾ اورچ هوندا... پنهنجو ڪم ائين ورهاءِ جو ڳوٺ جي شي ڳوٺ جي ڪم ڪندڙن سان، ڳوٺاڻن اوزارن سان پيدا ٿئي. وڪيندر پڪرڻ (Decentralisation) ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي.

ڪم تہ ڪندو رهيس پر جورجڪي ڪم ڍرو ٿيندو ويو ۾ سياسي ڪم صلح سانت ڪرائڻ جو وڌندو ويو. جڏهن تڪجي ۾ نراس ٿي پوندو هوس تڏهن موڪل وٺي وٺس اڪيلو يا ڪڏهن ڀائي پرتاب سان گڏجي وٺس لنگهي ويندو هوس. هڪ ڀيري ائين ويس تہ آشرم ۾ ڪا خالي ڪوٺي

نہ ليي. تڏهن چيائين تہ منهنجي جهوپڙيءَ جي هن ڪنڊ ۾ رهي پئو. ڪير جو مهاتما جي نظر هيٺ چوويهہ ڪلاڪ نظر بند رهي. وڏن سان ڏينهن ڪاڻ شايد وڏا ئي ڪري سگهن ٿا. مون صفا انڪار ڪيو ۽ ڏينهن اڌ ۾ ڪوٺڙي خالي ڪرائي ڏنائين. پوءِ ڪم هوندو هوم يا نہ تہ ماٺ ڪري وڃي سندس پرسان وهندو هوس. پوءِ جيڪي ٿيندو هو سو جاچيندو ۽ تنهن مان ڪچ پرائيندو هوس. وچ ۾ آءُ وجهہ وٺي ڪا ڳالهہ بہ ڪري وٺندو هوس. جڏهن پائيندو هوس تہ دل جي بجلي وري جاڳي آهي ۽ اندر سوجهرو ٿيو آهي تہ موتي وجي ڳوناٽي ڪم کي لڳندو هوس. وٽس انهن ٽن چئن سالن اندر بہ ٽي پيرا سڪي سڪي سانت ۾ سلام ٽي ويندو هوس. شاهہ صاحب ڪين نصيحت ڏني آهي تہ:

”وڃڻ در دوستن جي هر هر هررائي.
پاڙي ڏانهن پرين جي اُجهہ ۾ اوائي.“

ڏٺو اٿم تہ ڪي شخص جي هلڪا هر هر وٽس ويندا هوا سي ڪچ اوائي ٿي پيا. پر سندس پر ۾ ويني ڪڏهن ڪي سوال نہ پڇيا هوا. هڪ دفعي پڇومانس تہ صبح جو 4 بجي کان ويندي رات جو 9 بجي هڪ کن پل نٿا وجايو ۽ ڪم ئي ڪم ڪريو ٿا. ٿڪجو نہ ٿا؟ جواب ڏنائين تہ ”بيو بيو ڪم معنيٰ من جي وندر“ (Diversifiction of work is recreation) سجو وقت هڪ ئي ڪم نٿو ڪريان.“ ڏٺم تہ اهو برابر هو. پرارٿنا، گهمڻ، بيمارن جي پرگهور لهڻ، لکپڙهہ ڪرڻ، ماڻهن سان گڏجڻ، اخبارن لاءِ ليک تيار ڪرڻ، ڪم ڪندڙن سان حالي احوالي ٿيڻ ۽ سڀ دل من ڏيئي ڪرڻ. اهو ڪم شاريرڪ، مانسڪ ۽ آتمڪ ٿيئي هو جنهن ۾ بت تندرست، من تازو ۽ دل گرم رهيا ٿي. ڪڏهن سچ پچ ٿڪبو هو تہ مون ۾ آرام ڪندو هو. پنهنجو پاڻ سنڀاليندو هو ۽ بيا سڀ يا پگهر ڪيندا هوس يا مٺي جو سور هوندا هوا.

مان جاڻائي آيو آهيان تہ 1939 کان وٺي هڪ پاسي مهاياري لڙائي ۽ ٻئي طرف 1940 ۾ جنگ جي ميدان ۾ ڪمزوريءَ ڪري هندستان آزادي ۽ ترت آزاديءَ جي طلب ڪري رهيو هو. شخصي ستياگرهہ بہ شروع ڪيو ويو. تڏهن گانڌيجيءَ کان لکي پڇيم تہ منهنجو ڪڏهن وارو ايندو. هيڏانهن سنڌ ۾ هندو- مسلم وڏندڙ ڇڪتاڻ ۽ منزل گاهہ ڪري فساد ۽ حرن جا ڪارناما. جواب آيو تہ:

سيواگرام
10-4-40

پريہ ملڪاڻي،

وڏندڙ جوابدارين ڪري توکي تہ سنڌ کي چنبڙي (glued to sind) پوڻ گهرجي. تڪڙ ڪري ستياگرهہ جي ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿيءُ. ڪاميٽي جو ميمبر نہ آهين تہ بہ سمجهہ تہ ميمبر آهين. اڃا تہ آزاديءَ جي يڌ مونکي نظر نہ ٿي اچي. سانت ۾ ڪم ڪي جنبي وڃڻ مونکي همٿ ڏيندو.

پيار

**باپو**

هن خط کان پوءِ پير پاڳاري ۽ حرن جي هلچل ڪري سنڌ وڏن لوڏن ۾ آئي ۽ بدامني سخت وڌي. تڏهن مون حيدرآباد ۾ والنٽيئرن جو جٿو ناهيو. پر دل ۾ کٽڪو هوم تہ سنڌ جي وايو منڊل ۾ هنسڪ يا اهنسڪ ساڌنن سان ڪجھ بہ ڪري سگهبو يا نہ. شڪن شبهن لاهڻ لاءِ ٻن سالن کان پوءِ وري گانڌيجيءَ جو در کڙڪايم. جواب آيو تہ:

سيواگرام
42_5_21

*پريہ ملڪاڻي،*

منهنجي چوٽي لڪٽيءَ مان منهنجي راين جي توکي چٽي خبر آهي. تون چا ڪرين سو توکي صاف چٽي سگهان ٿو. جي دل توکي چوي تہ هن موقعي تي توکي هٿيارن کان ڪم وٺڻ کپي تہ ڪٽڻ کان هٻڪ نہ. هنن حالتن هيٺ هر ڪنهن کي پاڻ کان پڇڻ کپي ۽ جيڪي اندر وارو چوي تيئن ڪرڻ کپي. جي ڪانگريس جو انتظام توکي آڏو اچي تہ جا صلاح مستر ڪي ايم منشي کي ڏنيم، تہ استعفا ڏي، سا توکي بہ ڏيان ٿو. ملڪ کي تنهنجي پوري خدمت ملڻ گهرجي.

پيار

**باپو**

مون وٽ گانڌيجيءَ جا اٽڪل هڪ سؤ خط آهن ۽ اڪثري سندس هٿ اکرن ۾. چار پنج وڃايا بہ اٿم يا ابهرائيءَ ڪري ڀين کي ڏيئي ڇڏيا اٿم. باقي سڀ تاريخ 18 مئي 1966 تي مون گانڌي سنگرهاليہ دهلي کي دان ۾ ڏيئي ڇڏيا. جي هنن (laminate) ڪري سنڀالي رکيا آهن. سيني خطن جون "فوٽو اسٽاٽ" ڪاپيون هنن ۾ مون وٽ آهن. هي 21_5_42 جو خط سڀ کان آخرين خط مون ڏي آهي. پوءِ ساڻس ڪيترا ڀيرا روبرو گڏيس ۽ صلاحون ڪيم.

اها تہ اتهاس جي وارتا آهي تہ ملڻ ۽ صلاح بنا 9 آگسٽ 1942 جي پرهہ ڦٽيءَ جو گانڌيجي ۽ سندس ساٿي گرفتار ڪيا ويا. جيتوڻيڪ ستياگرهہ جو اعلان اڃا ڪونہ ڪيو ويو هو ۽ وائسراءِ لارڊ للنٿگو سان ملڻ لاءِ ڪانگي هو. گرفتارين بعد سنڌ ۾ اسان جو وارو آيو ۽ گرفتاريءَ بعد

ڪراچي جيل ۾ رکيو ويس. مهينو کن گذرڻ بعد سڀني سياسي قيدين کي اوچتو سکر ۾ اماڻي هڪ بلڪل پراڻي جيل ۾ رکيو ويو. هن جيل ۾ اسين گهڻو ڪري B & C درجن جا هواسون. هن ڀيري اسان مان ڪن کي سزا نہ ڏني ويئي پر "Q" ڪلاس ۾ يعني بندش هيٺ رکيو ويو. جيسين لڙائي بند ٿئي ۽ ملڪ ۾ سانت ٿئي. انهي ڪري اسان لاءِ بہ چار وڏا سهنج ڪيا ويا. هڪ تہ رات يا ڏينهن ڪڏهن بہ ڪوٺيءَ ۾ بند نہ ڪيو ويندو هو. رات جو آسماني گنبذ هيٺ، چند تارا ڏسنديءَ ڪليل هوائن ۾ سمهندا هواسين. رات جو پاڻ تہ جيل واسي نہ پر آڪاش واسي هواسين. ٻيو تہ پنهنجو ڪانو ٻاهران گهرائي سگهندا هواسون. سو گهر جو ڪانو جيل اندر ڪائي سگهندا هواسون. پر خبر ڪانہ هئي تہ ڪيترا سال جنگ نياڳي هلندي ۽ اسين بند ۾ ڪاٽيندا اسين.

سکر جيل ۾ بہ وڏا آزار اسان لاءِ هوا. هڪ آزار اسان پاڻ لاءِ پاڻيهي پيدا ڪيو. ڪي سو سياسي قيدي هواسين پر گهڻا سزا وارا "C class" جا قيديءَ جن کي جيل جو سڪو پڪو ڪاڌو ملندو هو. ڪي ٿورا مکيہ قيدي "Q" ڪلاس جا هواسين ۽ تن ۾ جيڪي سکر واسي هوا تن کي گهر جو ڪاڌو ايندو هو. سکر جو جيل سچو جيل نہ هو پر ڌرم شالو ۽ سڀ قيدي گڏيا سڏيا پيا هواسون. ڪيترا تہ رولو ٿي پيا ۽ گهڻو وقت هڪ بوراڪ مان ٻيءَ ۾، گپ شپ لاءِ پيا ايندا هوا. پر گهر مان آيل ڪاڌا بہ ايندا ويندا هوا ۽ تيهان گهپي پيدا ڪندا هوا. ڪلاس "C" وارن جون طلبون پوريون ٿيڻ جون نہ هيون. هن پاڻ لاءِ گهڻو رکيو ۽ ٿورڙو وراهايائين؛ هن مونکي ٿورڙو ڏنو ۽ فلاڻي کي گهڻو ڏنائين؛ مون چيومانس تہ هوءَ شيءِ ٻاهران گهرائي مونکي لڪائي ڏي پر ائين ڪين ڪيائين وغيرهہ. دل ۾ چيوسين تہ تنهن کان ڏار رهڻ ۽ ڪائڻ چڱو. ٻيو تہ سڀ سنياسي قيدي ستياگرهي ڪونہ هوا. ڪي گهلجي بہ آيا هوا سي بہ جيل اندر چڙواڳ ٿي پيا. سو سانتيڪي جيل ۾

جت هڪ ٻئي سان ڪو ڪونہ ڳالهائي سگهي تنهن ۾ اُلٽو ڏاڍو گوڙ گهمسان تي پيو. ڏاڍا بيزار ٿياسين ۽ چيوسين تہ اهو گهر جو ڪاڏو گهوريو جو پيٽ مس ڀري پر مٿي جو سخت سور تي پوي.

پر ٻيو هڪ آزار قدرت بڻايو. اتر سنڌ ۾ سکر جي گرمي مشهور آهي. اسين آگسٽ ۽ سيپٽمبر جي مهينن ۾ اُتي هواسين ۽ اسان ٽورن ”C“ ڪلاس وارن کي جيل ۾ ڦاسيءَ وارن جون ڏار ڪوٺيون ڏنيون ويون. تن سان ياڻ ۽ تہ مهرباني ڪئي ويئي. پر منجهند جو ماني کان پوءِ ننڊ جي ڳهر ٿيندي هئي. جيئن ڏينهن ٿتو تہ ڄڻ ممڻ متو. ڪوٺڙي ننڍڙي ۽ هڪ دروازو- نہ وري ورانڊيو. ڄڻ ڪوري ۾ اسين ڊبل روٽيءَ وانگر پچندا هواسين ۽ لچندا هواسين. اجا ننڊ وٺي وڃي تہ بت پگهر ۾ شل ۽ جاڳ تي پوي. سو ننڊ نہ پر نند ۽ جاڳ وچ ۾ پيا ڦٿڪندا هواسين. ويچاري جئرامداس کي بت تي وار جهجها ۽ بت بہ مون جهڙو هلڪڙو ڪونہ هوس. سڄو بت پگهر تہ هنڌ ۾ بہ پگهر. نيٺ رمز سان بانس جون ڪي لڪڙيون هٿ ڪيوسين ۽ چادرون ڪڍي ڪنهن اتڪل سان وڏا چڪٽا پکا ٺاهي، ڇت ۾ لٽڪاياسين. پوءِ سمهڻ مهل رسي پيرن جي آڱرين ۾ جهلي پنکو جهولي ننڊ ڪندا هواسين. ننڊ مس اچي تہ جهولڻ بند ۽ اکيون کليو پون. سهڪي سهڪي ۽ رکي رکي ننڊ لاءِ واجهائيندا هواسين.

نيٺ سرڪار کي ڪجهہ فهم آيو تہ ”Q“ ڪلاس وارا جي خبر نہ آهي ڪيستائين بند رهندا، سي ڇو نہ پنهنجي ضلعي جي جيل ۾ موڪلن تہ گهر ويجهو هجن. سو هڪ ڏينهن اسانکي حيدرآباد جيل ڏي ڪڍي ويا ۽ اسين خوش ٿياسين. هڪ ٺي سني يارڊ ۾ ڇهہ ڪمرا هوا ۽ اسان ڇهن ”Q“ ڪلاس وارن کي انهن ۾ رکيائون. شري جئرامداس، پروفيسر گهنشيام، ڊاڪٽر چمنداس، مسٽر وشنداس، مهراج وشنو شرما ۽ مان. ڪڏهن ڪڏهن گهنشيام کي منجهند جو ۽ چمنداس کي سانجهيءَ جو ۽ ٻين کي

گهران ماني ايندي هئي. پر مناين ۾ تولن ۾ ميون جي بہ ڪا ڪمي ڪا نہ هئي. جيلر صاحب پيچڙي وارو هڪ ڪيپٽ بہ ڏنو جو جٺرامداس جي چارج ۾ هو. سو سائين جڏهن ميز تي ويهبو هو تہ ٽيهن قسمن جا طعام حاضر. گهر وارا بہ دل ۾ چوندا هوا تہ ويچارو جيل ۾ آهي، سو پڊنگ يا ڪيڪ يا ٽافي ڏياري موڪليونس. ڪم ٿورو سنگت سٺي، ڪاڏو مليدو ۾ جڳهہ عمدي اهو هو اسان جو "Q" ڪلاس حيدرآباد جيل جو. ٺوب واربرن بہ ٻوڙ ڪيا. پر اسان ٻليون بہ ڪٺي پاليون جن بہ خوب ٻوڙ ڪيا. منهنجي ٻليءَ جو نالو رکيائون "سرلا" جو منهنجي هڪ دوست جو نالو آهي. جٺرامداس وري هڪ مندي ٻلي پالي، جنهنجو احوال ڪانئس پڇو. ڪنڊ ۾ ڳوڻ وڇائي ڏنائينس. پوءِ ڪمري اندر پونگرن جو ويم ڪيائين تہ ٻلي لاءِ پردو ڊڪيائين. جيئن ڳجهہ ڳوهہ ۾ ويم ڪري، وري توڪي مونکي بہ ڪوني ايندو هو تہ ڏس تہ ڪيئن تي ويم ڪري ۾ چتي چتي ٻار نپائي ۾ صاف تي رکي. عجب تہ پونگرن جو گونهہ بہ ماءُ چتي چتي صفا ڪري. مطلب ٻليون اسانجون ٻاهر جون ساتاٽيون ۾ وڏيون وندر تي پييون. مان تہ وري پنهنجي ڪمري ۾ ماڪوڙن کي جاچيندو هوس. جيل ۾ ضرور ڪا نہ ڪا وندر کپي، جيتوڻيڪ رولن موجب منع آهي. اسان پنهنجي لاءِ وندر ڳولي ڪڍي ۾ رولن کي ليڪيو ئي ڪين.

جيل ۾ حد صفائي ٿيندي آهي. ڪوٺيءَ جي جڳهہ جي، يارڊ جي، رستن جي. سومر ڏينهن نہ رڳو سڄي جيل جي پر بستري ۾ برتنن جي بہ هڪ پيري اسان مان ٻن ضد ڪري جست جا بہ تي برتن صاف تہ ڪيا پر چاٽي واٽي گهي چمڪايا نہ. هڪدم "پيشي" تي تہ برتن نيڪ نہ آهن. اسان وري ٻئي سومر تي بہ ائين ڪيو. هڪدم پيشي تي تہ ٻنهي کي ٻئي يارڊ ۾ انڌاري ڪوٺيءَ ۾ چار ڏينهن بند ڪيو وڃي. جيل ۾ شيون بلڪل ٿورڙيون. جڻ تہ بہ ڏندڻ تئين تڏي، پاڻ تہ گهر جو سامان سدائين تنهنجي ڪلهي تي

آهي. سو ٿوري شيءِ پر سجلائتي ۽ ٽائينڪي رکي هوندي. شيءِ ڪا ڳوليءِ نہ پوندي هئي. پر هڪ ٽئين خوبي بہ هئي. سڄو ڏينهن ٽيم ٽي گذرندو. ڏينهن رات گهنڊ پيا وڄن. هي گهنڊ اُٿڻ سمهڻ جو هي ڪاڏي جو هي ڪم ڪرڻ ۽ بند ڪرڻ جو هي جيل ۾ گوڙ ٿيڻ جو وغيره. مان اڳيئي ٽيم ٽي هلندو هوس پر جيل ۾ ياڻءِ تہ گهڙيال وانگر ٽيمي ٽي پيس ۽ سيني ڪي خبر هوندي هئي تہ هن وقت ملڪاٽي ڇا وينو ڪندو هوندو.

"Q" ڪلاس ۾ اسانکي هلڪو يا ڪين جهڙو ڪم هوندو هو. پيا ڪم لاهي صبح جو 8 بجي ميز تي ويهندو هوس ۽ جيسين ڪاڏو اچي يعني 11 بجي تائين لکڻ جو ڪم ڪندو هوس. اهو اڪثري سنڌيءَ ۾ ترجمي جو. اٽڪل پنج سال مٽيوئي جيل ۾ ڪاٽيم ۽ ڏهاڪو ڪتابن جو ترجمو ڪيم. جي گهڻو ڪري گانڌيجيءَ جا هوا. انهيءَ ڪري وقت سٺو ۽ سولو نبريو ۽ بين وانگر وڏي نہ پيو. وچ ۾ ڊاڪٽر بہ ايندو هو پر انهيءَ ڪي عرض ڪيم تہ منهنجي بيماري لکڻ جي هئي ۽ انهيءَ جو علاج روز هڪ گلاب جو گل ميز تي ماٺ ۾ رکي موڪلائي وڃي. ترجمي جي ڪم ۾ هن.پيري بہ همراهہ هواسين. مان ليکڪ ۽ شري جٺرامداس تپاسيندڙ. ٻئي گانڌي ۾ هواسين. صبح جو لکندو هوس سو سانجهيءَ جو جٺرامداس پڙهندو هو. ڇي هي سٽ صاف نہ آهي؛ هي لفظ پورو نہ آهي؛ هن مان نيڪ معنيٰ نٿي نڪري. پوءِ مان ٻي سٽ يا ٻيو لفظ ڏسيندو هوس. منهنجو تہ پگهر نڪرندو هو پر جٺرامداس جو پگهر جنسي وهندو هو. سچ پچ گانڌيجيءَ جو لکڻ بلڪل صاف ۽ لفظ ٿورا ۽ پر معنيٰ. پر ترجمو ڏکيو آهي ۽ اسين ٻئي گانڌي پڳت ۽ هو مون کان ڪٽر. ڏنم تہ سڀ ڳالهہ ۾ اونهو ويندو آهي، پوءِ چاهي سياست يا ترجمو يا ماٺهو پڃائڻ ۾. مان البت اُبهرو ۽ ايترو اونهو نہ ويندو آهيان ۽ ماٺهن جي پرک ۾ سڀ پيا چڱا نظر ايندا آهن. جٺرامداس ماٺهوءَ جو اندريون پيٽ ٻاهر نہ ڪڍندو تيسين آرام نہ ڪندو. سڀ پاسا ڏسندو ۽

تپاسيندو ۽ پوءِ قدم کڻندو. سندس جهڙو خبردار شخص ڪو ورلي هوندو جي سياست ۾ نہ گهري ها تہ کوجنا (Research) جي ڪم ۾ هوند ماهر ثابت ٿئي ها. هن جي ۽ ڊاڪٽر چوئٿرام جي جوڙي پوري ٻٽي. هڪڙو هو انجڻ وانگر تہ ٻيو هو گاڏي جو گارڊ. پر ٽيون ساٿي گهنشام جڻ "ڪنڊيڪٽر" هو. سياست ۾ ڊاڪٽر صاحب جولاني ۽ ڦتنتي هو پر جئرامداس رهبر ۽ گهنشام وفادار همراهہ. ٽنهي کي سنڌ ۾ ترمورتي ڪري سڏيندا هوا ۽ ٽنهي وچ ۾ چوٿين جي شايد جڳهہ بہ ڪانہ هئي.

انهيءَ طرح اڍائي سال گذري ويا. اهڙي عمدي "ڪلب" ۾ مان اڳ ڪڏهن ڪونہ رهيو هوس. سڀ سڌا، سنئي سياوَ وارا، جن ۾ ڪو پاڪنڊ نہ هو جي هڪ ٻئي جا سچا ساٿي هوا ۽ سچا گانڌي وادي ها. باهر اسين سڀ هلاچي هل ۾ رهندا هواسين ۽ پورو پاڻکي بہ نہ ڄاڻندا هواسين. رڳو متاچرو سڃاڻندا هواسين. هن ڪان پوءِ هڪ ٻئي کي پورو ڄاڻي عزت ۽ ٿورو پريم بہ ڪندا هواسين. جيل ۾ هن قسم جو انساني آزمودو ناممڪن ٿي پوندو آهي. اسان جو جيل آدرشي هو يا نہ پر اسين ڇهہ قيدي ذري گهٽ آدرشي ٿي پياسين.

# چوندن جي چڪر ۾

جڏهن 1945 جي شروعات ۾ اٽڪل اڍائي سالن جي بند کان پوءِ مان آزاد ٿيس ته هڪدم پنهنجي جوڙجڪي ڪم کي لڳي ويس. ٻه ڪاڏي پندار، هڪ گڊري وارو اوني ڪارخانو ته هلندا هوا. هنديءَ جو پرچار اڳي کان ٻه وڌيڪ زور سان هليو پر ڳوناٽو ڪم قريب قريب بند ٿي ويو. منزل گاهه جي فسادن کان پوءِ هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ وٿاءُ وڌندو ويو ۽ حرن جي ڪارنامن کان پوءِ ڳوٺن ۾ جان جي سلامتي نه رهي. انهي سببن ڪري ساري سنڌ ۾ هندن جو جڻ ڳوٺن مان شهرن ڏي وڃڻ جو قافلو ٿهي ويو. شهرن جو آدم وڌيو ۽ مسواڙون ٻه چوٽ چڙهڻ لڳيون. منهنجو مکيه ڪم هنن حالتن ۾ هندو مسلم ايڪتا ۽ هڪ ٻئي ۾ ميل ميلاپ جو ٿي پيو. حيدرآباد تيئن ڪراچي ۽ ٻين شهرن ۾ صلح سالت جون ڪاميٽيون ٺهيون ۽ مون اهي ناهي ۽ هلائڻ ۾ وڏو حصو ورتو.

پر هيو ٻه هڪ ننڍڙو ڪم پاڻ تي رکيم. ڪيترن ڪتابن جا سنڌيءَ ۾ ترجما ڪيا هيم. اهي ڪتاب ڇپائڻ ۽ وڪڻڻ لاءِ هڪ ساهتيه سڀا ٻه ناهيم ۽ ڪي جوان دوست هن ڪم ۾ ساٿي ڪيم. پر لڙائيءَ جي حالتن ڪري پنو نٿي مليو. گانڌيجيءَ جي ٽن چئن ڪتابن مان فقط هڪ "چرخي جو راز" ڇپجي تيار ٿيو. پر جواهر لال جي "جواهر جيوني" ٻه گهڻي محنت کان پوءِ جيل اندر ترجمو ڪيم. هي مکيه ڪتاب اڳ ئي سنڌيءَ ۾ ڇپيل هو پر اهو ترجمو نه هو پر ڪتاب جو تات ٻرج (Condensed) ۽ ڪتاب مان رڳو جواهر لال جي بوءِ نه پر ترجمان جي ٻه بوءِ ٿي آئي. جيل ۾ ساٿين جي راءِ هئي ته ڪتاب جو پورو ترجمو مان وري ڪريان. جڏهن جواهر لال سنڌ جي دوري تي آيو تڏهن ڇپائڻ جي ڪانئس اجازت ورتيم جا هڪدم ڏنائين. ڪانگريس ڪيس ناٽي جي چڱي ڳوتري ڏني. جنهن مان ڏهه هزار مونکي ڏنائين، اڌ ڇپائڻ ۽ اڌ جوڙجڪي ڪم لاءِ. پر ڇپڻ لاءِ ڪاغذ ملڻ ڏاڍو ڏکيو

تي پيو. جڏهن ڪاغذ هٿ ڪيو ويو تڏهن هندو مسلم ڇڪتاڻ ايتري وڌي ويئي هئي جو پاڪستان جون ڳالهيون ڇتيون تي هليون. جڏهن پاڪستان آيو سو به ڪانگريس جي ۽ جواهر لال جي قبوليت سان. سنڌ ۾ انهي وقت جواهر لال چا گانڌيجيءَ جو نالو سراپ مثل هو. سندن ڪتاب وٺي پڙهڻ سو ته پري ٿيو. ڪتاب جو پهريون ڀاڱو مسين مسين ڪري ڪوسا ڪوهر ڪري سستو وڪڻو پيو. ٻيو ڀاڱو ڇپجي ويو. ڇپيل پنا ٽوپيا ويا ۽ پوءِ ڳوٺيون ٻري ڪنهن تجويز ۽ همٿ سان بمبئي ۾ آندا ويا. پنجن هزارن جي لاڳت ته ٻڏي پر موڙيءَ سان منهنجا خود ادائي سؤ رپيا به ٻڏي ويا.

مون سنڌيءَ ۾ مڙيوئي ويهارو ڪن ڪتاب لکيا ۽ ڇپايا آهن ۽ ٽي چار ڇپيا ئي ڪونه ۽ به ٽي لکيل ڪتاب ساٿين گم ڪري ڇڏيا. انهن سيني ڪتابن مان مون هڪ پائي به نه ڪمائي, بلڪ اوائل ۾ دوستن کان به ٽي سؤ وٺي ڇپايا هيم. انهن مان ٽي چار ڪتاب ٻهر ٿهر به ڇپيا آهن پر مون ليکڪ کي ڪچ به پلئه نه پيو آهي. جڏهن دهلي ۾ 1956 ۾ پارليامينٽ جو ميمبر هوس تڏهن هڪ ڪتاب ڌرمانند ڪو بمبئي جو ”گوتم ٻڌ“ هنديءَ مان سنڌي ۾ ترجمو ڪيم. تڏهن ساهتيه ايڪيڊمي وارن مونکي چار سؤ ڪن ترجمو ڪرڻ لاءِ ڏنا ۽ هڪ ريڊيو ورتم. باقي جيڪي لکيو اٿم تنهن لاءِ ڪوڏي ڪانه ملي اٿم. هن بابت جواهر لال ۽ منهنجي ڪچ لکپڙهه هلي. جواب ۾ هڪ هيٺيون خط مختصر طور ڏيان ٿو.

ڊسٽرڪٽ جيل, ديرادون

10 سيپٽمبر 41

*پريه ملڪاڻي,*

مان ڪليءَ طرح توکي چوان ٿو ته سياستدان, پروفيسر ۽ ٻيا ڪتابن ڇپائڻ بابت بلڪل ٿورو ڄاڻن ٿا. پڌرو آهي ته ڇپائيندڙن تو جهڙي ليکڪ

ڪي وجهه وٺي ڦريو آهي ۽ تو به مان ميٺ ۾ پاڻ ڦرايو آهي، يا ته ڇپيندڙ ڪم مان ڪين ڄاڻن.... منهنجي واقفيت انگلنڊ، آمريڪا ۽ هندستان ۾ ٽيهارو کن ڇپيندڙن سان آهي ۽ ليکڪن سان به. پهرئين پهرئين ياد رکڻ گهرجي ته ڪتاب شايع ڪندڙ ڦورو (exploiters) ۽ ڏنگا آهن.....

ٻيو ته ائين سمجهڻ گهرجي ته ويچاري غريب ليکڪ جو گلو ڪپڻ کو خير جو ڪم نه آهي. اسين سيني کي ڪجھ ڏيون ٿا، ڇپيندڙ کي، پرڪاشڪ کي، ڪتاب فروش کي، پر جو سيني کان مکيه آهي يعني ليکڪ، سو جڻ ته ٻين سيني جي پلي لاءِ رڳو هوا تي رهندو! سو مان سمجهي نٿو سگهان.... واڌي، رازي، ڪنير، موچي کي ڏيون ٿا. پر سمجهون ٿا ته ليکڪ مفت ۾ پيو وهندو. ائين سچو ساهتيه ڪين وڌندو. ساهتيه تيار ڪرڻ ڪا فرحت جي ونڊر نه آهي پر جيون جو هڪ پورو ۽ عمدو ڌنڌو آهي.....

**جواهر لال**

هن راءِ سان مان پورو متفق راءِ آهيان. پر اجا نٿو سمجهان ته مان ليکڪ ٿي ڪمائڻ جو لائق آهيان ۽ خبر نٿي پويم ته هن ڪتاب لکڻ ڪري ڪي ڪمائيندس.

مان جڏهن جيل مان آزاد ٿيس تڏهن گانڌيجي مونکي در ماهه هڪ سؤ رپيا موڪليندو هو ۽ لکيومانس ته هاڻي اُهي پورا نه پوندا ۽ سوا سؤ کپندا. سي ترت وڌائي موڪليائين. منهنجي الاونس جو هڪ ننڍڙو عجيب قصو آهي. اڳ به 1928 ۾ جڏهن سهائتا جو ڪم ويني ڪيم تڏهن نڪر باپا کي چيو هوم ته ڏيڍ سؤ ماهوار کپندا، پر جلد ئي وري لکيم ته ڏيڍ سؤ نه پر به سؤ کپندا. تنهن تي گانڌيجيءَ چنڊ ڪڍيم. لکيائين ته:

آشرم
1928_4_4

*پريه ملڪاڻي،*

.....تو به سؤ گهريا آهن سا ڪا وڏي ڳالهه ناهي پر مونکي ٻڌاءِ ته پهرئين حساب ڪري ڏيڍ سؤ ۾ پوءِ به سؤ تو ڇو گهريا. مونکي چنتا آهي ته جيڪي اسين ڪريون سو سوچي پوءِ پڪيءَ طرح ڪريون. اسان جو تڏهن جيون نئون ٿيندو جڏهن اسان مان ڪي اڳ پوءِ ويچاري پڪا فيصلا ڪرڻ سکندا....جيڪڏهن سمجهين ته حساب ۾ تو پل ڪئي يا گهران پڇڻ بنا تو ڏيڍ سؤ طلبيا ته ڀل قبول ڪري به سؤ گهر. مان ائين توکي ڇو ٿو لکان سو سمجهين ٿو نه؟ مان چاهيان ٿو ته تون منهنجن آسن اُميدن موجب هلين.

**باپو**

اها پهرئين پر پوئين ۾ هڪڙي ئي چند گانڌيجيءَ مونکي ڪيڍي. در حقيقت گانڌيجيءَ مونکي 1921 کان وٺي 1945 تائين، پورا پنجويهه سال پاليو ۽ سنڀاليو. سنه 1921 ۾ بمبئي ۾ مون کي به سؤ ملندا هوا ۽ مسواڙ بنا جڳهه. جڏهن سنڌ ۾ 1927 ۾ ويس تڏهن رڳو به سؤ الاونس، ڇو جو جڳهه پنهنجي هيم. جڏهن دهلي ۾ 1933 ۾ هريجن سيوڪ سنگهه ۾ ويس تڏهن فقط ڏيڍ سؤ کڻندو هوس، جنهن مان ست رپيا مسواڙ جا، موٽي سنڌ ۾ 1938 ۾ فقط 125 رپيا ورتم. منهنجو اضافو ”گانڌي اضافو“ هو. شروع ۾ 1921 ۾ به سؤ ۽ مسواڙ ۽ آخر ۾ 1945 ۾ رڳو 125 رپيا بنا مسواڙ. گانڌيجيءَ کي مون وري اهڙي قسم جي تڙي ڪيڻ جو وجهه ڪونه ڏنو. ٽن ٻارن سان حيدرآباد جي عامل ڪالونيءَ ۾ 125 تي ڪيئن رهندو هوس سا مونکي خبر. ڪمائڻ جون اتڪلون نه سکيس. پر خرچڻ جي ڪلا سکي ويس. هڪ ته ڪفايت سان رهيس. ٻيو ته قناعت به حاصل ڪيم. گهر ۾ ڪي ڪين هويا هي هو ۽

هو ڪين هو. هڪ پيري گهرواريءَ کان هڪ رپيو گهريم تہ ڏهڙيائين تہ رپيو چا ڪندين؟ ”جي گهر ۾ پيپنگ پيئي واڪا ڪري؛ هڪڙو تون آهين، باقي تنهنجي گهر ۾ ٻيو آهي ڇا؟“ هاڻي دل ۾ هڪ ايمان اٿم تہ ٻڪ ڪڏهن ڪونہ مرندس، تہ ڪيترو بہ ٿورو ملندم تہ بہ شڪر ڪندس. ”پلي ٻڪ پرم جي- شال نہ وڃي شان.“ قضا سان 1945ع ۾ رڳا سڪٽا 125 رپيا ملندا هيم. پر جڏهن 1948 ۾ ڊپٽي هاءِ ڪمشنر ٿيس تڏهن 1500 رپيا پگهار ۽ هزار کن جا ٻيا ”لاڳا“ (Perquisties) ۽ انڪم ٽئڪس معاف ۽ ڪانا ٻاهر ۽..... هاڻي وري 1962 کان وٺي فقط 300 رپيا هنن ڏينهن ۾ جڏ اجا گانڌيجيءَ جي رهڻي پيو رهان ۽ اميد اٿم تہ هن جي آس پوري پيو ڪريان.

سنڌ جي ڦريل ۽ منجهيل حالتن ڪري آءُ روز بروز سياسي معاملن ۾ ۽ خاص ڪري هندو-مسلم جهڳڙن ڏي گهلبو ويس. سنہ 1946 جي شروعات ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيڻيون هيون. هيستائين مون ڪانگريس اندر چونڊن ڏي ڪو خيال نہ ڏنو هو ۽ ڪڏهن بہ آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ يا پرانتڪ ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو ميمبر نہ ٿيو هوس. هاڻي پرانتڪ ڪانگريس جو ميمبر چوندجي ويس پر دل سرڪي تہ ڇو ڪين اسيمبليءَ جو بہ ميمبر ٿيان. سو اميدوار ٿيڻ لاءِ درخواست ڪيم ۽ سولائيءَ سان ٽڪيٽ ملي. ڪانگريس هاءِ ڪمانڊ نہ رڳو منظوري ڏني پر همٿايو. پوءِ گانڌيجيءَ وٽ آشيرواد لاءِ ويس. ڇو نہ اهو ڏينهن سندس مون جو هجي. اڪين مان سهي ڪري ورتائين تہ ميمبر ٿيڻ لاءِ منهنجي دل ٻيٺي هئي. مشڪيائين ۽ ڪجهہ ڪين چيائين. مون بہ وجهہ وٺي هلايو تہ باپو مونکي موڪل ڏني آهي. ٻيا بہ ڪيترا شايد مون وانگر باپوءَ جو آشيرواد ائين وٺندا هوندا. مهاتما بہ ماٺوءَ جو مزاج. سياو ۽ موقعو ڏسي ائين منظوري ماٺ ۾ ڏيندو هو. در حقيقت سڄي ملڪ جو تيئن سنڌ جو ساڳيو حال هو ۽ اسين سڀ ڪانگريسي اسيمبلين ۽ پارليامينٽ ڏي ڊوڪي پئي وياسين. تڏهن

ڪان وٺي سياسي چوندن ۾ سياسي ميمبرن جو عام ۾ مان شان ٿيو. ملڪ جي طوفاني هوا ۾ آءُ بہ هوا ۾ اڏامي ويس. تڏهن ڪان وٺي منهنجي ٻاهرين توڙي اندرين حالتن ۾ ڦيرو پيو آهي ۽ منهنجي رهڻي ڪرڻي ٻي تي پيئي آهي.

قسمت سان مونکي هڪ ٻهراڙيءَ (Rural) جو تڪ ڏنو ويو جنهن ۾ ڏار چونڊڪن ڪري سڄا سارا ٽي وڏا تعلقا هوا: هالا، ٽنڊوالهيار ۽ ماتلي. منهنجي سامهون هڪ وينل ميمبر سو اميدوار هو. ياڻي گنومل واپاري هو پوءِ ٿيو زميندار آخر اسيمبلي ميمبر جو ناٽي وارو هو. ٻهراڙيءَ ۾ رهندڙ هو ۽ اُتي سڳ ۽ برادريون بہ هيس. ۽ مون وٽ هڪ بہ اهڙي سهوليت نہ هئي. ڪانگريس جو نالو هو شيوا جو گڻ هو ۽ چال چڱيري هئي. انهن ڏينهن ۾ اسين جيلن مان ڇٽا هواسين ۽ آزادي ياڻءِ در تي بيٺي هئي. ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي مان ڇا پر پٿر پتر بہ چوندجي وڃي ها. مونکي ڳوٺن جي ٻارن جهجهي مدد ڪئي ۽ ڪانگريس جي نالي سان ڳوٺن جون پتيون رڱي وڏيون ۽ ڪانگريس جي جيءُ ۽ ڪانگريس اميدوار جي جيءُ سان گهٽيون ۽ بازاريون وجائي ڇڏيون. اڌ لڙائي انهن ڪئي، باقي هو ڪانگريس پارٽي جو انتظام. ٽن تعلقن ۾ ٻہ مهينا ٽي آفيسون، جي پوءِ مهمان گهر بہ ٿي پيا. پبلڪ ميٽنگن جي ڏم مچي ويئي ۽ چڙ ڪاڏو پيتو آرام سڀ وسري ويو. مان تڏهن 56 ورهين جو هوس. هڪ پراڻي موٽر خريد ڪري ڳوٺن ۾ سير ڪندو هوس. رستا ڪچا ۽ ڏڏڙجا ڍڳ، تان جو موٽر ۽ موٽر ۾ وينل ماڻهو نہ پر ڏڏڙ ۾ پريل ماڻهو وينا هوا. هڪ تعلقي آفيس ۾ پروفيسر گهنشيام سڄو سارو مهينو ڏرنو ماري وينو. جئرامداس جو بيمار هو سو بہ ٽنهي تعلقن مان چڪر ڏيئي آيو ۽ جڏهن آخر ۾ جواهر لال سنڌ ۾ آيو تہ مون سان گڏ ٽنهي تعلقن ۾ هو بہ هليو. مطلب تہ چونڊ نہ هئي پر حشر هو. چونڊن ڪري سڄو ملڪ ڦٽڪي ۾ اچي ويو. آخر مون ڪٽيو ۽ اٽڪل ٽن هزارن ووٽرن تان جيت جو ڦهڪو سڄي سنڌ ۾ پيو. حيدرآباد ۾ مونکي هارن سان جهنجهي، بئنڊ

وچارائي سرگس ۾ گهر وٺي آيا. جڻ ڪو شادي ڪري ميمبريءَ جي ڪنوار وٺي آيو هوس.

اهو آزمودو مون لاءِ نئون هو ۽ زبردست هو. تڏهن مستيءَ ۾ هوس ۽ حوصلو وڌيم. پر اهڙو آزمودو وري جيڪر نه وٺان ۽ شايد وٺي به نه سگهان. چونڊ ۾ منهنجو خرچ اٽڪل 45000 رپيا ۽ گنومل جو شايد به ٽي لک ٿيو. سڄو خرچ ڪانگريس پريو جو مون ۾ ناٽي جي سگهه نه هئي. تڏهن ڪانگريس جو اوج هو ۽ خرچ پري سگهي ٿي. هاڻي ته مون جهڙي اميدوار کي هوند ڇهي به ڪين. هيڏو خرچ گهڻي قدر موٽرن ۽ ٽرڪن ۾ ووٽرن کي ڳوٺن مان آڻڻ ۽ موٽائڻ تي ٿيو ۽ ٽن آفيسن تي. تعلقه تي ۽ وڏا، ووٽ ڏيڻ جا اڏا (booths) ٿورا ۽ ڳوٺن کان دور. گهڻي قدر اهي تڪليفون هينئر به آهن. سنڌ ۾ جات پات جا لڳ لاڳاپا هلڪا پر شهر ۽ ڳوٺن جا ويڇا هوا، اترادي ۽ ٽري، لاڙي ۽ حيدرآبادي جا ويڇا مڪاني ۽ رهت رهڻي جا هوا.

ڪانگريس وايو منڊل ۾ اهي ويڇا پانءِ ته دٻجي ويا. پر هاڻي وري ڪجهه سس ڪڍيو اٿن. انهي وايو منڊل ۾ سڀ هندو اميدوار ڪانگريسي ٽڪيٽ تي بينا ۽ سڀ ڪامياب ٿيا. ڪانگريس جا آدرش تڏهن اوچا ۽ پروگرام به پلي لاءِ هوا. اڪثري اميدوار پراڻا، آزمايل ۽ ايماندار شخص هوا. پر چونڊون ۽ چونڊن جو سرشتو منهنجي سڀاءُ کي نٿي آڙيو. شخصي ساک ڪرڻ ۽ پنهنجن سيوائن جو بيان ۽ وستار ڪرڻ اُگرو پئي لڳو. سڀ ڪم ۾ ووٽرن جو لحاظ تي ڪرڻو پيو ۽ هلنديءَ وارن جو خاص طرح سان پر ڪڏهن به بي ايماني ۽ طرفداريءَ جو ڪم مونکان نه ڪرايو ويو ڇو جو ووٽرن کي خبر هئي ته اهڙا ڪم آءٌ ڪرڻ وارو نه هوس. پر مڪاني ڪمن تي زور هو جي آءٌ ضرور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. پر منهنجي درشٽي تڪ ۽ تڪ جي ووٽرن تائين محدود ٿي ويئي، سنڌ تائين نظر پهتي ته گهٽو ڪيم. هند گهٽو ڪري نظرانداز ٿي ويئي، پر سڀ کان وڌيڪ ارمان

اهو هوم تہ هاڻي آءُ فقط هندن جو عيوضي ۽ هندن جي ڪمن ۽ سوارٿن جو عيوضي ٿي پيس ۽ نہ مسلمانن جو. ڳوٺ ۽ ڳوٺاڻا ڇڻ مونکان وسري ويا. جيئن هندو۔مسلم ويڇو وڌيو ۽ پاڪستان ويجهو آيو تيئن هندن جي بچاءُ ۽ هندن کي هندستان ڏي ڪڍڻ جو ڪم منهنجو لاچار مکيہ ڪم ٿي پيو.

## سياسي پارٽين جي معاملن ۾

چونڊن کان پوءِ منهنجي جيون ۾ بہ وڏا ڦيرا پيا: هڪ شخصي ۽ ٻيو سماجڪ. اسيمبليءَ جي ميمبر جو ماهوار تنخواهہ 250 رپيا هو. ڀانيان ٿو تہ روزانہ الاونس 15 رپيا هو. مهاتما وارو الاونس 1946 ۾ هڪدم بند ڪيم. لڳي پئي ماهوار 300 رپيا ملڻ ڪري منهنجي رهت رهڻي اڳ کان وڌيڪ سکي ٿي. کاڌو پيتو ڪپڙو لٽو سامان سڙو رواجي ٿيو ۽ اڳي وانگر تنگ نہ هو. گهر ۾ سڀ مائٽ بہ سُرها ٿيا. هيترا سال سمجهندا هوا تہ هي ماڻهو چڱو پر ڪجھ چريو آهي، مست آهي، پاڻ کي بہ ڏکيو ٿو پالي. هاڻي سمجهائون تہ چريو نہ پر اُمنگي ۽ اُتساهي آهي؛ پاڻ کي پالي ۽ ٻارن کي سنڀالي سگهندو. بئنڪ ۾ پئسا رکيم. پاس بڪ ڪڍايم ۽ چيڪ ڪٽڻ لڳس سو بہ شايد انهيءَ زماني ۾. ٻيو تہ سماج ۾ مانُ شانُ ٿيو. شادي مرادي ۽ سماجڪ ميڙن ۽ اُتسون تي آءُ آدر ٿيو. نگر واسي ۽ ديس سيوڪ تہ ڏر کان وٺي هوس. پر سماج هاڻي انهيءَ درجي جو وڌيڪ قدر ڪيو. تنهن ڪري مائٽن ۾ ۽ سماج ۾ بہ مانائتو ٿيس. منهنجو حوصلو وڌيو ۽ رڳو پاڻ ۾ ۽ ڪم ۾ پورو نہ هوس.

پر گهر ۾ اجا هڪ وڏي جوابداري هيم. جنهن ڪري بي چين هوس. منهنجي ٻي نياڻي شادي ڪرڻ جهڙي هئي ۽ سندس شادي معنيٰ ٿورو گهڻو ڏاج ڏيڻ. مون وٽ ڏيڻ لاءِ ڪجھ بہ ڪين هو. گذر بسر لاءِ مس پورو هو. باقي برڪت ۽ قناعت جهجها هوا. بلڪل لاچار ٿي اهو ئي علاج سوچيم جو

اڳين سليو هو يعني رهڻ واري جڳهه وڪڻڻ جو ارادو ڪيم. تن ڏينهن جڳهين جو اگهه وڌندڙ هو ۽ ڏهن هزارن جي عمدي جڳهه سا 22 هزارن ۾ وڪڻڻ جو دلاسو مليم ۽ هڪ گراهڪ هٿ ڪيم ۽ ٻه هزار سوٿي به ورتم. پر دل ۾ آنڌ مانڌ هئي. مان ڏيتي ليتي جي رواج جو سالن کان وني خلاف هوس. پر ڏيڻ بنا ٻيو ڪو چارڙهو ڪونه سمجهيم. ٻيو ته سمجهيم ته مسواڙي جڳهه ڏکي ملندي ۽ سهڪي هوندي ته مسواڙ ڳري هوندي. انهيءَ حالت ۾ گانڌيجيءَ کي لکيم. پنهنجن خانگي مونجهارن لاءِ هي عمر ڀر ۾ پهريون ۽ شڪر جو پويون ڀيرو ڪيس تڪليف ڏنيم. پوني ۾ اهو اتي سڏيائين جڏهن ساٽس مليس ته فقط سچيتا ڪرپالاڻي وٽس ويني هئي. ڪستوربا گرام شيوا سنگهه لاءِ ڪيس ڪو سئو سيڪريٽري کپندو هو. اها آڇ ڪيس ڪيائين. پر هڪ شرط تي، ته الهه آباد ۾ گهر ۽ ور ڇڏي وارڌا ۾ گهر آفيس ناهي وهندي. هن آفيس قبول ڪئي پر گهر ور ڇڏڻ نه قبوليو. جڏهن هوءَ ٻاهر نڪتي ته منهنجو وارو آيو ۽ مان مهاتما سان اڪيلو هوس ۽ اڪيلو ساٽس ڳالهه ڪيم چاهيم ٿي. سڄي ڳالهه هيتري ۾ سمجهي ويو ڇو جو سنڌ جي حالتن کان ۽ خاص ڪري ڏيتي ليتي جي سراب کان واقف هو. جھڻ سوچڻ بنا تتڪال هيءَ صلاح ڏنائين: ”جي ڏاج ڏيئي شادي ڪرائڻي اٿيئي ته شاديءَ تي ڪنوار پيءُ تي نه ويهج ۽ ڪانگريس جي ميمبري تياڳ ڪر. يا ته ڏاج ڏيڻ کان انڪار ڪر پوءِ چاهي تنهنجي نياڻيءَ جو وهانءُ ٿئي يا نه ٿئي.“

صلاح ته هيتري ۾ ڏنائين پر مون لاءِ هضم ڪرڻ ڏاڍي ڏکي. پنهنجي نياڻيءَ جي وهانوَ تي غير حاضر تيڻ ڪير قبوليندو ۽ جُنهن سنستا مونکي 26 سال پاڻ سان ڳنڍيو ۽ نبايو هو سا ڪيئن ڇڏي ڏيان! هوڏانهن ڏاج بنا شادي اسان جي اپاڳي سماج ۾ جھڻ ناممڪن هئي. پڇومانس ته اهڙي سڏي

پر اوکي صلاح کن ۾ ڪيئن ڏيئي سگهيا؟ چيائين ته: "اهڙا پيچيده سوال پنهنجي جيون ۾ ڪئين پيرا آيا اٿم ۽ انهن جا ترت جواب ڏيڻ به سکي ويو آهيان. سچيتا جو به اهڙو پيچيده سوال هو. پر تو ڏنو ڪين ته ڪيئن کن ۾ نبيرو ڪيم." صلاح وٺي گهر موٽيس ۽ ڪوشش ڪيم ته ڏاج بنا شادي ڪرايان. ايشور جي مهرباني ۽ گانڌيجيءَ جو آشيرواد هئي جو ڏاج ڏيڻ بنا ڪارج سڌ ٿي ويو. جي ڏاج جو اونو ڪريان ها ته گانڌيجيءَ وٽ هيترا سال سو به سؤ وني ڪين رهي سگهان ها ۽ نه ديس سيوا ڪري سگهان ها. منهنجو جيون اڪيارٿو ۽ سکڻو ٿي پوي ها.

سنڌ اسيمبليءَ ۾ ڪل 60 ميمبر هوا. جنهن مان 20 ميمبر هندو ۽ باقي مسلم هوا. پر هندو ميمبر به اڌ ڪانگريسي ۽ اڌ مها سيائي هوا. مسٽر الهه بخش جي گڏيل "Coalition" سرڪار هئي، جنهن سرڪار ۾ فقط مها يائي ساٿس راج ۾ شامل هوا ۽ ڪانگريسي صرف مددگار (associates) هوا. جنهن صورت ۾ ڪانگريس پارٽيءَ ٿورائيءَ ۾ هئي تنهن صورت ۾ راج ۾ شامل ٿيڻ نٿي چاهيائين. بيو ته راج ۾ شامل ٿيڻ سان مسلم پرانت ۾ هندو گهٽائي ۽ مسلم ٿورائي ۾ پاڻ گڏجي راج ڪن، سو ٺيڪ نٿي لڳو. الهه بخش پاڻ کي قومي مسلم سڏائيندو هو ۽ ڪانگريس هاءِ ڪمانڊ هن جي اتحاد پارٽيءَ کي قومي مسلم پارٽي ڪري سمجهندي هئي. اپريل 1940 ۾ جيڪا اکل يارت قومي مسلم ڪانفرنس ٿي تنهنجو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو هو. انهيءَ ڪري هن کي مدد ڪرڻ ۽ هن جي پارٽيءَ کي قومي مسلم پارٽي سمجهڻ سنڌ ڪانگريس پارٽيءَ لاءِ لازم هو. پر ڪن سببن ڪري خود ڪانگريس پارٽيءَ ۾ به پارٽيون (fractions) جلد ٺهجي ويون ۽ سنڌ ۾ ڪانگريس به اڌ ٿي پيئي. هڪ اڌ الهه بخش جي فائدي ۾ ۽ بيو اڌ سندس خلاف. انهيءَ ڪري سندس قومي مسلم پارٽيءَ سندس راج ۾ زور نه ورتو. ايترو ٿيو ته سندس ايامڪاريءَ ۾ مسلم ليگ به زور نه ورتو پر 14 مئي

1943 ۾ سندس خون ڪان پوءِ سندس ننيڏڙي پارٽي ٽٽي پيئي. انهن سيني واقعن ڪري هاءِ ڪماند سنڌ ڪانگريس پارٽيءَ سان ناراض هو سو مان اڳ ڄاڻائي آيو آهيان.

تن ڏينهن ۾ آءٌ سنڌ ۾ هوس پر اڃا سياست جي ميدان ۾ نـ آيو هوس. پر جلد ئي خاص ڪري ڪماري جيٺي ۽ لالجي مهروترا جي ڪري، منهنجو الهہ بخش سان بہ چڱو رستو ٿي ويو. اچڻ وڃڻ. ڪاڻڻ پيئڻ ۽ گهمڻ گڏ ٿيندو هو. سندس گهر ۾ بہ سندس ڪٽنب جي سيني ڀاتين سان واقفيت ٿي ويئي ۽ مونکان زالون پردو نـ ڪنديون هيون. پر 1946 جي چونڊن ۾ آءٌ سياسي ميدان ۾ گهري پيس ۽ ڪانگريس پارٽي جي هن اندروني ڪشمڪشي ۾ لاچار وڪوڙجي ويس. جڏهن ڪانگريس پارٽي جو اوائلي ميڙ ٿيو تہ پراڻيون ڀاريون وري جاڳيون. الهہ بخش تہ گذاري ويو هو پر ڪانگريس ۾ وڌاءُ جڙ بخشي ويو. هينئر سوال اٿيو تہ ڪانگريس پارٽي جو ”ليڊر“ ڪير ٿئي؟ تڏهن پروفيسر گهنشيام ليڊر ۽ هو اڳ ڪان الهہ بخش جي خلاف هو. ٻي ڀاري پيو ليڊر چاهيو ٿي ۽ انهن مونتي زور رکيو ۽ آءٌ اڳي الهہ بخش جي فائدي ۾ سمجهيو ويندو هوس. مون تي گهڻو ئي زور لڳايو ويو پر صاف انڪار ڪيم. آءٌ ”ڪانگريس پارٽي“ طرف هوس. ۽ منهنجو ٻنهين ڀارين سان سلوڪ هو. ٻنهي ڀارين بلڪ پروفيسر گهنشيام ۽ سندس پارٽيءَ چونڊ ۾ مونکي خاص مدد ڪئي هئي. هن واقعي جي خبر ڪا لڪڻ واري نـ هئي.

جنهن ڏينهن ليڊري بابت ڳالهيون هليون تنهن رات ڊاڪٽر چوئٿرام سهي سنيري ڀاهر نڪتو ۽ پنهنجي ڀاريءَ وارن کي منهنجي دغا ڏيڻ خلاف سجاڳ ڪيائين. نـ مون وٽ آيو نـ ڪو قاصد مون ڏي موڪليائين، نـ ڏينهن بہ ترسي تصديق ڪيائين. اُمنگي تہ هو پر اُتاولو بہ اهڙو ئي هو: شايد شري جئرامداس پرسان هجي ها تہ سندس سڪاني ڪري ها. نيٺ جنهن

ڳالهه ۾ ڪي ڪين هو تنهن مان نڪتو بہ ڪي ڪين. پر ٻنهي ڌرين وچ ۾ اجائي غلط فهمي وڌي ۽ مان ڀانيان ٿو تہ ڊاڪٽر ۽ مون پروفيسر وچ ۾ هڪ پردو قائم ٿي ويو. انهيءَ جو نهايت ارمان اٿم ڇو جو صبر کان ڪم ورتي ها تہ شايد اسان جون بہ دليون هڪ ٿي سگهن ها. تڏهن هاڻ ڪمانڊ جا ٿي مدبر ليڊري جو سوال طئي ڪرڻ لاءِ بہ سنڌ ۾ آيل هوا.

سنڌ اسيمبلي جي بجيٽ بيٺڪ خيرن سان ختم ٿي. اڳتي هلندي ڪانگريس پارٽي، ۽ هن وقت سڀ هندو ڪانگريس ٽڪيٽ وارا هوا، ڪوشش ڪئي تہ مسلم ليگ پارٽي ۾ سندس ليڊر ۽ مکيہ وزير مير بنده علي خان کي ٿڏي ڪيجي. هيءَ پهرئين مسلم ليگي سرڪار هئي پر اُها پارٽي اُجا نول ۽ نئين ڄائي هئي. انهي کي ڏڪو بہ ڏيڻ ڪو ڏکيو ڪم نہ هو. ٻن ٽن ليگي ميمبرن کي ڏٺاري پاڻ وٽ ڪٽي اچڻ ڪا اهنجي بازي نہ هئي. اسان ڀانيو تہ اهڙا بہ ٿي مسلم ڦٽائي ساڻ ڪيا هواسون ۽ جڏهن اسيمبلي جي ٻي بيٺڪ (Supplementary Budget) جي جولاءِ 1946 ڌاري ٿي تہ پهرئين ئي ڏينهن 11 جولاءِ جو اسان جي پارٽي مهملي (Adjournment) ۽ اوشواس جون درخواستون پيش ڪيون. اسپيڪر صاحب درخواست وٺڻ کان ئي انڪار ڪيو سو انهيءَ تي بحث ٿيڻ ناممڪن هو. پر ٻئي ڏينهن گورنر صاحب (Sir Francis Muddie) اسيمبلي جي بيٺڪ بنهہ برخواست (Prorogation) ڪري ڇڏي.

تنهن تي سيني پارٽين ۾ ڇوٻول مچي ويو. ڪئين سوال اٿيا ۽ گرما گرم هليا. سوال هي هوا: (1) گورنر کي گورنري کان واپس سڏائي (Recall) وٺجي (2) اسيمبليءَ جي ٻي بيٺڪ جلد بہ جلد سڏائي وڃي (3) اسپيڪر کي مهملي ۽ اوشواس جون درخواستون قبول ڪرڻ کپنديون هيون ۽ انهن تي بحث بنا، گورنر کي اسيمبلي جي بيٺڪ برخواست نہ ڪرڻ گهربي هئي. (4) هن وزارت کي ڊاهڻ جي ڪوشش ڪجي. انهن سيني سوالن کي

سمجهڻ لاءِ ۽ پوءِ فيصلو ڪرڻ لاءِ شري جواهر لال سان صلاح ڪرڻي هئي. اهو ڪم ڪانگريس پارٽيءَ مون تي رکيو ۽ آءٌ هوائي جهاز رستي الهه آباد ۾ 15 جولاءِ 1946 جو پهتس. اوڏي مهل سري ڪرشن مينن بہ جواهر لال وٽ مهمان هو. نہ رڳو مينن جي پر آچاريہ ڪرپالاڻي. سري P.N.Sapru (تيج بهادر جو سپتر) ۽ هڪ قابل وڪيل پنا چاريہ جون بہ گڏيل صلاحون ورتيون ويون.

ويچار ڪرڻ کان پوءِ اهي رايا بيٺا تہ: (هي سڄو ڪم وائسراءِ جي منظوريءَ سان گورنر ڪيو هوندو. جيڪڏهن ڪو اُرهہ. زوراوري جو يا بي قاعدي ڪم گورنر ڪندو تہ انٽريم سرڪار جا ٻن چئن مهينن اندر لهڻي هئي ۽ جا 2 سيپٽمبر نهي) ڪو ثابت قدم ڪٽندي (2) جڏهن سرڪاري ڪم جهجهو يا ضرور ٿيندو تڏهن ازخود گورنر اسيمبليءَ جي بيٺڪ سڏائيندو (اها بيٺڪ پوءِ ڊسمبر ۾ سڏائي ويئي.) (3) اسيمبلي بيٺڪ جي پهرئين ڏينهن 11 جولاءِ مهملي جي درخواست ونڻ لاءِ زور رکيو وڃي ها ۽ نہ ونڻ جي حالت ۾ پارٽي تتڪال "واڪ آئوٽ" ڪري اعتراض ظاهر ڪري ها (4) مسلم ليگي وزارت ڊاهڻ جي ڪا بہ ڪوشش، هاءِ ڪمانڊ کان پڇڻ بنا، نہ ڪئي وڃي. ٻن ٽن مسلم ليگي ميمبرن کي ڦسلائڻ ۽ ريهڻ ريبڻ مان ڪي ڪين ورندو. ڪانگريس پارٽيءَ اندر ڦوٽ بند ڪرڻ گهرجي ۽ سڄي هندو پارٽي هڪ خيال ڪجي جيئن مسلم ليگ جو پورو مقابلو ڪري سگهي. اهي سڀ صلاحون مون نوٽ ڪيون ۽ موٽندي هڪ ڪاغذ بہ پيش ڪيم. جو اڃا مون وٽ آهي.

هي صلاحون تہ سٺيون پر اهي اسان هينئي سان نہ هنڊايون. سارو وقت ليگي ميمبرن کي ڦٽائي وٺي اچڻ ۽ ليگي وزارت کي ڊاهڻ جي ڪوشش ۾ رهياسين. نہ پنهنجي پارٽي مضبوط ڪئي سين ۽ نڪي بہ پاريون هڪ ٿيون. دراصل نالي ۾ سڀ هندو ميمبر ڪانگريسي هوا پر اڌ ياڱو سچ پچ تہ

مها سيائي هو جنهن وزارت جون واڳون ونڻ چاهيون ٿا. اندران اها هر ڪر من ۾ پئي هلي ته ڪو موقعو ملي ته اوشواس جو پرستاو پيش ڪجي. ائين پي سمجهيوسين ته گهٽائي اسان وٽ آهي ته اوچتو گورنر اسيمبلي برخواست (Dissolve) ڪري ڇڏي ۽ نين چوندن جو اعلان ڪيو. آءُ ۽ ڪيترا ٻيا بنا مخالفت جي چونڊجي ته آياسين پر ٿورائي ۾. مسلم ليگ پارٽي 1946 جي آخر ۾ سنڌ ۾ به زور ورتو ۽ الهه بخش جي خون کان پوءِ ٻيو ڪو بردبار ۽ همٿ وارو قومي مسلم ڪو نه هو جو مسلمانن جي رهبري ڪري. بلڪ مير بنده علي هڪ ڪچي ليگي وڏي وزير کان پوءِ هڪ زبردست پڪو ليگي، مسٽر محمد ايوب کهڙو وڏو وزير ٿيو. پاڪستان لاءِ هند ۾ گرم تياريون ٿي رهيون هيون ۽ انهن جو برو اثر سنڌ تي به پوٽو هو. پر سنڌ ڪانگريس دوranديشي ڇڏي چال بازي سان ليگ وزارت ڊاهڻ جي معاملي ۾ ڦاٿي پيئي هئي. جيئن ٿڌ تيئن وڌ ۽ جيڪي اسان پي ڪيو تنهنجو الٽو اثر پئي ٿيو. ڪجھ قدر ته حالتون به اهڙيون بگڙنديون ويون جو پارٽي به انهن جو مقابلو ڪرڻ بدران انهن جي مجبور ٿيندي ويئي.

# پاڪستان ڏي

هاڻي هندو-مسلم تناتني جو روپ رنگ بدلجي ويو. سنہ 1940 تائين مکيہ سوال هو ڌار چونڊڪن ۾ ساڌوساٽ تہ مسلم تورائيءَ واري قوم کي آدمشماريءَ جي حساب کان وڌيڪ عيوضو ڏنو وڃي. ٻنهي سماجن وچ ۾ دلين جو ويڇو تہ پنجي چڪو هو ۽ ٻئي پنهنجي سوارٿ جي نظر سان، ننڍو يا وڏو سوال ڏسڻ لڳيون. جي ويچار جي رسمون، جي ياونائون ساڳيون هيون سي فرق ۾ پيد جون ڳالهيون انهن تي زور ڏنو ويو ۽ اهي تہ جهجهيون هيون. پر 1940 کان پوءِ مسلمانن ۾ اهو خيال پيدا ٿيو تہ اهي هر طرح هندن کان ڌار ۽ نرالا هوا. ٻنهي جو گڏ رهڻ محال هو ۽ جدا قومن کي جدا ملڪ هئڻ. يعني تہ "پاڪستان" وٺڻ جو خيال زور وٺندو ويو. مهاياري لڙائيءَ جا ڏينهن هوا ۽ 1940 کان وٺي انگريزن کي نہ رڳو ٻاهرئين دشمن کي پر اندرئين دشمن يعني ڪانگريس جو بہ مقابلو ڪرڻو هو. شخصي ستياگرهہ سو 1942 ۾ سارو جنڪ ستياگرهہ ٿيڻ جو يڙ هو. اهو شروع ٿئي، تنهن کان اڳ ئي گرفتاريون، دٻاءُ ۽ پوليس راج شروع ٿي ويو. هوڏانهن ڪانگريس کي دٻائڻ لاءِ مسلمانن ۾ مسلم ليگ کي همٿايو ويو. جڏهن مکيہ ڪانگريسي جيلن اندر هوا تڏهن مسلم ليگ لاءِ ميدان صاف هو ۽ برطانيا سرڪار جي ساڻن ڪلي همدردي بہ صاف هئي.

گانڌيجي بيماريءَ ڪري (anemia) 6 مارچ 1943 تي آزاد ڪيو ويو. جڏهن سندس صحت سڌري تڏهن جناح سان گڏجڻ جو ويچار ڪيائين. اهي گڏيل صلاحون 9 کان 15 سيپٽمبر 1944 تائين هليون، پر بلڪل ناڪامياب ثابت ٿيون. لارڊ ويويل وائسراءِ هو ۽ انهيءَ 25 جون 1945 ۾ اعلان ڪيو تہ هڪ گڏيل منتري منڊل (Executive counsel)

ٿاهيو ويندو. جنهن ۾ هندو-مسلم کي هڪ جيترو عيوضو ڏنو ويندو جيتوڻيڪ هندن جي آبادي ٽيڻي هئي! جولاءِ جي آخر ۾ لڙائي پوري ٿي ۽ انگلنڊ ۾ نئين پورهيت سرڪار نهي. انهيءَ سرڪار 1946 ۾ ٽن ڄڻن جي هڪ سفارت (Cabinet Mission) هندستان ڏي رواني ڪئي، جنهن 23 مارچ کان وٺي 16 مئي 1946 تائين سڀني پارٽين سان صلاحون ڪيون. پر ٺاهه نظر نه آيو. هڪ ڳالهه ڪانگريس قبول ڪري ته مسلم ليگ انڪار ڪري- يعني جوڙجڪي اسيمبلي؛ ٻي ڳالهه ليگ قبول ڪري- ڪانگريس انڪار ڪري- يعني انترم سرڪار ٺاهڻ. پوءِ سفارت خود پنهنجي رٿ پڌري ڪئي جا 4 جون جناح قبول ڪئي. انهيءَ رٿ موجب هندستان جا ٽي ٽڪرا ڪيو ويندو ۽ ٻه ٽڪرا الهندو پاڪ ۽ اڀرندو پاڪ ٺاهيا ويندا ۽ ٽالي ماتر گڏيل هند رهندو. نيٺ 12 آگسٽ جو لارڊ ويويل نهروءَ کي انترم سرڪار ٺاهڻ لاءِ اعلان ڪيو ۽ نهرو ڪوشش ڪئي ته هن سرڪار ۾ جناح به شامل ٿئي. پر جناح سخت اعتراض ورتو ۽ 16 آگسٽ مقابلي جو روز (Direct action day) مقرر ڪيو. چار ڏينهن ڪلڪتي ۾ سخت فساد ٿيا ۽ بنگال سرڪار جي چيف چار ۽ مدد سان عام قتلام شروع ٿي ويو ۽ هزارها ماڻهن جا خون ٿي ويا. هزارها قتيا ۽ هزارها گهر لٽيا ۽ هزارها استرين جي بي حرمتي ڪئي ويئي. 16 آگسٽ کان وٺي فسادن جو هڪ سلسلو بڻجي ويو. نوناکلي، بهار، پنڊي، امرت سر، دهلي، ڪلڪتو آخر ڪراچي. لاچار ڪانگريس 21 اپريل 1947 پاڪستان قبول ڪيو ۽ نئين وائسراءِ مائونٽبيٽن 3 جون پاڪستان ٺهڻ جو اعلان ڪيو 16 آگسٽ جو ڪلڪتي جي خونريزيءَ کان پوءِ پاڪستان ٺاهڻ بنا ٻيو ڪو چارو ڪو نه رهيو.

انهن سڀني ڪارروائين جو سنڌ تي اثر پوڻو ئي هو. سڄي سنڌ جي اندر آنڌ مانڌ هئي ۽ اوندهه به هئي. مونکي ۽ ٻين ڪيترن کي اوائل ۾ اهو خيال

آيو تہ چو نہ سنڌ ۾ هندن لاءِ ڌار يونيورسٽي ناهجي. مون هڪ نوٽ لکيو جو پوءِ ڇپائي ورهايو ويو. ڪيترين ميٽنگون ڪوٺايون ويون ۽ نيٺ فيصلو ڪيو ويو تہ مسٽر نهچلداس وزيراڻي (اڳيون وزير) ۽ آءٌ گڏجي بمبئي وڃون ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ جي اُپ ڪلپتي (Vice Chancellor) سان گڏجون. تن ڏينهن ۾ مسٽر ايم سي چاڳلا اُپ ڪلپتي هو ۽ اسان کان ڪئين آڏا اوکا سوال پڇيائين. ڪٿي ايڊوپٽ, ڪٿي جڳهيون, ڪٿي لکن جا ناڻا...... بيو تہ هندن لاءِ يونيورسٽي هڪ نئين ۽ اجائي ڳالهہ نظر آيس. پر اسين بہ هڪ هوائي گهوڙي تي سوار هواسون. چندا ونڻ بہ شروع ڪيم ۽ ٻن ٽن مهينن ۾ ويهارو هزار گڏ ڪيم پر هت تہ هزار چا پر لک ۽ ڪروڙ گهربا هوا.

تيسين هندستان ۾ حالتون ڏينهون ڏينهن ڦرڻ لڳيون, تان جو اپريل ۾ پاڪستان بڻيي تي اچي بيٺو. پوءِ اک پٽي تہ پاڪستان ۾ گهٽا سنڌي هندو رهندا جن لاءِ ڌار يونيورسٽي کولجي ۽ هوڏانهن جون 1947 کان وٺي ڪچ پچ پچان شروع ٿي ويئي هئي. لاچار اهو ڪچو خيال دل تان لاٿوسين ۽ ناڻن موٽائڻ جو فيصلو ڪيوسين.

خيال ۾ هو تہ يونيورسٽي فنڊ ڪانگريس جي پريزيڊنٽ آچاريہ ڪرپالاڻي کي ڳوٿري طور هٿ ۾ ڏجي. هو مئي ڌاري سنڌ ۾ اچڻو هو ۽ مسٽر جناح سان ڳالهين ڪرڻ وارو هو جيئن سنڌ ۾ صلح سانت رهي ۽ اجائي پچ پچان نہ ٿئي. هاڻ سوال اُٿيو تہ جنهن صورت ۾ هندو يونيورسٽي کولڻ محال هو تنهن صورت ۾ مالڪن کي سندن چندا موٽائي ڏجن. پر پريزيڊنٽ صاحب, انهي ڳوٿري جي ناڻي جي گهر ڪئي ۽ سا بہ هندن کي هند ۾ وسائڻ لاءِ. هڪ ڪم لاءِ ڏنل پئسا ٻئي ڪم ۾ لڳائڻ, اسانکي مناسب نہ لڳو ۽ اهو ڪم سرڪار جو هو ۽ نہ عام ماڻهن جو. مونکي ڏاڍو ارمان آهي تہ آچاريہ ڪرپالاڻي مون سان ناراض ٿيو ۽ اهو ناراضپو اج تائين هو دل ۾

سانديي سمائي وينو آهي. مون تہ اهو ناٽو پاڻ وٽ هڪ امانت سمجهو ۽ پائي پائي چندو ڏيندڙن کي موٽائي ڏني.

پر اُهو زمانو جنونيءَ جو هو ۽ عجيب عجائب خيال پيا ايندا هوا. ٻي من ۾ لهر آئي تہ جي پاڪستان برپا ٿيو تہ هندن جو سنڌ مان شايد قافلو نڪري، سو قافلوا جهي لاءِ ڪٿي ويندو. پنجاب تہ جڻ هندو مسلم چڪتاڻ جو ٻرندڙ ڪورو هو. پر راجستان سنڌ جي پر ۾ هو ۽ اتي ڪا گهاٽي آبادي ڪانہ هئي. تنهن ڪري خبر ڪڍڻ ڪيي تہ ڪيترا لک نرواسي راجستان ۾ سمائجي سگهندا. اهو ڪم ڪانگريس مون تي رکيو. مون اڳ راجستان ڪڏهن نہ ڏٺو هو. بلڪ اسين ڪانگريسي راجستان جي راجائن، مهاراجائن ۽ جاڳيردارن کان پاسو ڪندا هواسون. جيڪو اهڙو شڪي شخص راجستان ۾ پير رکندو هو تنهنجو پيرو وٺي جاسوس سندس پنيان پيا ڦرندا هوا. تڏهن شري جئرامداس شايد دهليءَ ۾ هو ۽ جڏهن خبر پيس تڏهن راجستان ۾ دورو لڳائڻ لاءِ پاڻ بہ لکيائين.

مان اٽڪل بہ هفتا ويس ۽ پهرئين اُدئيپور ۾. جتي ڪٿي چئن ڪانگريسين ۽ شهر جي بزرگن سان گڏيس. پر اُدئيپور ۾ ويهڻ لاءِ پورو پاٽي ڪونہ هو. آدم اٽڪل اڌ لک، واپار ٿورو ۽ هنر ڪو بہ نہ. چيائون تہ هزار ڏيڍ نرواسي آيا تہ مس سنڀالي سگهنداسون. پوءِ جوڌپور، اجمير، جيپور ۽ آخر بڪانير پهتس. هر هڪ شهر ۾ هزار ڏيڍ سنڌي وٺڻ جو دلاسو مليو ڪل جوڙ سڄي راجستان ۾ ڏهاڪو هزار ٿيا. مون اهڙي رپورٽ لکي تيار ڪئي ۽ پرچار ڪيم. پر جڏهن پڇي نڪرڻ جي ويل چڙهي آئي تڏهن ماڻهو ٻنهي پاس پڳا. هڪ وڏي لهر بمبئي ۾ ڦهڪو ڪيو ۽ ٻي ننڍي لهر راجستان ۾ جوڌپور تي ڦهڪو ڪيو. ڪنهن وقت جيپور ۾ منو لک ۽ اجمير ۾ منو لک نرواسي وڃي پهتا. مون جو ڏهن هزارن جو ليکو لکيو هو سو وڏي اٽڪل چار لک وڃي ٿيو. يعنيٰ تہ سنڌ جا اڌ ماڻهو پاڻءِ تہ ريل رستي نڪتا ۽ اڌ جهاز

رستي بمبئي ڏي جوڌپور ۽ بمبئي ايندڙن لاءِ به وڏا اڏا ٻڌجي پيا ۽ اتان ساري هند ۾ پوءِ پکڙجي ويا.

تاريخ 15 آگسٽ 1947 جو آزادي ملي ۽ پاڪستان ڌار ٿيو پر ملڪ ۾ هندو-مسلم فساد بند نه ٿيا. ڪلڪتي ۾ فسادن جي باهه جا 16 آگسٽ 1946 ۾ دکي هئي سا اجا تائين اُجهامي نه هئي, تنهن ڪري گانڌيجي 9 آگسٽ کان وٺي 7 سيپٽمبر 1947 تائين اُتي رهي پيو ۽ آخر اپواس رکيائين جنهن کان پوءِ صلح سانت ٿي. نيٺ نگرواسين کان انجام ورتائين ته وري صلح ۾ ڀڃڪڙي نه وجهندا ۽ هنن پنهنجو انجام آخر تائين پاڙيو. پوءِ پنجاب ڏي روانو ٿيو جو اتي فيبروري کان وٺي هڪ نه ٻئي شهر ۾ وڳوڙ پئي هليو. جڏهن دهلي مان ٿي لنگهيو ته آزي نيزاري ڪري اتي ڪيس لاٿائون جو دهلي ۾ به وڳوڙ هو ۽ ڊپ هو ته جي دهلي ۾ فساد ٿيا ته سڄي ملڪ ۾ انهن جو خوفناڪ اثر ٿيندو. سڄو ملڪ ٿورو گهڻو گرم هو ۽ سنڌ ۾ به فسادن ٿيڻ جو ڊپ هو. سو سڀ ٻيا ڪم ڇڏي مان به صلح آڻڻ جي ڪم ڪي جنبي ويس. اتڪل آڪٽوبر ۾ ڪراچي ۾ هڪ مرڪزي صلح ڪاميٽي ٺهي، جنهن جو سڀاپتي سرڳواسي جمشيد مهتا ۽ مان سيڪريٽري هوس. خوب عام ميٽنگون ٿيون ۽ مون انگريزيءَ ۾ ڪئين ليک لکيا. ڊسمبر 1947 ڌاري هڪ وڏي ۽ گڏيل ٽولي ٺاهي ۽ به ٽي موٽرون هٿ ڪري ڪراچي کان وٺي سکر تائين گشت جو پروگرام ٺهيو. ٽوليءَ ۾ سيد غلام مرتضيٰ (جي. ايم سيد) ۽ راشدي صاحب به هوا. وات تي ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهر شهر ۾ پرچار ڪيوسين ۽ هندن کي آٿت ڏنوسين ته ڊپ ۽ هراس ۾ گهر مال ڇڏي وطن جو ترڪ نه ڪن. جيڪڏهن سنڌ ڇڏڻي پيئي ته به سهانستيءَ ۾ ۽ سوچي ويچاري ڇڏبي. سنڌ ۾ پنجاب جهڙيون حالتون نه ٿيڻيون هيون ۽ جان جو خطرو بلڪل گهٽ هو.

در حقيقت جڏهن جنوريءَ کان پوءِ سرڪاري طور لڏپلاڻ ٿي تہ بہ جان جو گهڻو خطرو ڪو نہ هو. پيو تہ اُتر ۾ وچ سنڌ جا ماڻهو سڀ حيدرآباد اسٽيشن تان چڙهي راجستان ڏي ويندا هوا. ڪانگريس هڪ ٽولي ٺاهي جا روز سانجهن جو اسٽيشن تي وڃي مسافرن کي مدد ڪندي هئي ۽ مان بہ انهن سان گڏ ويندو هوس. ڪڏهن هٿ ڪس ۾ سامان جي چوري بہ ٿيندي هئي. پر لٽي پٽي هيڏي پيماني تي لڏپلاڻ ۾ تڪليفون تہ ضرور سهڻيون پييون. انهن سان گڏ مکيہ سنڌ ڪانگريس جا ڪم ڪندڙ بہ نومبر کان اڳ ٻاهر نڪري ويا هوا ۽ انهن جي نڪري وڃڻ ڪري ماڻهن تي بہ ساڳيو اثر پيو.

انهي نموني دونهي پٺي ڏکي ۾ اسان پٺي وسائڻ جي ڪوشش ڪئي. تان جو 6 جنوري 1947 جو اوچتو هڪ پنيت ڪراچي ۾ پڙڪو ڪيو. صبح جو اٽڪل 10 بجي لهاڻا سکن جي هڪ ٽولي سکر کان ڪراچي اچي پهتي ۽ اسٽيشن تان پيدل شاهي رستو وني گاڏي کاتي ۾ هڪ گردواري ڏي هلي. هلندي سندن چوڌاري خلق مڙندي ويئي ۽ نعرا لڳڻ شروع ٿيا. جڏهن گردواري ۾ پهتي تڏهن کليو فساد شروع ٿي ويو. گردواري کي باهہ لڳائي ويئي ۽ سکن کي ماريو ويو. پوءِ تہ سڄي شهر ۾ فساد وڄڙي ويو ۽ کليو کلايو دڪان ڦريا ويا. جنهن کي جيڪي هٿ لڳو سو ڏنو وائنو کڻي گهر ڏي راهي ٿيو. پوليس جو نالو بہ ڪونہ هو. خود مکيہ وزير مسٽر کهڙو تماچو کڻي نڪري پيو پر فساد روڪي نہ سگهيو. پر شڪر جو سکر جي حادثي کان سواءِ پيو ڪو جان جو نقصان نہ ٿيو رڳو مال لٽيو ويو. دهليءَ جي فسادن جو اثر ڪراچيءَ ۾ ٿيو ۽ فسادي بہ اڪثري مڪاني ماڻهو نہ هوا پر ڏکي نرواسي جي اُتر پرديش ۽ خاص ڪري بهار کان آيل هوا.

خيرن سان انهيءَ ڏينهن مان بہ ڪراچيءَ ۾ هوس ۽ سانجهن جو "Dawn" اخبار جي سمپادڪ مسٽر الطاف حسين وٽ چانهہ پيٺي هيم.

پنهنجي ڏيءُ وٽ رهندو هوس ۽ سانجهيءَ جو اٽڪل 4 بجي ڪانئس موڪلائي بس ۾ چڙهي نڪتس. جڏهن بس ڪئمپ ۾ پهتي تڏهن فسادي بہ ڪئمپ تائين پهچي ويا هوا. مونکي گانڌي ٽوپي پيل هئي. سا ڏسي هڪ مسلمان ياءُ ٽوپي لاهي منهنجي هنج ۾ رکي ۽ معافي ورتي. سا ٽوپي ڪيسي ۾ لڪائي آءٌ پيرين پنڌ پنهنجي دوست ڪماري جيني سپاهيملاڻي جي گهر ڏي موٽيس. جڏهن پهتس تڏهن فسادي بہ انهيءَ طرف پئي وڌيا. پوءِ همت ڪري جيڪي سندس گهر اچهي واسطي مڙيا هوا تن سيد غلام مرتضيٰ جي پاسي واري بنگلي ۾ ويچي رات جو اچهو ورتو. بنگلي جي ٻاهران سيد صاحب بہ چار چوڪيدار بندوقن سان ساري رات بيهاري ڇڏيا. ٽيهارن ڪن پناهہ لاءِ آيا هوا ۽ رات جو چانور ياڄي ڳڙڪائي. پٽ جي فرش مٿان سمهي پياسين. صبح ٿيو تہ مونکي پنهنجي ڏيءَ جي سلامتيءَ جو اونو بيٺو هو. اٽڪل 11 بجي الهہ بخش جو ياءُ مسٽر مولا بخش هڪ فوجي جيپ ۾ آيو ۽ هن سان گڏ مان پنهنجي ڏيءُ جي گهر ڏي ويس. سڄو گهر لٽجي ويو هو ۽ خبر ڪانہ پيئي تہ گهر جي ياتين جو ڇا ٿيو. نيٺ پاڙي ۾ پڇا ڪئسين تہ هڪ مسلم گهر مان منهنجو ناٺي، ڏيءَ ۽ هنن جي ننڍي ڪڪي نڪري آيا. تنهي کي جيپ ۾ وهاري هڪ گجراتي دوست وٽ رکيم ۽ ڏهن ٻارهن ڏينهن اندر بمبئي روانو ڪيم.

بئي ڏينهن سوامي ڪرشنانند سان گڏجي آءٌ گردوارو ڏسڻ ويس ۽ چارو طرف خون جا نشان ڏٺم. فسادين ڪانگريس آفيس بہ جلائڻ جي ڪوشش ڪئي پر قسمت سان اها بچي ويئي. ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ اوچتو منهنجو بدن سست ۽ نستو ٿي پيو (Pernicion anaema) رت جي پوٽائي جي هلڪي چوٽ لڳي هيم. ۽ بدن جو رت جڙ سڪي ويو ۽ نہ کاڌ، نہ ڳالهائڻ ۽ نہ جيئڻ پيو اُجهي. ڪن مهينن کان تن من تي سخت بوجو هو تان جو نيٺ ذري گهٽ هاڻ بيڪار ٿي پيس. هفتي ڪن کان پوءِ نيڪ ٿيس ۽

ڪانگريس جي رهيل کهيل ڪم ڪندڙن سان گڏيس. ڪراچي جي فساد کان پوءِ سيٺني جو ڀڪو رايو بيٺو تہ هاڻي هندو سنڌ ۾ رهي ڪين سگهندا ۽ وقت آيو آهي جڏهن هند سرڪار هنن جي لڏپلاڻ جي ڪم جو بندوبست سرڪاري طور ڪري. اهڙو پرستاو مون پاڻ تاهيو ۽ سنڌ جي حالتن تي ننڍو نوٽ بہ تيار ڪيو. پوءِ مونکي دهلي ڏي مسٽر گورڏن وزيراڻي، ڪانگريس سيڪريٽري سان گڏ هوائي جهاز رستي موڪليو ويو تہ گانڌيجي، جواهر لال ۽ ولڀ ڀائي سان گڏجي اهڙو فيصلو ڪرايان. مان ڀانيان ٿو تہ جنوري 1948 جي پوئين هفتي ۾ اسين ٻئي گڏجي نڪتاسين.

هت هڪ اهم سوال اُٿي ٿو. هندستان کي بہ ٽڪر ڪرڻ ۽ هزارها چا پر لکاها ماڻهن کي دربدر ۽ بي گهر ڪرڻ اڻ ٽر هو ڇا؟ هيترين صديون هندو مسلم گڏ رهيا پيا هوا ۽ سندن فرق جڙ هلڪا تي ويا هوا. هاڻي ڇا ٿيو جو پاڙيسري ٿي هڪ ٻئي جي پر ۾ نہ ٿي رهي سگهيا. ٻنهي جي رهڻي ڪرڻي ۾ فرق تہ هوا. پر لارڊ ولنگٽن وائسراءِ ٿيو تڏهن کان وٽي ڪانگريس کي دٻائڻ لاءِ ۽ آزادگي جي طلب کي رد ڪرڻ لاءِ اهي فرق ڄاڻي ٻجهي وڌايا ويا، ۽ مسلم ليگ کي زور وٺايو ويو. جڏهن بہ ڪانگريس ناهہ واسطي ڪڇ سياسي ڳالهيون مڃيون ٿي تڏهن برطانيہ سرڪار ليگ جون اجايون سجايون ڳالهيون مڃي ناهہ جون ڳالهيون ناڪامياب ڪري ڇڏيندي هئي. تان جو مسٽر جناح فقط اجايو ۽ لنبيون طلبون ڪندو رهيو. نيٺ پاڪستان جي اجائي گهر ڪيائين. انهي طلب کي زور وٺائڻ لاءِ هندو مسلم فرق، ڌرم جا توڙي رهڻي جا نهايت وڌائي ڇڏيائين. سو بہ ايتري قدر جو هڪ ٻئي کي دشمن بڻائي ڇڏيائين. اهڙي زماني ۾ جڏهن گانڌيجي، پنڊت نهرو اتحاد ۽ ايڪتا لاءِ آتر هوا ۽ سيٺني فرقن کي هڪ جهڙو ٿي سمجهائون. هو تہ مسلمانن کي وائسراءِ جي ڪائونسل ۾ هندن جيترو عيوضو بہ ڏيڻ لاءِ تيار هوا، جيتوڻيڪ هندو آدمشماري مسلمانن کان ٽيڻي هئي. پر مسٽر جناح نہ

رڳو فرق وڌايا پر ٻنهي فرقن جي وچ ۾ ٽڪار وڌائي ۽ پاڪستان ٽڪار جي بنياد تي ٻڌڻ تي چاهيائين.

انهي ڪري 14 آگسٽ 1946 ڪلڪتي ۾ Direct action day جو اعلان ڪيائين ۽ شهر جي فساد ۾ پنج ڇهه هزار ماڻهو قتل ٿي ويا. اهي فساد پوءِ پکڙجي نوئاکلي، بهار، پنجاب، دهلي، ڪراچي ۾ هڪ ٻئي پنيان ٿيندا ويا ۽ انهن کي روڪڻ خود برطانيا سرڪار لاءِ ناممڪن ٿي پيو. سيني سمجهو تہ هيڏي خونريزي لٽ ۽ بدفعلي کان پوءِ هندن ۽ مسلمانن جو گڏ رهڻ ناشد ئي هو.

پر ڪجهه قدر گڏ رهڻو ٿي پيو. مشرقي بنگال ۾ اجا لکها هندو آهن ۽ ورهاڱي کان اڳ بہ هوا. ڀارت ۾ تہ چار ڪروڙ مسلمان ٽڙيل پکڙيل هوا ۽ آهن جي جڻ جتي آهن اتي ڦاسي پيا آهن. رکي رکي ايرندي بنگال ۾ ٿوري گهٽي اهنج ڪري هندن جا قافلا ڀارت ڏي روانا ٿين ٿا. مان ڀانيان ٿو تہ هن وقت جڏهن صلح سانت آهي تڏهن ڪنهن رٿ موجب هندن مسلمانن جي بدل سدل ڪئي وڃي. ۽ ايرندو بنگال بہ "پاڪ" بنگال ٿي وڃي تہ چڱو ٿيندو. تڏهن مس ماڻهن جون دليون ٿائينڪيون ٿينديون ۽ پنهنجو گذر بسر، ٻنان ڪنهن ڏپ جي ڪري سگهندا. پر ڀارت ۾ مسلم شايد ڪئين سال نڏٽڪا ٿي رهن ۽ سندن تن من اندر هڪ قسم جي جنگ هلندي رهي. ڪشمير بابت جهيڙو رڳو سياسي نہ آهي پر انهيءَ جو بنياد فرقيوار آهي. ڪشمير جي جهيڙي ڪري هندستان جا مسلمان بہ فرقيوار جهيڙي ۾ ڦاٿا پيا آهن. اهو جهيڙو تڏهن لهندو جڏهن همٿ ڪري ڪشمير کي ڀارت جو پڪو انگ بڻايو ويندو ۽ ڪشمير بہ پاڪستان ڏي نہ پر ڀارت ڏي نهاري، ڀارت اندر خوشيءَ سان پاڻکي سمائي ويندو. پاڪستان ڏي نهارڻ معنيٰ فرقيپرستيءَ کي قبول ڪرڻ ۽ پاڪستان کان ڪنهن بہ نموني ڪا بہ مدد گهرڻ. پاڪستان دشمنيءَ جا پورا ڏوَ ڪيا آهن. خبر نہ آهي تہ ڪڏهن اهو

دلين جو ڦيرو ايندو. جڏهن پاڪستان سمجهندو تہ دشمنيءَ سان دشمني وڌندي ۽ لئي پٽي دشمني مان نقصان ئي ٿيڻو آهي.

نوٽ: تازي پاڪستان جي جنگ بعد بنگلاديش جو آزاد ديش ٿيو آهي.

# مون چا پرايو

دهليءَ ۾ اڪثري مان ديوداس گانڌيءَ، گانڌيجيءَ جي ننڍي پٽ وٽ رهندو هوس. ۽ سنڌ جي ڪمن جي پوئواري ڪرڻ لاءِ به تي ڀيرا اڳ به آيو هوس. اچڻ سان گانڌيجيءَ ۽ ٻين وڏن سان گڏيس ۽ ڪراچيءَ جي فسادن جو روبرو احوال ڏنم. هفتو کن هوس ۽ هر ڪنهن سان ٻه ٽي ڀيرا گڏيس. هڪ ڀيري پنڊت نهروءَ چيم ته سياڻي وچي باجپاءِ، سيڪريٽري جنرل سان وڏي دفتر ۾ گڏج. انهيءَ سان گڏيس ۽ انهيءَ کي به سنڌ جي حالتن کان واقف ڪيم ۽ عرض ڪيم ته هاڻي وقت آيو آهي جڏهن سرڪاري طور هندن کي سنڌ مان ڪڍڻ گهرجي ۽ ڪين هند ۾ وسائڻ گهرجي. هن سڀ ڏيان ڏيئي ٻڌو ۽ پوءِ مان موڪلائي اُٿيس.

نيٺ وزيراڻيءَ ۽ مون فيصلو ڪيو ته اسان جو ڪم لٿو ۽ اسين سياڻي يعني 31 جنوري تي صبوح جو هوائي جهاز رستي ڪراچيءَ موٽنداسين. موٽڻ کان اڳ مان گانڌيجيءَ سان چوٿون ۽ آخري ڀيرو گڏجڻ ۽ موڪلائڻ ويس. اٽڪل سانجهن جو چار لڳا هوندا، برلا هائوس ۾ ٻاهر اُس ۾ ويٺو هو ۽ مٿي تي ڪکن جو ٽوپلو پيو هوس. ايواس جي ڪمزوري هاڻي ڪانه هئي ۽ سندس اُگهاڙو ٻت تامڻي وانگر اُس ۾ پئي چمڪيو. جڏهن موڪلائڻ لاءِ اُٿي پيري پيس تڏهن پٺيءَ تي زور سان ٿڦڙي هنيائين. آشيرواد جو اهو سندس ٿڦڙ هوندو هو. چيائين، ”ته هاڻي وڃ ۽ ماڻهن کي سنڌ مان وچي ڪڍ. سيني کي ڪيڏي پوءِ تون نڪرج، ڏسج متان اڳ نڪري اچين. مسٽر کهڙي کي نياپو ڏج ته مان سنڌ ۾ اچي سنڌ ۾ صلح سانت لاءِ ڪوشش ڪندس. پر تنهن لاءِ مسٽر جناح کان اجازت وٺي پوءِ مونکي تار ڪري“ اهو سندس آخرين نياپو وٺي- جو مون پوءِ اخبارن ۾ ظاهر ڪيو- آءُ ديوداس جي گهر پانيان ٿو ته اٽڪل پنجين بجيِّ سانجهن جو موٽيس.

ڪافي پئڻ جو وقت هو ۽ مان پيئي چڪو هوس. ديوداس کي انهن ڏينهن ۾ سانجهن ڪان وٺي اڌ مٿي ۾ سخت سور پوندو هو ۽ جنسي ڳوڙها پيا ڳڙندا هوس. اڃا لڪشمي سندس استري سندس ڪافيءَ جو ڪوپ ناهي کڻي آئي تہ اوچتو هيٺان "هندستاني ٽائيمس" جي آفيس ۾ مسٽر سنتانم ايڊيٽر (جو پوءِ ونڌيا پرديش جو ليفٽيننٽ گورنر ۽ ڊپٽي منسٽر ريلواين جو ٿيو) ڏاڪڻ ٽپندو مٿي آيو ۽ ديوداس کي چياءِ تہ باپوءَ کي ٽپاچي جي گوليءَ سان ڪنهن ڦٽيو آهي. ديوداس ڪافي ڪوپ کڻي ڦٽو ڪيو ۽ برلا هائوس ڏي وڃڻ لاءِ ڊرائيور کي ڪار کڻي اچڻ لاءِ فون ڪيو جي ايتري ۾ پنجن منٽن اندر وري سنتانم ڊوڙندو سهڪندو آيو جي گولين مارڻ ڪري باپوءَ جو ديهانت ٿي ويو. تڏهن ديوداس هڪدم ماڙيءَ تان هيٺ لٿو ۽ لهندي مون کي چيائين تہ مان وڃان ٿو ۽ تون بي موٽر ۾ لڪشمي ۽ بار وٺي برلا هائوس اچ. منهنجو من منجهي پيو. ڪيسي ۾ هوائي جهاز جي بن جڻن جي ٽڪيٽ 31 جنوري صبوح جي هوم ۽ مون چيو تہ ايئر اڦيس سڌ پنڌ تي آهي چو نہ پوءِ هڪدم وڃڻ جي تاريخ مٽائي اچان. آفيس ۾ ويس تہ هنن چيو تہ تاريخ مٽائيندين تہ ڏنڊ پرٽو پونديءِ ۽ گانڌيجيءَ جي موت ڪري الائي ڪڏهن موٽڻ جي ٽڪيٽ ملنديءِ. سو ساڳيون ٽڪيٽون ڪيسي ۾ وجهي برلا هائوس ڏي ويس. پهتس تہ سهين پر برلا هائوس جو دروازو بند هو ۽ اندر ٻاهر ماڻهن جا انبوهہ بيٺا هوا، جڻ پيرڪي بيهڻ جي بہ جڳهہ ڪا نہ هئي. لڪشميءَ سان گڏجي اندر وڃڻ جو سونو وجهہ وڃايم ۽ هوڏانهن ٽڪيٽ بہ نہ مٽائي سگهيس!

من ۾ مونجهہ ڪري ابتو فيصلو ڪيم، پوءِ پنڌ ڪري الائي چو وڏي دفتر ڏي ويس ۽ اهڙو سراپچي ويس جو هڪ ڳوڙهو بہ نہ ڳاڙي سگهيس. اڪيلو سن ۾ ڪلاڪ ڏيڍ ويهي ماٺ ۾ گهر وڃي سمهيس ۽ صبوح جو هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان سوين هزارين ماڻهو دهليءَ ڏي پئي آيا تڏهن مان لاچار

دهليءَ کان ڪراچيءَ پي اڏامي ويس. اهڙو اُلٽو ڪم ڪو ورلي ٿيو هوندو. منهنجي ڄڃيون جو پرپرڪ ۽ مارگ درشڪ جو ڪالهه هو سو اڄ اوچتو الوپ ٿي ويو. گانڌيجيءَ سان مان پهريائين 1917 ۾ گڏيس ۽ پوءِ 1921 کان وٺي سندس ڇتر ڇايا ۾ رهيس. ڪجهه هن مون ۾ ڏٺو ۽ ڪجهه ڪو هن ۾ جادو هو جو مونکي پاڻ ڏي ڇڪيائين، جنهن ڪري سڄا سارا 27 سال هن جي قريب ۽ قرب ۾ رهيس. ماڻهوءَ ۾ گڻ ۽ اوگڻ ٻئي آهن ۽ سر ۽ اَسر اندر ۾ گڏيا پيا آهن. ڪو بہ پر پورن نہ آهي. سندس جيون جو ارٿ شايد اهو ئي آهي تہ گڻ زور وٺن ۽ اوگڻ مٽجي وڃن. گانڌيجيءَ ۾ هڪ وڏي طاقت هئي. ماڻهوءَ جو اندر پرکي سگهندو هو ۽ جنهن ۾ ڪو گڻ ڏسندو هو تنهن کي سانڍيندو سنڀاليندو ۽ هن جون ڪچايون ۽ ڪمزوريون ڍڪيندو هو. مان جڏهن 1927 ۾ گجرات وديا پيٺ مان بنا موڪل ڇڏي ويس تڏهن هوندو هو بہ مونکي ڇڏي ڏي ها. پر خطن پٺيان خط اهڙا لکيائين جو آءٌ سندس هٿن ۾ موم وانگر ملائم ٿي ويس ۽ وڃي هن جي سرن ورتيم. جڏهن ڪڏهن ڪا دل جي ڪمزوري يا دل ۾ ڳنڍ هوندي هئي جا مان نہ ڇوڙي سگهندو هوس تڏهن هو بروقت عقل ۽ همت بخشيندو هو. انهيءَ نموني منهنجا اوگڻ دٻجي ويا. سڀ ڪنهن انسان ۾ عيب آهن پر هو عجيب جوءِ نہ پر خوبي ڏسڻ ۽ گڻ گراهڪ هو ۽ ڍلايون ڍڪيندو هو.

مون ۾ شيوا ڀاءُ ننڍي کان وٺي ٿورو سياويڪ هوندو هو. مظفر پور ۾ غريب شاگردن لاءِ هڪ فنڊ کوليو هوم ۽ مهيني سر مهيني شاگردن کان توڙي پاڙهيندڙن کان ڪجهه نقد ڪجهه جنس ۾ وٺي گهرجائو شاگردن کي ڏيندو هوس. ٿورو پهراڙيءَ ۾ بہ چڪر هڻندو هوس تہ غريب آباد ڏسان ۽ غريبن جو ديدار ڪريان. پر سنڌ ۾ هڪ ٻئي پٺيان ٻوڏ ۽ سوڪ جا حادثا ٿيا. تڏهن همت ٻڌي، جفاڪشي ڪري شخصي طرح وڃي سهائتا ڏنم ۽ جس کٽيم. ٻي طرح ڪاميٽيون ٺاهي پوري انتظام سان چڱي پيماني تي

سهائتا جو ڪم ڪيم. انهيءَ ۾ گانڌيجيءَ هرڪا مدد ڪيم چاهي پئسي جي، چاهي ڪم ڪندڙن جي چاهي پنهنجي آسيس جي. انهيءَ ڪري منهنجو حوصلو وڌيو ۽ ڪتي بہ جي دک درد ڏسندو هوس تہ مرهم پٽيءَ لاءِ گهري پوندو هوس. سنسڪرت ۾ آهي تہ "نہ راج، نہ سرگ نہ وري جنم ونڻ جي لاشا اٿم. اها ئي ڪامنا اٿم تہ دکي پرانين جو دک متايان." اهو سلوڪ منهنجي دل ۾ جڻ سهڻن لفظن ۾ اُڪرجي ويو آهي، سو گانڌيجيءَ جي ڪري.

منهنجو جنم هڪ شهر ۾ ٿيو ۽ سکيا وڏن شهرن ۾ ملي. من ۾ سوچي پتا جي رائي خلاف وڪالت جو ڌنڌو ڇڏي مون پروفيسريءَ جو ڌنڌو اختيار ڪيو. جي گانڌيجيءَ جي پيچ ۾ نہ اڙان ها تہ توڙ تائين هڪ ننڍي ڪاليج ۾ ڇوڪرا پاڙهيندو رهان ها ۽ شايد مانسڪ وڪاس بہ ڪين جهڙو ٿئي ها. پر گانڌيجيءَ جي اثر هيٺ سياءُ ساڳيو رهندو آيو پر منهنجي ڪم جو کيتر نرالو ۽ وشال بڻجي پيو. ٻوڏ سهائيتا جو ڪم ڪندي ڳوٺن ۽ ڳوٺاڻن جي واقفيت ٿيم. ڳوٺ نہ وٺيم، پر ڳوٺن پرسان واڪائي، فصلن جي ساوڪ ۽ کليو آڪاش متان ۽ ڌرتي ماتا هينان سڀ وٺيم. ڳوٺاڻن ۾ هاري ناري گهڻو وٺيم، ڪيتي اتم سمجهيم ۽ سيني ڌنڌن ۾ اهو ڌنڌو نہ رڳو ضروري پر ڪمائتو بہ سمجهيم ڪسانن جي سادي رهت رهڻي، سخت پورهيو ۽ سچي پورهي جي ڪمائي، اهي سڀ پسند آيم. جيڪر سنڌ ۾ رهان ها تہ ڪسانن جي ئي خذمت ڪريان ها.

پر قسمت مونکي سنڌ کان باهر ڇڪيو ۽ 1948 کان پوءِ هميشہ لاءِ. مان اڳ ڇاٽائي آيو آهيان تہ خطن ۾ ۽ پوءِ 1929 ۾ روبرو گانڌيجيءَ ڪيئن مونکي اڇوتن جي شيوا ڏي ڇڪيو تان جو مون 1933 ۾ اهو ڪم وجي ڪيو جو اڄ تائين ڪندو پيو اچان. بلڪ هڪ قدم اڳتي کنيو اٿم. جو 1956 کان وني ينگي ڪشٽ مڪتي ۽ 1964 کان مڪتي جو ڪم

ڪندو اچان. پنگين جي شيوا هاڻي ڄڻ منهنجي جيون جي مکيہ شيوا ٿي پيئي آهي ۽ انهيءَ شيوا ۾ مان پاڻ کي ڪرتارٿ ليکيان ٿو. گانڌيجيءَ پهرئين سرووديہ (سيني جو ڀلو) چاهيندو هو پر پوءِ عمل ۾ انتوديہ (نيچ ۾ نيچ) جي شيوا ڪرڻ لڳو. هندو سماج ۾ پنگين کان سواءِ ٻيو ڪير اهڙو نيچ سمجهو آهي؟ هن وقت منهنجي من جي ڀرتگيا اهائي آهي تہ شل سداءِ ڍبيل، ڪريل ۽ دکين جي شيوا ڪندو رهان. چوندا آهن تہ ايشور هيٺين جو همراهہ آهي.

"نربل ڪي ٻل رام"

گانڌيجيءَ جيون ۾ ٻن سڌانتن تي خوب زور ڏنو. ستيہ ۽ اهنسا. ستيہ تي سيني شاسترن، سيني مهاپرشن، سيني ڌرمن زور ڏنو آهي. بلڪ صفا چيو اٿن تہ ايشور ست آهي ۽ ستيہ بہ آهي. گانڌيجيءَ انهيءَ کي رد ڏيڻ بنان هڪ قدم اڳتي وڌيو ۽ چيائين تہ ستيہ ايشور روپ آهي. جنهن جو ايشور ۾ ايمان نہ هجي سو بہ اهو وچن قبول ڪندو ۽ ستيہ موجب هلي ڄڻ اهو ايمان جاڳرت ڪندو. مان سياويڪ طور ستيہ ئي هلندو هوس. پر ان جو واسطو صرف ستيہ وچن تائين هو. ڪڏهن بہ ڄاڻي واڻي ڪوڙ نہ ڳالهايو هوندم پر ڪڏهن ڪڏهن ڳالهائڻ ۾ وڌاءُ ڪيو هوندم. پر هاڻي وڌيڪ سکيس تہ سچ ڳالهائڻ سولو ڪم نہ آهي. هينئر من، ڪرم ۽ وچن اندر ميل ڪري ٿنهي سان سچ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندو رهان ٿو. ڪچ وات سان چئي وينس تہ ڪم ۾ وچن پاڙڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان. پر گانڌيجي سچ جي پوري معنيٰ سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. انهيءَ لاءِ سچي جيون ۾ شخصي طوري سماجڪ کيتر ۾ تجربا بہ ڪندو رهيو. مون ڪڏهن اهڙو تجربو ڪونہ ڪيو ۽ نڪي ڪي سچ سمجهڻ لاءِ ڪاهي پيس. پر جيڪي گانڌيجيءَ انهن تجربن مان سڏ ڪندو هو تن جي پوئواري ڪندو هوس، گرو هو پر آءٌ بہ موچارو وفادار شش هوس ۽ سندس پيرو وٺي هلندو هوس.

باقي سندس اهنسا جو سڏانت. پراچين ڪال کان اهڙو چٽو نہ هو نڪي ڪي اهڙو اهم سمجهيو هو. اُپنشدن ۾ جڻ اهنسا جو نالو بہ ڪونهي ۽ گيتا ۾ بہ ڪنهن ڪنڊ پاسي ڏنل آهي. بلڪ ڪن جوائين بہ چوڻ آهي تہ گيتا ۾ "هنسا" جو پاٺ اُچاريل آهي. پر اهنسا جي ساڏن سان هنسا جيتڻ ۽ اُلٽو اهنسا جي ساڏن سان وروڌيءَ جي دل مان وروڌ ڪڍڻ ۽ پريم اتپن ڪرڻ سان گانڌيجيءَ جي مجتا هئي. اهنسا کي هڪ هٿيار بڻائي سماجڪ انيائن جو مقابلو ڪرڻ ۽ اهي بنيادي طور دور ڪرڻ گانڌيجيءَ جو انسان ذات کي وڏي ۾ وڏو دان هو. اهي سڀ لفظ ارٿ. انهن جو عمل پنهنجي ۽ ٻين جي جيون ۾ آڻڻ مون لاءِ نيون ڳالهيون هيون. جيتوڻيڪ سنڌي هوس، تڏهن بہ اهي سکڻ مون لاءِ ڏکيون نہ هيون. ڪيترن سنڌين لاءِ اهنسا جو سبق فقط ڪتابي هو ۽ عملي نہ هو. مثلن اهو سبق آچاريہ ڪرپالاڻي ۽ سندس ساٿي شش ڊاڪٽر چوئٿرام ڪٿن سکيا سو هو پاڻ بڏائي سگهندا! پر اها ڪهاڻي بڏڻ جهڙي ٿيندي.

ڪيتري قدر منهنجي دل اندر اهنسا منهنجي جيون جو سڏانت آهي جو سچوڻ خود مون لاءِ بہ ڏکيو ٿيندو. هن وقت مان هڪ سنستا جو ميمبر آهيان (لوڪ تنتر رڪشا پرشد) جنهن ۾ سيني ميمبرن کي ستيہ ۽ اهنسا جو پرتگيا پتر صحيح ڪرڻو پوندو آهي. منهنجي مجتا اها ئي آهي تہ اندروني سماجڪ سوال. وهنواري، آرٿڪ، سياسي-اهنستا سان طيءِ ٿي سگهن ٿا ۽ ٿيڻ گهرجن. پر ديسن جي هن وقت دردشا ڏسي انهيءَ مجتا کي عملي جامو پهرائڻ ذرا دليريءَ جو ڪم ڇئبو. گانڌيجيءَ جي جيون کي اڳيان رکي سمجهان ٿو تہ سندس سڏانت جو ۽ منهنجي پرک جو هي وقت آهي. "آءٌ ريجهائجہ رهت سان" ملڪيت بابت گانڌيجيءَ جا رايا صاف هوا پر انهن جي پيروي ڪرڻ بلڪل ڏکي آهي. جوانيءَ ۾ هڪ ويمو اُتاريو هوائين سو پوءِ بند ڪري ڇڏيائين. هن ليکي پنهنجي سوڌرم جو پالن

ڪندو رهجي ۽ ڦل ايشور کي ارپڻ ڪجي. جڏهن سيني پرانين کي هو روزي رسائي ٿو تڏهن اسان کي به ضرور روز رسائيندو. اهو توڪل ۽ ايشور ۾ شرڌا تڪي جو سوال آهي. ڪڏهن به ناٽو هن ساڻ نه هوندو هو- نڪو ٻتوئون- نڪو چيڪ بوڪ. نڪا ملڪيت پاڻ يا ٻارن لاءِ. جڏهن گذاري ويو ته جيڪي ڇڏي ويو سو گانڌي سنگر هاليه ۾ سڀ ڪو ڏسي سگهي ٿو. گهڻو ڪري سندس فوٽا, سندس خط ۽ جي ٽورڙيون شيون جي هو روز مرهه ڪم ۾ آڻيندو هو. جڏهن سنڌيءَ ۾ چئبو آهي ته هن جي مڏي هئي "ٻه ڏنڊڻ, ٽين تڏي"

مون ته جوانيءَ ۾ جڏهن هزارن جو ڏاج ورتو هو ۽ جڏهن هزارن ۾ ويمو به اُتاريو هوم ۽ انهن سان هڪ رهڻ جي جڳهه به ورتيم. جڏهن پاڪستان ڇڏيم ۽ پيچ پچان ٿي تڏهن ڪچ همٿ سان ۽ قدري قسمت سان اها جڳهه 9500 رپين ۾ آگري جي هڪ مسلمان کي وڪڻي آيس. پوءِ ته مان سڪيو رهيس ۽ ڪچ بچائي تازو هڪ جڳهه ورتم ۽ مسواڙ ڪاڌيم. پر به ٽي ٻالهيون خيال ۾ رکيم. هڪ اهو ته منهنجي ملڪيت هڪ امانت آهي ۽ انهيءَ ۾ سماج جو حصو آهي. ٻوجيه ونوبا جي سمپتي دان ۾ ڏهه سيڪڙو پنهنجي الاونس جو ڏيندو هوس ۽ هينئر به الاونس جو ڏهه سيڪڙو سماج جو حصو سمجهندو آهيان. سمجهان ٿو ته هن زماني جي اها تقاضا آهي ۽ اهو اسان جو قرض آهي. ٻيو جا شيءِ اسان کي وڌيڪ هوندي آهي ۽ گهرج جي نه آهي سا ٻئي کي ڏيئي ڇڏيندو آهيان. ڪتابن جو دان چار دفعا ڪيو اٿم, باقي به دان لاءِ رکيا اٿم. جيڪا ملڪيت اٿم سا ٻارن لاءِ ۽ انهن جي نالي.

حياتيءَ ۾ آءٌ ڪڏهن به تنگيءَ ۾ نه رهيو آهيان ۽ ٻيءَ طرح آءٌ بلڪل خوش رهيو آهيان. صحت,صحبت ۽ شيوا ۾. پر هڪ وڏو ارمان اٿم ته ڪم ۾ رڌل هئڻ ڪري ٽن ٻارن جي پوري سنڀال نه ورتيم ۽ من ۾ هنن کي به اهو درد رهجي ويو آهي. هڪ به ٻار ڇڱيءَ طرح سان پاڙهي نه سگهيس ۽ ٻن

ٻارن کي اچا منهنجي مدد گهرجي. انهن جي صدقي ڪجهه ملڪيت گڏ ڪئي اٿم. پر ڪفايت ۽ سنجم سان رهي. جيون ۾ ڪوشش ڪندو رهان ٿو ته رهت رهڻي سادي ۽ سڌي رهي ۽ شين وٺڻ ۽ سانڍي رکڻ جو شونق خير ڪو اٿم.

گانڌيجيءَ جو جيون تياڳ ۽ سنجم سان پريو پيو آهي. جٺن جٺن ڪو موقعو آيو تيئن تيئن ڪجھ نه ڪجھ تياڳ ڪندو رهيو. سو ڪوجيءَ کي جڦا ڏيڻ يا اندرين کي سڪائڻ لاءِ نه. پر موقعو ڏسي نيڪ فيصلو ڪيائين. لنگوٽي پاتائين چاڪاڻ ته هزارين هند واسي لنگوٽي مس پهري سگهن ٿا. ٻڪريءَ جو کير پيتائين چاڪاڻ ته شهرن ۾ گئو ماتا کي ڏهڻ مهل گوالا نردئي ٿين ٿا؛ مردار جانور جي شوخ چمڙي جو چئمپل پاتائين ڇو جو ڪاسائيءَ جي ڪٺل جانور جو چم پهرڻ اهنسڪ نه هو وغيره. انهيءَ نموني جو سياويڪ تياڳ هندن ۾ ورلي ٿيو آهي.

هندو ٿي ڪري مون ۾ اها ڪجھ سياويڪ. ڪجھ وايو منڊل ۽ ڪجھ جتن ڪري پيدا ٿي آهي. مانس کائڻ ڇڏي ڏنم ڇو جو گجرات جو وايو منڊل اهڙو هو. ڪي سال ٿيا ته رشيڪيش ۾ هوس ۽ صبح سانجهيءَ گنگاجيءَ جي ڪناري تي ڪئين ساڌو ڏيان ۾ وينل ڏسندو هوس. من ۾ ويچار آيم ته هن ٻٽيه پوميءَ ۾ ڇا تياڳ ڪريان؟ ڇيم ته اڄ کان وٺي بزار جي مٺائي کائڻ ڇڏيم. سرٻگواسي لعل بهادر قوم کي اعلان ڪيو ته سومر رات اَن نه کائو. تڏهن کان وٺي سومر واريندو آهيان ۽ مهيني جو پويون سومر سڄو ڏينهن واريندو اهيان. خيال آيم ته کند کان ڳڙ کائڻ بهتر ۽ ڪجھ به مناڻ نه کائڻ بهترين. هاڻي فقط چانهه ۾ اڌ چمچو وجهان؛ شايد چانهه ڇڏڻ جو به ڪڏهن وارو ايندو. سمجهان ٿو ته وات جو چٽڪو هن زماني ۾ تياڳ ڪرڻ وڏيڪ ڏکيو آهي ۽ انهيءَ تي ضابطو رکڻ گهرجي. پيو ته سمجهان ٿو

تہ سنکلپ ڪرڻ سان ئي ماڻھوءَ جو چال چرتر نھي ٿو. تنھن ڪري سڄي عمر ۾ ڪو نہ ڪو سنڪلپ ڪري جتن سان پاڙڪي ھلائڻ گھرجي.

پر ھڪ مجتا جو مون تي خوب اثر ٿيو آھي. انسان جو سچو پرشارٿ آھي. اشور جو درشن ڪرڻ يعني تہ ايشور ۾ ليءِ ٿي وڃڻ ۽ جيون کان آخر موڪش پائڻ. گانڌيجيءَ موجب منش جو سچو پرشارٿ پرمارٿ ۾ آھي ڇو جو ايشور لاءِ سڪ معنيٰ ھن جي سرشٽيءَ لاءِ پريم ۽ ھر ھڪ پراڻيءَ ۾ ھنجو درسن. سيني پراڻين جي شيوا دواران ئي ايشور جو درشن پراپت ٿئي ٿو. ھي بلڪل مھان ۽ اوچو ويچار ھو ۽ منھنجي خيال ۾ ھندو ڌرم ۾ نئون ويچار يا تہ پراچين ويچار جو نئون ۽ نرالو روپ آھي. ھي جڳت مٿيا يا ڪن پنگ نہ آھي يا جڳت جنجال نہ آھي پر جڳت ايشور جو درشن پائڻ لاءِ ھڪ ضروري ساڌن آھي. اسين سڀ منش جاتيءَ جا انگ آھيون ۽ ايشور منش ڇا پر پراڻي جات کان ڌار يا پري نہ آھي. ايشور جي شيوا يعني سيني پراڻين جي شيوا! ڪرم ۽ نشڪام ڪرم منش جو سڀاءُ ھئڻ گھرجي ۽ اھو سڀاءُ بن ۽ پھاڙ تي نويڪلو رھڻ سان نہ ٻڌبو.

مان بہ سمجھان ٿو تہ عمر پر مون کي شيوا ڌرم پالڻ گھرجي. منھنجي ھن وقت اسي ورھين عمر آھي پر پنھنجو جيون سڪيارٿو سمجھانٿو. ڇو جو شيوا ڪرم کان سواءِ آءٌ بنھہ رھي نٿو سگھان. ڪھڙو بہ ٻيو يا پنگلو ھجان تہ بہ شيوا ڌرم پالڻ ڪندو رھندس. پانيان ٿو تہ ڪڏھن بہ ٻيو نہ ٿيندس ۽ نہ ئي وري پاڻ کي ٻيو ليکيندس. ممڪن آھي تہ بہ چار ھفتا يگانو نويڪلائي ۾ ڪنھن پھاڙ يا بن ۾ پنھنجي من کي ايڪاگر ڪريان پر منھنجو جيون ھن سنسار ۾ ۽ سرشٽيءَ ۾ ٿيندو ۽ سيوا ۾ ويتيت ٿيندو.

گانڌي جڳ ۾ رھڻ ۽ ھن سان گڏجي ھن جي ڇائي ۾ شيوا ڪرڻ ۾ پنھنجو وڏو ڀاڳ ٿو سمجھان. اھو جڳ اتھاس ۾ پرڪيات رھندو جو انھيءَ جڳ ۾ ٻيا بہ مھاپرش ھوا. پر ايندڙ زماني ۾ ھڪڙو آشچريہ ٿيندو تہ

گانڌيجيءَ جھڙو پرش اڳ شايد ڪڏھن ڪونہ ھو. ايشور منش مورتي وانگر آھي سو اڄ ڪلھہ مڃڻ ڏکيو آھي. ايشور نرآڪار آھي سو ڪلپنا ۾ نٿو سمائجي. پر گانڌيجيءَ جھڙو پرش جڻ ايشور جو سروپ آھي ۽ ايشور جو پرتيڪ آھي سو سمجھہ ۾ اچي سگھي ٿو. رام ۽ ڪرشن بہ ائين ايشور جو سروپ ھوا، تان جو پاڻ ايشور ليکيا ويا.

# ڪيڏڻ ۽ وسائڻ جو ڪم

مان- جڏھن 31 جنوريءَ جي منجھند جو ڪراچيءَ پھتس تڏھن ڏٺم تہ اسان جي ھاءِ ڪمشنر مان ھڪ بہ آفيسر موٽر ڪار وٺي منھنجي سواگت ڪرڻ لاءِ آيا ھوا. عجب ڪاڏم پر اتيئي خبر پيم تہ ائڊيشنل ڊپٽي ھاءِ ڪمشنر مقرر ڪيو ويو ھوس ۽ ھاءِ ڪمشنر شري سري پرڪاش آفيس ۾ منھنجو انتظار ڪري رھيو ھو. سو سامان گھر ۾ رکي سڌو ساڻس گڏجڻ ويس. ڪن سالن کان ڪيس سڃاڻندو ھوس ۽ ھاءِ ڪمشنر جي حيثيت ۾ بہ ڪئين ڀيرا ساڻس ڪراچي ۾ گڏيو ھوس. ڪيڪارڻ کان پوءِ چيائين تہ سانجھن جو سندس آفيس جي پاران ڪلفٽن تي پبلڪ ميٽنگ ٿيندي، جنھن ۾ گانڌيجيءَ جي ديھانت بابت شوڪ پرستاو پاس ڪيو ويندو. انھيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ چيائين ۽ سڀان کان وٺي آفيس ۾ اچي پنھنجي عھدي جي چارج وٺڻ لاءِ بہ چيائين. منھنجو ڪم خاص اھو ھو تہ سنڌي ھندن کي سرڪاري طور سنڌ مان ٻاھر ڪيڍان. اھو ڪم في الحال ڇھن مھينن لاءِ. الائونس ڏيڍ ھزار ۽ ٻيون سھوليتون مثلن بنان مسواڙ جڳھہ، موٽر ڪار، ٽي چپراسي وغيرھہ.

مون لاءِ سرڪاري نوڪري ۾ ايڏو پگهار وغيره نئين ڳالهہ هئي. جڏهن آفيس ۾ وڃي ڪم شروع ڪيم تہ سڀ ڪجهہ مونکي نيارو لڳو. دفتر ۾ مان ئي هڪ گانڌي ٽوپيءَ وارو ۽ (ٻيو هاءِ ڪمشنر پاڻ) ۽ ڪانگريسي هوس. جڻ ٻي ذات جو ۽ ٻاهريون هوس. ٻيو تہ محسوس ڪيم تہ ڊپٽي هاءِ ڪمشنر مسٽر وشوناٿن (هاڻي ڪيرالا جو گورنر) ڪي منهنجي مقرري ۾ سندس صلاح بنان ۽ طلب بنا نٿي آئڙي، انهيءَ جي معنيٰ تہ سڄي آفيس کي نٿي آئڙي. هن ليکي مون کان سواءِ بہ ماڻهن کي سنڌ مان ڪيڻ جو ڪم هو ڪري سگهيا ٿي. جي ڪنهن آفيسر جي گهرج هئي تہ هنن جي صلاح سان مقرري ٿيڻ کپندي هئي. پر وزيراعظم جي حڪم ڪي ڪير ڏند ڏي.

ٿورن ڏينهن بعد دهلي کان ڊاڪٽر چوئٿرام جو بہ خط آيم. هن کي بہ منهنجي مقرري نٿي آئڙي ۽ مون تي هڪ تهمت سڙهبائين. چي اسان جي ڪانگريس انهيءَ لاءِ توکي دهليءَ موڪليو هو تہ تون آفيسر بڻجين موتي اچين؟ اهو طعنو ۽ تهمت مونکي نہ آئڙيا. سنڌ ڪانگريس جو مون تي تي ڪم رکيو ويو تنهن ۾ آءٌ ڪامياب ٿيس يعني سنڌ ۾ لڏڻ جو ڪم سرڪار پاران ٿيندو. تہ مان اهو سڄو انتظام ڪندس تہ خوشيءَ جي ڳالهہ هئي، نہ ارمان جي، جيتوڻيڪ مونکي توڙ تائين خبر ڪا نہ هئي تہ مون کي مقرر ڪيو ويندو. اڳي بہ ڊاڪٽر اُبهرائي کان ڪم ورتو ۽ ٻيو ٻيرو بہ جوش کان ڪم ورتائين.

آفيس وارن جي رخ جي ذري بہ پرواهہ نہ ڪيم پر هڪ پراڻو ساٿي غلط فهمي ڪري تنهنجو ضرور دک ٿيم. نيٺ تہ گڏجي ڪم ڪرڻو هو ۽ اهو پوءِ خوشيءَ سان هندستان ۾ ڪيوسين.

ٿورن ڏينهن ۾ نئين آفيس ناهڻ جو ۽ سنڌ ۾ انتظام ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيم. قريب قريب هر هڪ ضلعي هيڊ ڪوارٽر ۾ هڪ نائب آفيسر رکيم جو نرواسين کي ٻاهر اُماڻڻ ۾ مدد ڪري ۽ انهن جو سامان سڙو سلامت رکي. انهن آفيسرن ۾ ڪي اهي به هوا جي ڊاڪٽر "ٻاريءَ" جا ۽ پوءِ منهنجا ساٿي يا دوست ٿي ويا. سرڪار طرفان روز هڪ جهاز ڪراچي بندر تان نرواسن سان پرجي بمبئي ۾ ويندو هو ۽ ٻنان پاڙي ڏيڻ. ساڳي طرح روز هڪ اسپيشل ٽرين حيدرآباد کان جوڌپور ويندي هئي، خاص نرواسين لاءِ. مان نہ رڳو ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ واري وٽيءَ سان ڪم ٽپاسيندو هوس پر سنڌ جي ٻين شهرن جو بہ گشت ڪندو هوس. هڪ بہ ڀيرو دهليءَ ۾ ڪانفرنس ۾ ڀهرو ونڻ ۽ جواهر لال سان ملڻ ويس. ڪم زور شور سان پئي هليو. تان جو مئي مهيني ۾ نرواسين جي نڪرڻ جي ڀيڙ گهٽ ٿي ويئي.

ڪم شروع مس ڪيم تہ هڪ اڻوٽندڙ واقعو ٿيو. سنڌ جي گشت بابت ۽ انهيءَ لا بندوبست ڪرڻ لاءِ سنڌ سرڪار کي سڏو لکيم، تنهن ۾ هڪ (Protocol) جي ڀل ڪيم. جو اهڙو خط مون کي نہ پر ڊپٽي هاءِ ڪمشنر کي ۽ پاڪستان سرڪار ڏي ۽ نہ سنڌ سرڪار کي لکڻ کپندو هو. انهيءَ ڀل جو ڊپٽي هاءِ ڪمشنر پورو فائدو ورتو. مونکي سڏي نہ سمجهايائين پر هاءِ ڪمشنر ڏانهن دانهين ٿي ويو ۽ صلاح ڏنائين تہ اڳتي سڀ لکپڙهہ سندس معرفت ٿئي، سو مان سمجهي سگهيس. ٻي صلاح ڏنائين تہ ٻاهر ڪڍڻ جي ڪم جي جوابداري بہ سندس ٿئي ۽ نہ منهنجي. مان فقط ڏسڻ وائسڻ وارو پر حڪم سندس.

هاءِ ڪمشنر بہ اها صلاح سوچڻ بنا قبول ڪئي. جو جو سچ پچ آفيس جا ڪم ڊپٽي جي حڪم تي هلندا هوا ۽ هاءِ ڪمشنر جڻ تہ ( Public Relations Officer) هو. اهو سور پيئي ويس پر نيٺ 15 مارچ 1948 تي هڪ خط پنڊت جواهر لال کي لکيم ۽ پنهنجي دل هلڪي ڪيم.

جواب ۾ لکيائين تہ:

15 مارچ 1947

*پريہ ملڪاڻي*

سنڌ سرڪار تنهنجي مقرريءَ تي سخت اعتراض ورتو آهي سو لڏپلاڻ جو آفيسر تي جيڪي تنهنجي معرفت ڪجي تو سي اٽڪي پوي ٿو. تنهن ڪري منهنجي صلاح آهي تہ تون سرڪار سان سڌي طرح لکپڙهہ نہ ڪر...اسان اڳيان اهو سوال نہ هو تہ تون ڪنهنجو زبردست ٿي ڪم ڪرين. بيو اُبتيون ڳالهيون- يعني تنهنجو سنڌي هئڻ- آڏو نہ اچن ها تہ تون هوند اتي جو خود هاءِ ڪمشنر ٿي سگهين ها. دراصل سڀ ڪم تون ڪندين ۽ نرواسين جي نڪرڻ جو ڪم سڀ تنهنجي صلاح سان ڪيو ويندو.....

**جواهر لال نهرو**

**خط پڙهي منهنجا ڪچ ٽپ ٿريا پر اندر ۾ شڪ شبها هيم. سي اجايا نہ هوا. جون مهيني ۾ مونکي چيو ويو تہ سنڌ ۾ ڪيڏڻ جو ڪم اچي پورو ٿيو آهي. جي چاهين تہ راجڪوٽ آفيس جي وچي چارج وٺ. لاچار اوڏانهن منهنجي بدلي ڪئي ويئي. پهچڻ شرط دهليءَ مان بيو ترت حڪم آيو تہ هڪ مهيني اندر راجڪوٽ جي آفيس بند ڪر ۽ پوءِ تنهنجو ڪم بہ بند! هي پراڻي سرڪار ۽ پراڻا ملازم مون جهڙي ڪانگريسي ملازم کي هضم نہ ڪري سگهيا. پر ٻاهرئين ملازم کي ڪيئن ٻاهر ڪڍي سگهيا ٿي سا تہ نهرو کي توڙ تائين ٻوجهہ ڪانہ پيئي.**

هاڻي راجڪوٽ مان ڪٽنب وني دهلي ۾ آيس ۽ هريجن ڪالوني ڪنگسوي ۾ وڃي رهيس. اها نڪر بابا جي مهرباني چئجي جو منهنجي

فئملي کي ڪالونيءَ ۾ في الحال اجهو ڏنائين. جيسين مان هٿ هٽي هنڌ ڪريان ۽ ٺانئيڪو ٿي وهان. وسائڻ واري وزير مسٽر موهن لال سڪسينا سان گڏيس ۽ هن مهيني ڏيڍ بعد فيصلو ڪيو ته مونکي پاڪستان ۾ چيف ڪسٽوڊين ڪري ٻن هزارن جي پگهار تي ڪراچيءَ ۾ رکيو وڃي. پر پاڪستان کي به چيف ڪسٽوڊين مقرر ڪري جلندر ۾ رکڻو هو. پر ملڪيت جي حساب لاهڻ لاءِ پاڪستان ڪا به سنوت نه ڏني ۽ آفيسر مقرر نه ڪيو. هندن جيڪا ملڪيت پاڪستان ۾ ڇڏي سا مسلمانن جي هندستان ۾ ملڪيت کان گهٽي وڌيڪ هئي. لاچار مونکي اڳين مڌيه پرديش ۾ هڪ قسم جو ڊئريڪٽر ڪري ناگپور ۾ رکيو ويو. خوب گشت ڪيم تنهن ۾ وندڌيا پرديش ۽ ڀوپال ۾ به سنڌي نرواسين جون ڪئمپون ڏٺيم. پر جيڪا رپورٽ لکان ۽ ڪئمپن اندر ڪا ڪمي ڏسان ته ڪو به عملي علاج ڪونه ڪيو ويندو هو. خط پهتو ۽ رپورٽ پڙهي ويئي سا به ڪل ڪانه پيم. جڻ پاٽي ويني ولوڙيم. ڇو جو ڪو به آفيسر ٻئي پرانت جي آفيس تي عملي قدم کڻڻ لاءِ تيار نه هو. مون جڻ اجايو پگهار ويني کاڌو ۽ ائين نو مهينا نڪما گذري ويا.

ڏهين مهيني حڪم آيو ته جيپور وڃان ۽ ساري راجستان جو پهريون ئي ڊئريڪٽر آف ريهبليٽيشن ٿي وسائڻ جو ڪم ڪريان. سنڌي نرواسين جي لهر راجستان ۾ زور هئي ۽ شروع ۾ اٽڪل چار لک اوڏانهن ڌوڪي ويا. گهڻو ڪري سڀ اچا ڪئمپن ۾ هوا ۽ وسائڻ جو ڪم وڏي پيماني تي شروع ٿيڻو هو. تڏهن شري هيرالال شاستري مکيه وزير هو ۽ هن کي ڪو ايماندار ۽ لائق آفيسر کپندو هو. شري موهنلال سڪسينا مرڪزي وزير منهنجو نالو ڏسيو. پگهار 1250 رپيا, هڪ موٽرڪار ۽ هڪ مسواڙي جڳهه. نوڪري ٽن سالن لاءِ هئي. مارچ 1949 ۾ مان جيپور وڃي پهتس ۽ ڪم جي چارج ورتم. مکيه ڪم نرواسين کي ڪئمپن مان ڪڍڻ جو هو. نرواسين جي

قافلي پٺيان قافلو پهتو تہ ڪئمپن ۾ في الحال رهڻ ضروري ٿي پيو. ڇو جو آوارا هوا. پر ڇهن آٺن مهينن لاءِ راجستان ۾ اهي ڪئمپون ڏيڍ ٻہ سال هليون هيون جن ۾ ڪاڏو ۽ اجهو مفت هو.

مفت تي هڏ هري ويا ۽ سستي پاڻ ۽ تہ سياويڪ ٿي پيئي. پر ڇوندا آهن تہ بيڪار ڪان بيگار ڀلي. نرواسين جي بيڪاريءَ جو هڪ اُگرو روپ ورتو هو. سنهي چوري، گهرو جهيڳڙا، ڪچ بدفعلي ۽ بي ايماني ڪئن ٻہ ڪري پاڻ پلٽو هو. سو چڱي ۽ لنڱي جو ليڪو متجي ويو. سڀ ڪجهہ نرواسين لاءِ سهاءُ ٿي ويو. نہ هو پاڙي جو يا جات جو يا پئنچات يا اڳواڻن جو ننگ. نانگو ننگ ڪان نڪتو. نانگي ڪهڙو ننگ! ڪئمپن ۾ رهڻ ڪري نرواسين جي رهڻي ڪرڻي، عمل فعل ۾ وڏو رخنو پيو ۽ قدرتي دائمي نيتيءَ جي نيمن کي ٻہ ڪافي چوٽ پهتي. ڪئين سنڌي ڏنڌي ڌاند ٿيا ۽ ڪوڙ فساد ڪرڻ ۾ برک ٿي پيا. رشوت ڏيڻ وٺڻ هڪ وهنواري فن هو. سو ڪئمپن کي جلد ختم ڪرڻ منهنجي پهرئين ڊيوٽي ٿي پيئي ۽ پهرئين سال اهو ڪم ڪيم. ڪم اوکو اٽوٽنڊڙ ۽ سيني کي- ڪئمپن وارن کي، سرڪاري ملازمن کي ۽ وچ وارن کي نہ آئڙيو. سيني جي مخالفت هئي ۽ جي منهنجو وزير شري ويدپال تياڳي همدردي نہ ڪري ها تہ مان شايد ٽٽي پوان ها. پر مون ڇهہ کن ڊپٽي ڊئريڪٽر ڇهن ڊويزنن ۾ رکيا جن مان چار واقف سنڌي هوا. عملو ايماندار ۽ وفادار هو جنهن ڪري ڪم ۾ نيٺ ڪاميابي ٿي.

بيو ڪم هو نرواسين کي وسائڻ جو. اهو تہ اڄا تائين پيو هلي ۽ هلندو رهندو. ڏنڏا ڳولي ڏيڻ، جڳهيون ناراهي ڏيڻ ۽ اپلائڻ ۽ ٻارن لاءِ آشرمون کولڻ ٻئي سال يعنيٰ 51_1950 ۾ اهو ڪم زور شور سان شروع ڪيم. سنڌي نرواسي اڪثري دڪاندار هوا ۽ بزارين ۾، رستن تي، چوراهن تي ڪچين ڪاٺ جي ٿرين (Cabins) جون قطارون ناهي وينا. ڏنڏو تہ هليو

پر شهر جي صفائي ۽ سونهن بئي گم ٿي ويا. سونيون بزاريون ۽ پڪا دوڪان ناهڻا پيا. اهي جتي ڪٿي ٺهيا پر اجا هزارين ترين وارا آهن جنڪي دوڪانن ناهڻ لاءِ ناهوڪي جڳهه نظر نٿي اچي يا اچي ٿي ملي نٿي سگهي. جيپور ۾ چار پنج عمديون سهڪاري ڪالونيون فتح ٽيبا ۾ واريءَ جي ڏڙن تي ناهڻ شروع ٿي ويئون. جن تي مون تکي نظر رکي ۽ ڪاتي جو انجنير بہ پاڻ سان شامل ڪيو. اهي ڪالونيون شهر کان ٻاهر، کلي هوا ۾ ناهيون ويئون. ۽ اهي ڏسي نگواسين اهڙيون ٻيون بہ بزاريون ۽ ڪالونيون ناهيون ۽ شهرن جي رونق وڌي. جڻ جهنگل ۾ منگل ٿي پيا. مڪاني دوڪاندارن کي حسد ٿي پيو پر مسواڙ خورن جون مسواڙون وڌيون.

بلڪل ٿورا ڳوٺن ۾ وڃي وسيا ۽ چئجي ڪٽي تہ ڪيتي ڪرڻ کان آر ڪيائون. ڪيترن کي ريجهائي مون گنگا نگر زمين تي موڪليو پر چند سالن بعد انهن اهي زرخيز زمينون وڪڻي ناڻا ڪمايا ۽ پوءِ وڃي شهرن ۾ دوڪاندار ڪئي. پنجابي ۽ سنڌي نرواسين ۾ هي وڏو فرق هو. ڪهڙو بہ ڪم هلڪو يا ڳرو ڪيتي جو يا دوڪانداري جو. هٿ جو يا ڪل جو تہ پنجابي هن ۾ لڳي ويندو هو. سنڌي اڪثري ويهڪ جو ۽ هلڪو پر ڪمائيءَ وارو ڌنڌو ڪندا هوا. دوڪانداري ۽ واپار ۾- ٻڌي يا ريزڪي ڏنڌي ۾- سنڌين پنهنجو نالو وڃايو آهي. دهلي ۾ قل ۽ سبزي مارڪيٽ، اُتر پرديش ۾ ان جي بزار، احمد آباد ۾ ڪپڙي جي بازار وغيره جا مکيہ والي آهن. پر ڪيتيءَ ۾ بازن جي پورهئي کان اڪثري پاسو ڪندا هوا. ناري شالائون ۽ ٻيا آشرم کوليا ويا جي پوءِ آهستي آهستي بند ڪيا ويا. مطلب تہ ٻن سالن اندر وسائڻ جو ڪم خوب زور سان هليو.

اچانڪ 1951 ۾ هيرالال جي وزارت ڍهي پيئي ۽ سندس جڳهہ تي جئہ نارائڻ وياس جي وزارت ٺهي ۽ منهنجو نئون وزير الور جو هڪ ننڍو وڪيل مستر چتر ويدي ٿيو ۽ ڪانگريس جي پارٽي بازي، حڪومت جي

دفتر اندر ڪٺي آيو. هن ليکي تہ آءٌ ڪواڳين وزير ويد پال تياڳيءَ جي پارٽي ۾ ڀاريءَ جو هوس. سو نہ منهنجي صلاح وٺي نہ صلاح مڃي. مان بہ رواجي سرڪاري ملازم نہ هوس جو ماٺ ميٺ ۾ آڻ مڃان. سو هڪ مهيني جي موڪل وٺي رامڪرشڻ ڪٽير ۾ آرام ۽ ستسنگہ لاءِ آلمورا هليو ويس. جڏهن موٽيس تڏهن مونکي نوڪري تي چڙهڻ نہ ڏنو ويو. هڪ ڊپٽي ڊئريڪٽر، جو منهنجي ڏينهن ۾ الور ۾ پوءِ گنگا نگر ۾ هو تنهنجي چوچڙيءَ تي هن ڏنگو ڪم ڪيو. ڪي ماڻهو جي مون رکيا ها سي بدلي ڪيائين ۽ هڪ بہ ڪيڏي بہ چڏيائين. مان نوڪريءَ تي اچا هوس پر نوڪريءَ تي نہ چڙهيس. مفت ۾ پگهار، مفت ۾ موٽرڪار ۽ معمولي مسواڙ تي هڪ اڳيون محل۔ شاهي ۽ عمدو محل هو. ۽ ٻن ايڪڙن ۾ باغ. مون سان ٽي چار سنڌي آفيسر بہ رهندا هوا ۽ ٽي چار سنڌي آفيسر ٻيا ايندا ويندا هوا. چڻ هڪ وڏو ڪٽنب هو. آفيسر نہ، سچا ساٿي هوا ۽ هڪ بہ تہ پوءِ دوست ٿي ويا. انهن جا ٻار ٻچا آءٌ پنهنجا ڪٽمبي ڪري سمجهندو هوس ۽ سمجهندو آهيان. اهو اسان جي جيون ۾ ذوق جو زمانو هو ۽ جو گذريو. سو اجا ياد آهي.

جڏهن منهنجا ٽي سال مارچ 1952 ۾ پورا ٿيا تہ ڇهن ستن مهينن جو پگهار وٺي آءٌ دهلي وڃي جواهر لال نهروءَ سان گڏيس. سچا سارا چار سال سرڪاري نوڪري ڪندي، وسڻ وسائڻ جو ڪم ڪيم پر جتي ڪٿي، ڪراچيءَ يا ناگپور يا جيپور ۾ ٻين عملدارن سان ڪم پيم تہ پائيندا هوا تہ ڪو ٻاهريون نياري درجي جو آفيسر نہ ڪانگريسي ورڪر آهي. منهنجي ڪم جو نمونو ۽ ڪم جي جوابداري ٻئي قسم جي هئي، جا رواجي ڊار ۽ ڊپ موجب يا رعب سان نہ هئي، ۽ سڄي دفتر ۾ دهلي جي ڳاڙهي دفتر ۽ ٻين هنڌ پيلي دفتر اندر مون جهڙو گانڌي ٽوپيءَ وارو ٻيو ڪو ڪونہ هو. ڪانگريس حڪومت ۾ اهو وڏو خطرناڪ عيب هو ۽ آهي. سڀ ميمبر چوندڇي وزارتن ڏي ڏوڪي ڀيا پر سرڪاري سرشتو پراڻن ۽ ٻنڌنن ۾ ٻڌل، متين ۾ موڙهيل

ملازمن جي هٿ ۾ هو ۽ اجا آهي. اهو سرشتو انگريزن جو هُو بہ هُو نقل آهي، فقط اڳي کان گهٽو وڌو. گهٽو ڍلو گهٽو بي ايمان ٿي پيو آهي. وڏو فرق جي آهي تہ گورن بدران پوري رنگ وارا دفتر ۾ ڪرسيون ولاري ويٺا آهن. ملڪ جي ورهاڱي ٿيڻ کان پوءِ ۽ سنڌ ڇڏڻ کان پوءِ لٽي پٽي هيترن ڏکن ڪاٽڻ ۽ سورن سهڻ کان پوءِ اسان سنڌين کي ڪهڙو لاڀ ٿيو! مان پانيان ٿو تہ وڏي ۾ وڏو اهو لاڀ ٿيو جو کان اڳي اڳرو انسان ۾ ساهس وڌيو ۽ جلدئي ڪي سرڪار جي مدد سان ڪي پاڻ تي پاڙي وسي وباسين. سنڌين جو خاص ڌنڌو واپار ۽ دوڪانداري هو ۽ انهيءَ ۾ وڏيڪ برک ٿياسين. ڪو بہ شهر رڳو مزدورن جو يا ڪو بہ ڳوٺ هارين جو ٿي نٿو سگهي. پر هر ڪنهن شهر ۾ ڏهہ سيڪڙو ۽ ڳوٺ ۾ بہ ٽي سيڪڙو دوڪاندار ٿين ٿا. تنهن ڪري سياٽپ سان اسين پکڙجي وياسين ۽ جلد نہ رڳو وسي وياسين پر جڙ مڪاني بڻجي پياسين. هاڻي تہ اسانجي ڌنڌي جو کيتر سڄو هندستان ٿيو. مان پانيان ٿو تہ اسان جو ائين وسڻ پارت جي ڀلي لاءِ هو. شين جا اگهہ لٿا، قسمين قسمين جون شيون بين بزارين ۾ وڪامڻ ۾ آيون ۽ دڪانداري هڪ نئون هنر ٿي پيو. هوڏانهن اسان ناڻو بہ ڪمايو ۽ جلد ڪمايو. اها هڪ دلچسپ ڪهاڻي ٿيندي جا اول جي سنڌ ورقين جي ڪهاڻيءَ کان بہ وڌيڪ دلچسپ ٿيندي تہ ڪئن نہ فلاڻو سنڌ ۾ ڇا ۽ هاڻي ڇا مان ڇا ٿي پيو آهي. لکاپتين جو تہ ليکو ڪونهي پر هڏمر تہ رڳو بمبئي شهر ۾ هڪ سؤ کن سنڌي ڪروڙپتي هوندا! انهن تہ سنڌ هڪ کن ۾ وساري ڇڏي ۽ ياد ڪرڻ بہ هڪ سپنو پيو لڳي. ڪنهن بہ حالت ۾ هو جيڪر سنڌ ۾ موٽي ڪين وڃن.

پر بيو وڏو ڦيرو آيو. اِسترين جو جيون هڪ نوجيون ٿي پيو پردو تہ کن ۾ اُڏامي ويو ۽ انهيءَ سان گڏ اڳين چادر ۽ پيشگير وغيرهہ لاهي سيئي ساڙهيون ٿيون پائين ۽ نوان نوان رنگ ٿيون ماڻين.

جڏهن ٻاهر جو تڏهن اندر جو رنگ نرالو ٿي ويو آهي. سنڌ جي ڳوٺن ڏينهن ۾ شهرن ۾ به زالون گهرن اندر پاڻ ۾ ته ڀناهه لاءِ سانجهي ٿيندي موٽنديون هيون ۽ مرد به ذري گهٽ ائين ڪندا ها. پر هند ۾ اچڻ کان پوءِ مون ڪين ڪئمپن ۾ ڏٺو جي شهر کان ٻه ٽي ميل پري يا اوجهر ۾ جتي جهنگلي جانور به هوا يا پهاڙن تي جتي ڪڪڙوڪو لڳي پيئي هئي ۽ سو به ڏينهن يا رات جو گڏ يا اڪيلو ٻنان ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي. پوءِ ته گهر جي ڪم يا سرڪاري نوڪري يا دوڪانداري يا ڪهڙي به روزگار ۾ گهڙي پيئون. خوب پڙهڻ شروع ڪيائون ۽ مردن جو مقابلو هر ڪنهن ڪم ۾ هر ڪنهن هنڌ ۽ پرانت ۾ ڪرڻ لڳيون. مونکي هي جڻ سماجڪ انقلاب نظر ٿو اچي. پر بلڪ مردن کان ڪثر ڪٽي ويئون. نوڪري ڪندي گهر ٻار به سنڀاليندڀون هيون. سندن ڪري سنڌي گهرن جو روپ ڦري ويو ۽ انهيءَ جو اثر پرانت پرانت ۾ اِستري ذات تي پيو.

تيون به هڪ انقلابي ڦيرو آيو. سڀ سنڌي جڻ شهري ٿي ويا ۽ سڀ چاهين ٿا ته جيڪر بمبئي واسي ٿي پئون. ڇا جا اُترادي، ڇا جا حيدرآبادي، جڻ سڀ ڪراچيءَ وارا ڄائي ڄم کان هوا. ڇا جو لاڙڪاڻو ڇا جي ساهتي ۽ ڇا جو حيدرآباد سڀ پاڻ ۾ ولوڙجي کير ڪنڊ يا هڪ لسي يا هڪ ڇاڇ ٿي پيا. سوال اُٿيو ته اسان جو سنڌيپڻو (يا سنڌيت) ڪٿي وڃي رهيو يا خواب ٿي ويو.

# ”سنڌيت“ ڪٿي؟

ورهاڱي کان پوءِ هڪ لفظ شونق سان پڪاريو وڃي ٿو. ”سنڌيت“ پر انهيءَ جي معنيٰ ڇا آهي؟ جي انهيءَ ۾ ڪو گڻ آهي ته اهو ضرور سنڀالي سانڍڻ گهرجي ۽ ڪٿن ڪجي سو سوچڻ کپي؟ اسان سنڌين ۾ سنڌپڻي جو ڪو فخر هجي ته اها عمدي ڳالهه آهي. پئسي ميڙڻ ۽ خرچڻ جي عادت ڪافي نه آهي ۽ جي افسوس جي ڳالهه نه آهي ته فخر جي به نه آهي. پنهنجو ڌرم پالن ڪرڻ فخر جي ڳالهه ٿي سگهي ٿي. مان جڏهن حيدرآباد ۾ هوس ته هر آتوار صبح جو پورو هڪ ڪلاڪ هيرآباد جي گور مندر ۾ ويندو هوس ۽ منا پڇن ۾ گرو گرنٿ صاحب جي پوتر واڻي ٻڌندو هوس. روز ته گهر ۾ پرارٿنا ڪندو هوس پر هڪ ڏينهن هفتي ۾ ٻين سان گڏجي پرارٿنا ڪرڻ ۾ ڏاڍو آنند ڏيندي هئي. گور مندر صفا ۽ سانتيڪو هو. البته پتيون گرن جي مورتن سان پريون پيئون هونديون هيون؛ پر مورتي پوڄا کان گرو نانڪ جي پوڄا وڌيڪ وڻندي هئي؛ شاديءَ ۽ موت تي به بائو ايندو هو ۽ اکند پاٺ رکيو ويندو هو. گرو گرنٿ ۾ ڀڳتي ۽ ڀڳتن جي واڻي هوندي هئي. اهي سڀ هت ڪونهن ۽ ڪيترن سنڌين کي نصيب نٿا ٿين. گردوارا ٿورا آهن ۽ اسين ملڪ ۾ تڙيل پکڙيل آهيون. اسان جو تيرٿ استان امرتسر جو مندر ۽ اسان لاءِ ساڌ سنگت به پنجابي سکن جي هوندي هئي، سي ٻئي هاڻي درلڀ ٿي پيا آهن. نانڪ پنٿ کان سواءِ صوفي مت جو به اسان تي چڱو اثر هو. صوفي ڪلام ۽ صوفي ڪافيون ۽ صوفي درگاهون اسان کي ڇڪنديون هيون. تن ۾ هندو مسلم ٻئي هڪ برادري ناهي گڏجي وهندا هوا. هاڻي نه ڪلام، نه ڪافي، نه برادري نه سازي! ڌرمي اثر هلڪا ٿيا آهن ۽ رهڻي به وڌيڪ هلڪي ٿي پيئي آهي.

سنڌ ۾ ڪي ڪلائون هيون جن جون ڪجهه پرڀاو اسان تي پوندو هو. اتي شاستري سنگيت گهٽ هو. ڀڳتن جا ڀڄن هوندا هوا سي به گهڻي قدر

هنديءَ ۾ ڪو ٻگت ساڏ سنگت ۾ ڇير پائي ڇيڄ وڄهندو هو ۽ اسين ڪيس ونائيندا هواسين پر ڪلا جي نظر سان سنگيت معمولي ۽ نرتيہ رڳو نالي جو هو. چتر ڪلا جڻ هئي ڪانہ ۽ مسلمان تہ اها ترڪ ڪندا هوا. سنڌ ۾ رڳو هٿن جا هنر سهڻا هوندا هوا. جهڙوڪ هالن جي جنڊيءَ جو ڪم، نصرپور ۾ سوسيون، ميرپور بٺوري ۾ چر جو ڪم، ٿر جو ۽ بروچڪو پرٽ، ٺٽي ۾ لونگيون، دادوءَ جون اجرڪون......اهڙا ايترا سٺا هنر ٻين هنڌ مشڪل ملندا. پر اهي مسلمانڪا ۽ اڳئين ڍنگ جا هوا. هندن انهن کي نہ همٿايو ۽ انهن بدران ساديون، مهانگيون پر نيون عجيب پرديسي شيون ورتائون تان جو انهن جو ساهہ نڪرڻ تي هو. انهن کي سڌاري ۽ هاٽوڪن نمونن جو بڻائي ڪم آڻيون ها تہ اسان جا گهر وڌيڪ سهڻا هجن ها. مان جڏهن سنڌ جي هنرن جون سوکڙيون ٻاهرين کي ڏيندو هوس تہ نهايت خوش ٿيندا ها. اسان سنڌي هندن ۾ ڪلا ۾ ڪماليت، ڪلا جي پرک ۽ ڪلا ماڻڻ جو معدو گهٽ آهي. تنهن ڪري سنڌي ڪلائن جو فخر گهٽ اٿئون. ڪلاڪاري شيون وڪڻي سنڌ ورقي تي خوب ناڻا ڪماياسين.

اسان کي سنڌي ساهتيہ تي ڪجهہ فخر هو ۽ ساهتيہ ۾ نظم کان وڌيڪ نثر تي واجبي فخر هو. بلڪ مسلمانن کان ڪثر۔ پر هن وقت جڏهن سنڌي ٻولي ڏولائي ۾ آهي تڏهن ڦوڪٽ لپيءَ جو تنتو اٿاريو اٿئون. در حقيقت اسين هڪ بہ ٻولي نيڪ نٿا ڄاڻون. ٻين اڳيان ۽ پبلڪ اڳيان وڙهي بہ سنڌيءَ جو پاسو ڪٺون ٿا. گهرن ۾ سڳداسي ۽ ٻين کان بدّل هندي ڳالهايون ٿا پر پڙهڻ، پاڙهڻ، لکڻ ۽ ڳالهائڻ ڪچي انگريزيءَ ۾ ڪريون ٿا. سنڌيءَ کي چڏي ڏنو اٿئون، انگريزي مائي چڏي ويئي پر اسين چڏيونس نٿا. هندي اسان جي فقط ڪام چلائو ٻولي آهي. تنهن ۾ سنڌي يا ڪهڙي بہ ٻوليءَ جو فخر ڇا جو؟

اسان ۾ ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهرن ۾ پاڙي پاڙي ۾ پنچاتون هيون جي سماجڪ رسمون رواج قائم رکي وينديون هيون. گهرن ۾ چال چلن ۽ ٻاهر چرترتي ڪجهه قابو هٿ هون. هي زمانو ترت ڦير ڦار ۽ بدل سدل جو آهي ۽ اسين به انهيءَ چڪر ۾ آهيون. پنچاتون انهيءَ چڪر تي ڪجهه روڪ رڪنديون هيون. اسين ٻنهه ڇيڳرا ۽ ڇڙواڳ نه هواسون. ڪجهه بزرگن، ڪجهه پنچن جو ڪجهه ليڊرن جو اثر هوندو هو ۽ ڪنهن مرجاتا اندر رهندا هواسين. هاڻي به ڪئين پنچاتون آهن پر اهي هاڻوڪي زماني جون پنچاتون سوارٿي ۽ ستا ـ وادي شخصن جي هٿن ۾ آهن. پنچن جي اها عزت نه آهي، پنچاتي فيصلا آدر سان نٿا مڃيا وڃن. سنڌ ۾اسان کي هنن جوڪجهه فخر هو پر گهٽجو گهٽ. شاديون به پنچاتين جي نيمن موجب نٿيون ٿين. بلڪ اسين سنڌي هر ڪنهن جات هر ڪنهن پرانت ۽ هر ڪنهن رنگ سان شاديون ڪريون ٿا. پارسين جي قوم به اسان وانگر ننڍي آهي ۽ ٻيو ته پرڏيهي آهي. پر گهڻو ڪري هڪ هنڌ (بمبئيءَ) رهن ٿا. پنهنجي زردشت ڌرم ۾ بلڪل چست ۽ پڪا آهن. شادي فقط پنهنجي قوم اندر ۽ پارسي خون ۾ ڪن ٿا. اسان سنڌين ۾ نه آهي ورن، نه جاتي باقي وواهه ۾ پورو ڪل سنڪر يعني Mixtra آهي. شايد انهيءَ ۾ ڪا سنڌپڻي جي خوبي هجي.

سنڌ ۾ هوندا هواسون ته نه رڳو شهرن ۾ پرڳوڻن ۾ به رهندا هواسون. مکيه ڌنڌا ته دوڪانداري ۽ نوڪري هوا ۽ ٻنهي هنڌ ٽي سگهندا هوا. پر آهستي آهستي کيتي به ڪرڻ لڳاسون. ائين کيتيءَ ۾ به سڌارو اچڻ لڳو ۽ هن وقت سنڌ ۾ هجون ها ته ممڪن آهي ته کيتيءَ ۾ جهجهي پيداوار جو فائدو به وٺون ها، ڪن هندن ته نوان ڦل لڳائڻ به شروع ڪيا مثلن ولائتي نارنگي (Grape fruit) ۽ انگور......البت سخت محنت جو ڪم ـ هر ڏيڻ، گڏ ڪرڻ، لابارو ڪرڻ مسلمانن کان ڪرائيندا هوا پر ورهاڱي کان پوءِ

ڪيتيءَ جو ڏنڊو وسري وين ۽ جتي زمين ڪين ملي اتي بہ وڪٽي هليا ويا. پيو تہ نوڪريءَ کان وڌيڪ دڪانداري ۽ واپار کي وجي لڳا، جڻ سنڌي هڪڙوئي ڏنڊو جاڻندا هوا.

سياويڪ طور ڪري چئجي تہ شهر واسي ٿي پياسين. ننڍڙن ڳوٺن ۾ واهڻن وارا بہ جڏهن جهاز مان بمبئيءَ لٿا تہ پهرين وائڙا ٿي ويا ۽ پوءِ موهجي پيا ۽ هاڻي چنبڙي پيا آهن. ڪٿي بمبئي ڪٿي سندس ڳوٺ! هاڻي اهڙا شهري ٿي پيا آهن جڻ تہ ڳوٺ ڪڏهن ڏٺو بہ ڪونہ هوائون. جي ڪري دوڪانداري شهر کان ٻاهر هونديس تہ بہ شهر جي ويجهو ۽ ٻار ٻچا شهر ۾ ئي هوندن. انهيءَ جو سندن جيون تي اثر خوب پيو آهي. ننڍڙي شهر ۾ سکيو ٿيو تہ وڏيري شهر ۾ ويندو يا ٻار موڪليندو. تان جو سيني جون اکيون بمبئيءَ ڏي آهن. جڻ تہ ڪو آدرشي شهر آهي. هندستان ۾ اگر ڪو وڏو شهر آهي جو گهڻ ۾ گهڻ هندستاني آهي تہ اهو بمبئي شهر. ديس، خوراڪ، وندر، رسم، ادب، آداب ۾ هو پرديسي شهر آهي، جڻ ولايت جو ننڍو نقل آهي. رڳو ماڻهن جي چمڙي سانوري رهجي ويئي آهي. انهي ۾ هر قسم جا ۽ هر پرانت جا شخص رهن ٿا. پر بمبئي جو مهاراشتري سچو مهاراشتري نہ آهي، ساڳيءَ طرح بمبئيءَ جو گجراتي، راجستاني، پنجابي وغيره. سو بمبئيءَ جو سنڌي ڪو سچو سنڌي رهي نٿو سگهي. جيڪڏهن ڪجهہ سنڌپڻو اٿس تہ بمبئيپڻو جهجهو اٿس. پر عجب آهي تہ بمبئيءَ جا سنڌي خوب سنڌين جي ٻاهرين اُپتار ڪن ٿا. سيني پرانتن ۾ شهر نہ پر ڳوٺ جيون کي رنگ روپ ڏيندا آهن. بنگالپڻو بنگال جي ڳوٺن ۾ ملندو نہ ڪلڪتي ۾. شهر جو جيون هن زماني ۾ يڪ رنگو ۽ هڪ روپي ٿيندو ٿو وجي ۽ بمبئي جو هڪ رنگو زور آهي. مايا ميڙڻ ۽ مايا جي کيل ۾ روح رچڻ جنهن شهر ۾ رنگ روپ پيو روز روز چڪر ۾ ڦري اُتي کهڙو "پڻو" بيهڪ ڪائي سگهندو ۽ سنڌپڻو يعني ڪنهن گڻ يا خوبيءَ جي بيهڪ. جنهن جو فخر ڪري سگهجي.

منهنجي خيال ۾ جيڪڏهن ڪو گڻ اسان سنڌين ۾ آهي ته اهو تڏهن قائم رهندو جڏهن گهڻا سنڌي هڪ هنڌ رهندا ۽ انهيءَ کي پنهنجو وطن ڪري سمجهندا ۽ انهيءَ هنڌ کي ناهڻ- جوڙڻ ۾ سنڌين جو وڏو حصو هجي. اهو هنڌ ۽ شهر گانڌيڌام تي سگهي ٿو ۽ نه بمبئي. وڌڻ ويجهڻ لاءِ شاهي پٽ، شهر جي بناوٽ آدرشي، آب هوا صحت بخش، بولي سنڌي يا ڪڇي يعني ڪڇي سنڌي، اڳين سنڌ جي سرحد تي، اڳي ڪڇي اسان وٽ مهمان هوا ۽ هاڻي اسين سندن مهمان، ٻئي هڪ خاندان پر ٻن شاخن جا. مون ٻه هندستان جا ڏهاڪو چڪر هنيا آهن پر جڏهن گانڌيڌام ۾ ويندو آهيان ته شهر پنهنجو ڀاسيل سمجهندو آهيان ۽ سنڌي ٻولي شدمد سان ڳالهائيندو آهيان، چو جوچارو طرف سنڌي ۽ ڪڇي ڏسندو آهيان. خاص ڪري مون جهڙي وڏڙي کي اُتي سانت ۽ آرام ملي ٿو. بمبئيءَ جا وڏڙا، بمبئي جو گهمسام ۽ سوڙهه ڇڏي اُتي وڃي وسن ۽ وطن ٻڌائين ۽ ٻارن کي ٻه اُتي پاڙهين ته پوءِ چئبو ته ڀائي پرتاب جو خواب سچو ٿيو ۽ سنڌيپٽي کي ڪو استان مليو. پر بمبئيپٽي ۾ سنڌپٽو رهندو سو هڪ ڀرم ۽ نسُورو هڪ وهم آهي.

# پارليامينٽ جي اندر

راجستان ۾ جڏهن منهنجي نوڪري پوري ٿي، ۽ چڱو جو پوري وقت تي ختم ٿي، تڏهن اپريل 1952 ۾ مان دهلي وڃي پنڊت جواهر لال سان گڏيس. خبرچار ورتائين ۽ پوءِ چيومانس تہ مونکي ڪو منهنجي لائق ڪم ڏئي. تڏهن مون ٻانيو تہ مونکي پنهنجي گهر پنهنجي پرانت گجرات ۾ ضلعي ڪڇ ۾ موٽي وڃڻو پوندو. ڳوٺن جو ڪم وٺندو هوم ۽ سامودهڪ وڪاس (Community Development) جي يوجنا شروع مس ٿي هئي ۽ اُها يوجنا ڳوٺن جي بهبوديءَ لاءِ هئي. اُهو ڪم ڪيس بہ پيارو هو ۽ جيسين پاڻ هو تيسين پئي هليو. سو چيائين تہ R.K. Patel جو يوجنا ڪميشن ۾ اُنهيءَ ڪم جي چارج ۾ هو تنهن سان وڃي گڏج. شري پٽيل I.C.S. جي نوڪري ڇڏي سارو- جنڪ شيوڪ بڻيو هو. همدردي سان ٻڌائين پوءِ چيائين تہ ڪڇ ۾ ڪم ڪرڻو اٿيئي تہ ڪڇ جي ڪمشنر سان وڃي گڏج. مان انهي ڪم ۾ ڪيئن دخل ڏيان؟ دل ۾ چيم تہ آءٌ جهونو ڪانگريسي ۽ وچ ڪڇ جي ضلع جي ڪمشنر وٽ عرضدار ٿيان سو ڪوڙو نٿو لڳي. ڳالهہ دل تان لاهي ڇڏيم ۽ سڀ قسمت جي بازيءَ تي رکيم.

چو نہ اُنهن ڏينهن ۾ گورنرن جي ساليانی ڪانفرنس راشٽرپتي ڀون ۾ ٿئي ۽ شري جئرامداس آسام جو گورنر بہ اُتي لٿل هو. پراڻو ۽ ويجهو ساٿي هو ۽ دهلي ۾ ڪيترا ڀيرا اڳ گڏيا هواسين، ساڻس گڏجڻ تہ سياويڪ هو. شري شيوڪرام ڪرمچند ۽ آءٌ ٻئي گڏجي هن وٽ وياسين. چانهہ ويٺي پيئيسين ۽ حال احوال ورتوسين. ڳالهين ڪندي شيوڪرام ڪلي چيس تہ راجيہ سيا ۾ ٻارهان ڄڻا نامينيٽ ڪيا ويندا، چو نہ توهين ملڪاڻي جو نالو سنڌ جي پاران ڏسيو. مون کي بہ عجب لڳو پر ڳالهہ وٽي. پر جئرامداس کي بہ ڳالهہ پسند پيئي ۽ چيائين تہ مان ضرور ڪوشش ڪندس. نهرو سان ۽ خاص ڪري راجيندر بابوءَ سان چڱو رستو هوس. نهرو سان مان جڏهن گڏيو

هوس تہ بہ اها ڳالهہ ساڻس ئي تہ چو نہ ڪو سنڌ مان بہ نالو ڏسيو وڃي. مون پهرئين ڪماري چيني سپاهيملاڻي جو نالو ڏنو. جڏهن نہ باسيائين تہ وري ڀائي پرتاب جو، جنهن سنڌين جي وسڻ لاءِ هڪ شهر (گانڌيڌام) اڏيو هو. تنهن جو نالو بہ ڏسيم. پر ڏنم تہ ٻئي نالا نہ آئڙيس، تڏهن ڪري بس ڪيم. (ڪماري چيني تہ پوءِ بمبئي ڪائونسل جي ميمبر ۽ ڊپٽي چيئرمين بڻي.) سو مان جئرامداس سان گڏجي پوءِ وري جيپور موٽيس ۽ هن مون بابت پوري ڪوشش ڪئي، جا ساب پيئي. وقت آيو تڏهن منهنجو نالو بہ ٻارهن ڄڻن ۾ شايع ڪيوويو. تڏهن خود جئرامداس مونکي هڪ خط لکيو.

راج ڀون، شلانگ
3اپريل 1952

*پيارا ملڪاڻي،*

منهنجون دلي واڌايون. مونکي بہ گهڻي اُميد هئي تہ تون ٿاڦيو ويندين. مون ٻنهي ڄڻن کي پارت ڪئي هئي ۽ تو بابت خبرچار ڏني هيم، جيئن نيڪ فيصلو ڪري سگهن. تازو وٽان هڪ خط آيم، جنهن مان سمجهيم تہ مڙيوئي خير ٿيندو....

**جيرامداس**

مونکي ٻئي سچاڻندا هوا ۽ خاص ڪري نهرو کي مون لاءِ قدر هو. پر ڪو ڪپندو هو جو ڳالهہ کي وٺائي ۽ نالو ڏسي. جيرامداس نالو ڏسيو ۽ سندس راءِ بہ وزن واري هئي. ڪي ماڻهو ناراض ٿيا هوا جو سنڌين کي وسائڻ مهل جيرامداس سنڌ ڇڏي گورنر بڻجي ويو. پر انهن جي درشٽي سنڪچت هئي. هڪ سنڌي اهڙي وڏي عهدي تي تہ ضرور ڪپي جو وقتي سنڌين جي گهربل شيوا ڪري سگهي. مان سندس ٿورائتو آهيان پر مون جهڙا ٻيا بہ ڪيترا آهن جي سندس شڪر مڃيندا.

پارليامينٽ ۾ اچڻ کان پوءِ منهنجي رهڻي ڪرڻيءَ جو نمونو ٻيو ٿي پيو. نارٿ آئوينيو ۾ رهيس جتي ميمبرن لاءِ ٻه سؤ کان مٿي فلئٽس آهن. هڪ هڪ فليٽ ۾ ٻه ڪمرا پر نئين ۽ عمدي سامان سان جهنجهيل. مان ته پٽ تي وهڻ ۽ صندل تي سمهڻ لاءِ هريل هوس. پر سنڌي تي ڪري هنن تي ٻه هيتري ۾ هري ويس. ميمبرن ۾ پنج سيڪڙو مس هريل هوا. هڪ ٻه سيڪڙو مس سامان سرو سنڀالي سمهيا. اسان کي جڻ زوريءَ ولايتي نموني رهڻ سيکاريو ويو.

راجيه سڀا ۾ وهندو هوس ته گدين وارا وهڻ لاءِ صوفا ۽ سڀا جو هال ايئر ڪنڊيشنڊ سو ويني ننڊ ڪنيو وڃي. شاهي هال، اونهي ڇت، عاليشان ڪمانون ۽ رعبدار چيئرمين جي ڪرسي- پاڻ ته اهڙي شاندار هنڌ پڙڪو ڪيڻ ٻه ناشانائتو ٿيندو. هن ننڍڙي نگر اندر سڀ سک- پوسٽ ۽ تار آفيس، ننڍي اسپتال، وڏي ڪئنٽين، تنهن ۾ وڏي لئبرري ۽ تيهان وڏو سينٽرل هال. سڀ ڪجھ شاهي، عاليشان ۽ پيڪيدار. جڻ ته مان هت ڪنهن پل مان گهري آيو هوس.

روزاني بينڪ سوالن جوابن سان شروع ٿيندي آهي. انهي ڪلاڪ ۾ سوَن ميمبرن سان هال پريو پيو هوندو آهي. ڪئين اجايا پر ڪي سجايا سوال ٻه پڇيا ويندا آهن ۽ سوالن منجهان اُٿندڙ ٻيا سوال ٻه پڇندا آهن. ڪي ميمبر سوالن اُٿارڻ ۾ قابل ٿين ٿا پر گهڻو ڪري مخالف ڌرين وارا. پر اُنهي ڪلاڪ اندر وزيرن جي سچي پرک ٿيندي آهي. اڪثري ته اڌ جوابي، ڊبيل جواب يا ناجواب ڏيندا آهن. پر سوال جواب ۾ ڪڏهن چڪتاڻ ٻه ٿيندي آهي ۽ گرمي چڙهندي هئي ته اسان جو چيئرمين ڊاڪٽر راڌا ڪرشن وچ ۾ پئي ڪو چرچو ڪندو هو جو ٻنهي ڌرين کي کلائي ٿڌو ڪندو هو. مون ڏٺو ته انهي ڪلاڪ ۾ واري موجب جواهر لال ضرور حاضر هوندو هو. جواب ڪو نائب وزير پهرئين ڏيندو هو پر وقتي اُٿي انهي کي

ونائيندو هو. وڏيڪ چاٽو هو سو جواب خاطر خواهہ بلڪ ڪڏهن ڪنهن تکي سوال ڪي حاضر جواب بہ ڏيندو هو. جواب ڏيڻ کان اڳ من ۾ جواب سوچي پوءِ اُٿندو هو. ترت جواب جي پلٽيبازي وندرائيندڙ هوندي هئي.

پر سدن ۾ بلن تي بحث هلندا هوا تہ جڻ هال خالي ٿيڻ لڳبندو هو. سڀ ڪنهن کي ڳالهائڻ جي سر سر ٿيندي هئي ۽ وقت پوري ٿيڻ تي هر ڪو منٽ ڪندو هو تہ سر باقي هڪ منٽ، سر باقي هڪ مکيہ ڳالهہ. تان جو پانڍ تہ زوريءَ کيس وهارڻو پوندو هو. پوءِ وهندو بہ ڪين هو پر ٻاهر لابيءَ ۾ ويچي گپ شپ ڪندو هو. ٻڌڻو يا سکڻو ڪين هو پر ٻڌائڻو ۽ سيکارڻو هوس ٻاهر اڪثري ڪو بہ ٻڌڻ جي نہ ڪندو هو تہ اهو "ميمبر" سمجهبو هو. ٻڌڻ جو ڪم ۽ ور ور ڏيئي ساڳي ڳالهہ ٻڌڻ پوءِ بہ اُٻاسي نہ ڏيڻ سو صرف اسپيڪر جو ڪم هو ۽ ڏاڍو اٽوٽندڙ ڪم هوندو هو. در حقيقت کيس "لسنر" چوڻ کپي ۽ نہ اسپيڪر. اسان جو چيئرمين تہ سوالن جي ڪلاڪ بعد هال ڇڏي اُٿي ويندو هو. پر ڪي قانون خاص ڪاميٽين جي ويچار لاءِ موڪلبا هوا. انهن جو ميمبر ٿيڻ لاءِ ميمبر آجهرندا هوا. ڇو جو ڪمائڻ يا دؤرو لڳائڻ جو وجهہ ملندو هو. پر ڪاميٽين ۾ هڪ هڪ فقري، سٽ ۽ لفظ تي ويچار سان بحث هلندا هوا. هر ڪنهن کي ڪجھ نہ ڪجھ چوڻ جو وجهہ ملندو هو ۽ ورروڏي دلن جا ميمبر بہ چڱي دلچسپي وٺندا هوا. منتري مهوديہ بہ جي سڌارا سندن ۾ شايد نہ قبول ڪري سي ڪاميٽي ۾ قبول ڪندو آهي. اهڙيون ڪاميٽيون جيڪر گهٽيون وڌيڪ ٿين تہ هر ڪنهن ميمبر کي ڳالهائڻ جو وجهہ ملي ۽ قانون جو اپياس وڌيڪ گنڀير ٿئي. رڳو قانون پاس ڪرڻ لاءِ سدن ۾ ڪارروائي ٿيڻ کپي.

پر پارليامينٽ ۾ هر ڪنهن وشيہ تي بحث هلن ٿا، جي بلڪل دلچسپ ٿين ٿا، هر ڪنهن ملڪ بابت ڪجھ سماچار ملي ٿو. ديس جي پيچيدن مسئلن تي گرما گرم رايا ٻڌجن ٿا. پوءِ جاتي، مڪاني ۽ شخصي

سوال بلڪل هلڪا پيا نظر اچن ۽ ميمبر پاڻکي نہ رڳو هندستان پر دنيا جو نگرواسي پيو سمجهي. مون بہ ڪئين وشين ۾ تورو گهڻو بهرو ورتو پر خوب لکيم ۽ گهر ۾ ويهارو کن فائيل ناهيم جن ۾ ڪارائتا ڪاغذ سانڍي رکيم. ڪڏهن تہ پرديسي ملڪن جا بزرگ، حاڪم، مشهور ماڻهو ايندا هوا ۽ سينٽرل هال ۾ سندن مرحبا ڊاڪٽر راڌا ڪرشن ڪندو هو. تنهن مان ڪو خاص ڪين سکيو هو پر حوصلو ۽ شان وڌندو هو. جڻ تہ هڪ اڌ انچ وڌيرو ٿيس. تنهن وايو منڊل، سو وجهہ هاڻي ڪونهي. ارمان جو هن وقت پارليمينٽ ۾ رهي ڪري بہ اسين ننڍڙيءَ دنيا ۾ ڏيڏر وانگر ننڍڙي کوهہ ۾ پيا غوطا ماريون. اسان جو زمانو نهرو ۽ ڊاڪٽر راڌا ڪرشن جو هو جڏهن پارليمينٽ جو عظيم-اَل-شان هو.

پر پارليمينٽ جو سچو رنگ اهو رهندو جو سندس ميمبرن جو هوندو. اهو رنگ يڪ رنگ نہ پر بهورنگ هو. سڀ ميمبر گهڻي قدر ڪنهن نہ ڪنهن پارٽي جا ميمبر ۽ آءٌ ڪانگريس پارٽي جو ميمبر هوس. ماهيانو چاليهہ رپيا بروقت ڀريندو هوس، ۽ هر هفتي يا ٻئي هفتي پارٽي جي سينٽرل هال ۾ چانهہ جي پيالي پيئندي ميٽنگ ٿيندي هئي. ياڻءِ تہ ماهيانو چندو خاص انهن ميٽنگن لاءِ ڏيندو هوس. نهرو پارٽي جو ليڊر ٿي ڪري حاضر هوندو هو پر پارٽيءَ جي رنگ ۾ ۽ نہ وزيراعظم جي روپ ۾. ساٿين ۾ مکيہ ساٿي هوندو. چانهہ بہ پيئندو، بيڙي بہ چڪيندو ۽ ڪرسي کي آرام ڪرسي بنائي ليٽي وهندو هو. پوءِ بہ اکر صلاح جا، بہ اکر سمجهاڻ جا، بہ اکر چرچي جا ۽ ضرورت ٿي تہ بہ اکر تاب تنڪي جا بہ چوندو هو. پر جيئن ڪو بزرگ همراهہ ۽ ساٿي چوي. ڪڏهن پارٽيءَ اندر دل جو دروازو کولي ڪي سور بہ سليندو هو. ڪڏهن دنيا جي ڪنهن گشت تان موٽندو هو تہ دنيا تي نظر ڊوڙائيندو هو. سو فخر سان ٻڌائيندو هو ۽ اسانجو قدومات وڌائيندو هو. سي ميٽنگون نہ هيون پر دليون کولڻ ۽ گرم ڪرڻ جا اوراڻا هوا. انهن کان سواءِ

آءُ هاڻي بي چين آهيان. پارٽيءَ جا ميمبر بہ دل کولي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا هوا. جن جي پارليمينٽ ۾ هوند ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪڍن. وزير بہ ڪن لائي سندن ڏوراپا ۽ مهڻا سهندا هوا. سيني جو اندر تڏو ٿيندو هو ۽ سيني جي گرمي پارليمينٽ جي مخالف ڌرين لاءِ سانڍي رکي ويندي هئي.

پر ميمبر گهڻو وقت سينٽرل هال ۾ چانهہ ڪافي پيئندي ۽ ڪچ ڪائيندي ڪاٽيندا آهن. هر ڪو پنهنجي ياري ٻاري ناهي وهندو آهي يا هڪ مان ٻيءَ ۾ ۽ ٽئين ڏي ويندو آهي. انهيءَ وقت سڀ پيا ڪائين ۽ ڪلن ۽ سڀ پيا هڪ ٻئي کي وٺن. انهن ٽولين ۾ هڪ ٻئي سان لڳ لاڳاپا ٺاهيندا آهن. ڪا سازش هوندي تہ هال ۾ مٺي طرح ۽ اشارن سان ٺاهي ويندي. ٻيو تہ سدن ۾ جيڪي وهي واپري ٿو تنهنجو اثر ڪهڙو سو هال ۾ ٿي پڌرو ٿئي ٿو. ڏونڪو سَدَن ۾ وڃي ۽ پڙاڏو هال ۾ ٻڌجي. اخبارن وارا سڄو ڏينهن هال ۾ پيا ڦرندا ۽ نوسيندا آهن تان جو ڪا چيدي خبر ڪنهن وٽان جهٽين. اهو هال رڳو ملڻ جو هال نہ آهي پر ملڪ جي نبض تپاسڻ جو بہ آهي.

پر هر ڪو ميمبر هڪ شخصيت بہ رکي ٿو. اڪثري صبح جو دير سان اُٿندا ڇو جو دير سان سمهن ٿا. اُٿڻ سان روزانيون اخبارون پڙهندا ـ هڪ بہ.... ٿي اخبارون پڙهڻ هنن لاءِ ضروري آهي. شايد انهن ۾ ڪچ سندن بابت يا ساٿين بابت يا پارٽي وغيره بابت هوندو. اخبارون بہ جڻ سياسي ٿي آهن ۽ سياستدانن جي ڪمن ڪرتوتن بابت آهن. هر ڪو ميمبر من ۾ چوندو تہ اخبارن ۾ ڪنهن بہ طرح منهنجو نالو پوي نہ تہ ميمبر ڇا لاءِ ٿيس ۽ اخبارون بہ سڀ ڪان وڌيڪ سياستدانن لاءِ لکيون وڃن ٿيون. اڄ ڪالهہ سياست کي اهم ٿو سمجهيو وڃي. پر ڪيترن ميمبرن جي فلئٽس ۾ پارليمينٽ جا روزانا ڪاغذ ڍڳ ٿيا رکيا هوندا آهن. اُهي لفافو بہ ڪو نہ کولين ۽ ڏسن تہ منجهنس ڪهڙو للو پيو آهي. جي کوليندا تہ رپورٽون ڪٽي پاسي رکندا. سندن ڪتابن جي جاري تي ڪتاب ورلي رکيا هوندا. ٻيون

شيون رکيون هونديون. پارليمينٽ جي ڪارروائي جون وقت به وقت ڇپيل رپورٽون سي به ڪين پڙهندا. اُهي رپورٽون الائي ڇو سڀني ميمبرن کي موڪليون وينديون آهن. آخر ته ڪاباڙي جي ساهمي ۾ ائين آني سير جي حساب سان وڪامنديون آهن. مون به ائين آني سير تي هڪ ڍڳ وڪڻي ڇڏيو. جنهنکي ڪپي سو ڇو نه وڃي لئبرري ۾ پڙهي؟ پر لئبرري جي به هڪ ڪهاڻي آهي. هزارين ڪتاب لکن جي لئبرري، سارو ڏينهن جهلڪيدار بتيون پيئون ٻرن ۽ پنکا پيا ڦر ڦر ڪن. پر هيڏي هال ۾ به ٽي ميمبر مس هوندا. ميمبرن کي پڙهڻ جي عادت هوندي ته به هٽ وسري ويندين ۽ پنج ست سيڪڙو اپياسي هوندا ۽ جي هڪ يا ٻن ڪمن ۾ ڄاڻو هوندا. اڪثري ميمبر اُتا مار تي ڳالهائيندا آهن. تقريرن ۾ به اپياس يا ويچار جي جهلڪ ورلي ملندي.

سڄو ڏينهن پارليمينٽ جو سدن ڀانءِ ته خالي پر سينٽرل هال پرپور. ڪئنٽين جي گراهڪي خوب. چانهه ۽ ڪافيءَ جا پيالا جام پوءِ سڄو هال ڪل ۽ ٺهڪڙي سان پيو وڃي. سانجهن جو ميمبر اڪثري گهر ۾ نه ملندو. ڪو نه ڪو شغل، ڪنهن نه ڪنهن وٽ چانهه يا کانو هوندو. جي هلنديءَ وارا ميمبر تن جي گهرن ۾ ميٽنگون، صلاحون، سازشون، سانت جو يا اپياس جو ڪو وقت ڪونه ملندس. اڄ ڪالهه سڄي هندستان لاءِ ريلوي جون پاسون کيسي ۾ اٿن. هفتي ۾ ڪم از ڪم هڪ ڦيرو نڪرندو ۽ اڪثري پنهنجي پرانت ۾ ويندو. پنهنجي تڪ ۾ ڦيرو ڏيئي ووٽرن سان ملي سو ورلي. يا خانگي ڪم تي يا پارٽيءَ جي ڪم تي پر گهڻو ڪري چونڊن پٺيان- ميونسپل چونڊ، پئنچات جي چونڊ، وڌان سڀا جي چونڊ- چونڊن ۾ ٻحرو ونڻ هنن جو مکيه ڌرم ٿي پيو آهي. ٻيو ته ڪليڪٽر، ڪمشنر، چيف انجنير وغيره بالا عملدارن سان ملڻ ۽ ڪنهن جو ڪم ڪرائڻ يا ڪنهن جي خلاف قدم روڪن. حڪومت جي ڪم ۽ وزيرن جي ڪمن ۾ سندن

دست اندازي هڪ ڏکيو مسئلو ٿي پيو آهي. جتي ۾ جنهن وٽ ويندو اتي رعب سان ۾ شان سان ۾ ڪچ دٻائڻ جي ويچار سان، ڪليو ڪلايو يا ڏڪيو. هن جو منهن پيو ڪلي ۾ ٻولي ته، "مان پارليمينٽ جو ميمبر آهيان." ايماندار هوندو يا نه، قابل هوندو يا مورک، شيوڪ هوندو يا پڪشڪ، پرسيني جو اهم ياو بلڪل تيز ته مان به ڪا چيز آهيان.

## پارليمينٽ جي ٻاهر

اڪثري مان پارليمينٽ ۾ فقط پهريون اڌ ڏينهن يعني به ڪلاڪ وهندو هوس. چو جو جن شيوا جي ڪمن ۾ منهنجي دلچسپي هئي سي جوڙجڪي ڪم هوا. انهن ۾ ميمبرن کي دلچسپي ڪانه هئي ۾ جڏهن بحث هلندو هو تڏهن هائوس جڻ خالي ٿي ويندو هو. بيو ته اهي اڪثري پرانتڪ راڄن جي حوالي هوا. پر انهن ڪاريه ڪمن جا اڪل پارت سارو جنڪ دفتر دهلي ۾ هوا. جڏهن سريمان نارائڻ ڪانگريس جو سيڪريٽري هو ته هن A.I.C.C جي دفتر ۾ جوڙجڪي ڪم جو ڪاتو ڪوليو ۾ انهيءَ جي چارج مونکي ڏنائين. خيال هو ته سيني پرانتن ۾ اهڙو ڪاتو ڪوليو وڃي ۾ تنهن ڪان سواءِ اهو به ويچار هو ته پارت پنجن ڀاڱن ۾ ورهايو وڃي ۾ انهن پنجن جي مان ديک ريک ڪريان. به چار ميٽنگون نهروجيءَ راڄنواس ۾ ٿيون، جتي هن نئين ڪاتي جي ڪم تي ويچار ڪيو ويو. پر جلد ئي مون ڏٺو ته جوڙجڪي ڪم ڪنهن کي به ڪو نه ٿي آڻيو. جتي ڪتي ڪانگريس پارٽي ۾ وڏائن سيائن يا منتري منڊلن جي پاڻ ۾ ڇڪتاڻ هئي. هر ڪنهن ڪانگريسيءَ جي خواهش هوندي هئي ته ڇو نه آءَ وڏان سيا ۾ چونڊجي وڃان، پوءِ ڪنهن ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿيان، ڊپٽي وزير، وزير ۾ ڪئبنيٽ وزير ۾ آخر مکيه وزير ٿيان. ڏاڪڻ جي پهرئين ڏاڪي تي پير لڳو نه آهي ته ڏينهن رات چڙهڻ ۾ ڪنهن کي ٽڏڻ جي ڪوشش شروع ٿي نه آهي.

سيني ڪانگريسين جون اکيون چونڊن ۾ وڏان سيا ۾ گهڙڻ ڏي هيون. پوءِ اندر پلٽي ماري ويهي رهڻ ۾ مٿي رهڻ ۾ مٿي چڙهڻ تي هيون. هر ڪنهن قسم جي چونڊن ۾ گهڙي پوندا هوا. ڇو جو انهن جو اڳي پوءِ اثر سندن چونڊ تي پوڻو هو. هڪ ڀيرو چونڊ ۾ ڪامياب ٿيا ته مڙيوئي پوءِ بارهان. پوءِ الاونس، روزانو الاونس، دستوري (Ferquisites) الاونس، ڪئين سهنج حاصل ٿيا ٿي. سماج ۾ ڀڄنديءَ وارا. راڄ ۾ هلنديءَ وارا ۽ خانگيءَ طرح سڪيا. ڪانگريس پارٽيءَ ۾ ڄڻ هڪ ئي وجهہ هو چونڊجي وڃڻ. پارٽيءَ جو ميمبر ٿيڻ ته پاڻ سڪٽو پاڪر ۽ سيا وڃڻ ته پاڻ پريءَ ۾. بنهي وچ ۾ ڇڪتاڻ، لوڀ، بازيگري وڌندي ويئي. جوڙجڪي ڪم جو نالو بہ ڪونہ تي وٺيو. عام جي اهنجن کي هٽائڻ ۽ سک سهنج وڌائڻ وسري ويا. سريمان نارائڻ انهن جهڳڙن مٿائڻ ۾ پورو هو ۽ جوڙجڪي ڪاتي ڏي نالي ماتر بہ ڌيان ڪونہ هو. تنهن لاءِ وقت ڪو نہ هوس. تان جو منهنجو ڪاتي جي فقط ٻاهرين پٽي وچي رهي ۽ ڪرسيءَ تي نندون وينو ڪندو هوس. سمجهيم تہ هاڻي ڪانگريس پارٽيءَ جو پٽوءِ رستو ڦري ويو آهي.

تن ڏينهن ۾ شري گلزاريلال نندا اکل ڀارت شيوڪ سماج جو ڪم شروع تي ڪيوءِ مونکي انهيءَ ڪم ۾ لڳاياڻين. آهستي آهستي A.I.C.C دفتر مان پير ڪڍائيندو ويس تان جو هڪ ڏينهن اتي جي دفتر ۾ وڃڻ ڇڏي ڏنم. پر ڪنهن کي ذرو بہ اونو نہ هو تہ مان ڇو دفتر ڇڏي ويس. ڪي ڪين هو ۽ ٿيو بہ ڪي ڪين. رڳو اهو ڪڙتيل نڪتو جو ڪانگريس پريزيڊنٽ مونکي پنج پيرا A.I.C.C جو تاڦيل ميمبر ڪيو ۽ ڪانگريس اجلاسن ۾ وچي جوڙجڪي ۽ بين ڪمن تي ڪڏهن ڳالهائيندو هوس. ڳالهائڻ جي موڪل ملي پر ڪم جي نہ بيو پارليمينٽ جي پلينگ ڪاميٽي جو بہ ڪي سال ميمبر هوس.

جڏهن پنج ورسي يوجنا شروع ٿي تڏهن نهرو ۽ ٻين محسوس ڪيو ته جنتا کي يوجنا جي ٻوجهه هيٺ ڪيپي جيئن منجهانس پورو فائدو وٺي سگهن. نه رڳو ايترو پر ڪئين ننڍا سهنج جا ڪم جي يوجنا ۾ نه هجن- جهنگ ڪپڻ، ڪڏون پرڻ، ڪچا رستا ناهڻ، اسڪولن ۾ کوئي به ناهڻ، سي شرم دان ڪجي تيار ڪجن. يعني شرم دان ڪري يوجنا کي سوايو بنائڻ. پر سڀ کان وڏيڪ جنتا کي يوجنا بابت سجاڳ ۽ سچيت ڪرڻ جيئن ڳوٺ، بلاڪ ۽ ضلع جي يوجنا قدري پاڻ ٺاهين ۽ تعميل ۾ مدد ڪن. "ڀارت شيوڪ سماج" انهيءَ واسطي ڪڙو ڪيو ويو ته جنتا کي يوجنا جو من چت ڏين. ڀارت سيوڪ سماج ۾ پرچار ڪم ۽ چار کاتا هوا. هڪ ڪئمپن جو کاتو وديارٿين لاءِ ڪئمپون ڏيڍ هفتي لاءِ جن ۾ جوان صبح جو يوجنا موافق شرم دان ڪندا هوا ۽ سانجهيءَ جو يوجنا جو ابياس ڪندا هوا. سڀ ڪم غير سرڪاري نموني ۾ پنهنجو پاڻ ڪئمپ وارا ڪندا هوا. هر هڪ ڪئمپ ۾ ٽيهه چاليهه ڄڻا ۽ اهڙيون هر سال سوَ ڏيڍ سؤ ڪئمپون ٿينديون هيون. ست اٺ سال خوب هليون تان جو تعليمي وزارت اوچتو بند ڪري ڇڏيون. ٻيو ڪم هو "لوڪ ڪاريه ڪيتر" يعني ڪنهن خاص ڳوٺ ۾ يوجنا اندر ڪم. تنهنجي تپاس ڪرڻ ۽ شرم دان سان ڳوٺ ۾ ٻارن جو ڪم ڪرڻ ۽ نقدي ۽ دان سان ٻارن جا اوائلي اسڪول هلائڻ، ڇوڪرين لاءِ سبڻ جو ڪم سيکارڻ، مردن لاءِ لئبرريون کولڻ، ۽ جوانن لاءِ والي بال وغيره رانديون شروع ڪرڻ. هڪ سيکاريل ڪاريه ڪرتا هڪ لوڪ ڪاريه ڪيتر جي چارج ۾ هوندو هو ۽ سرڪار فقط سندس پگهار لاءِ گرانٽ ڏيندي هئي. اهڙا به ادائي سؤ ڪيتر قائم ٿيا ۽ هر هڪ پرانت ۾ کوليا ويا ۽ مان انهن جي چارج ۾ هوس. ڀارت سيوڪ سماج جو هيءُ ڪم بنيادي هو ۽ بلڪل ڪامياب ٿيو. ٽيون ڪم هو "جن جاگرڻ" يعني جنتا کي يوجنا بابت سجاڳ ڪرڻ.

چوڻون ڪم هو جڳهين جا ٺيڪا ڪڍڻ ۽ ڏوڪڙ ڪمائي سماج جو سارو ڪم بنا سرڪاري گرانٽ جي هلائڻ. اهو شروع ٿيو پر ڏنگو هليو. ٺيڪا ته مليا ۽ سرڪار اُڌارا پئسا به ڏنا. مون تي ڏاڍو زور رکيو ويو ته لوڪ ڪاريه ڪيترن ۾ ڳوٺن جا به ٺيڪا ڪڍان، پر مون صاف انڪار ڪيو. معمولي ڪم ڪندڙ مون کان سؤ ميل پري ۽ ڪنهن به جاچ تپاس بنا تن کي ٺيڪا ڏيڻ يعني ڄاڻي واڻي ڳوٺن ۾ رشوت خوري وڌائڻ. نيڪن جي ڪاتي سڄي سماج کي بدنام ڪيو ۽ لکن جو فائدو باسي لکن جو نقصان ڪڍيو. سارو ڪم سرڪاري پئي لڳو. پروگرام سرڪاري يوجنا مواقف، سرڪاري گرانٽن سان، سرڪاري رٽايرڊ عملدارن يا وزيرن يا مون ڄانگر ميمبرن جي مدد سان. جيڪو اوتساهه اوائل ۾ هو سو آهسته آهسته ٽٽو تي ويو. لاچار ڏهن سالن کان پوءِ مون استعفا ڏني. جيتوڻيڪ سماج جو چيئرمين ٿيڻ جي آڇ ڪئي ويئي.

مون اڳ ڄاڻايو آهي ته جڏهن 1952 ۾ راجستان وسائڻ جي ڪم مان فارغ ٿيس تڏهن پنڊت نهروءَ کي عرض ڪيم ته مونکي هڪ وڪاس يوجنا Community Development ۾ لڳائي ۽ پوءِ شري پٽيل کي چيم ته مون کي ڪڇ ۾ اهو ڪم ڏئي. اها گهر ڪيم چو جو اهو ڪم ڳوٺ سڌار جو ۽ قومي پيماني تي هليو ٿي. تڏهن اهو عرض نه اونايو ويو. پارليمينٽ ۾ دل گهريو ڪم آيو رهيو پر ڪو ڪم ميمبر گهري ۽ ڪري، شري ايس ڪي ڊي هڪ نهايت ئي اُتساهي منتري هو ۽ هن کي پنڊت نهروءَ جي خوب پٺڀرائي هئي. مون به ملڪ جو دورو ڪيو ۽ ڪئين وڪاس يوجنائون ڏٺيم. ايپاس ڪيم ۽ انهن بابت لکيم. يوجنائن جو مکيه پريوجن هو ته ڳوٺاڻا پاڻ کي هڪ ساروجنڪ سماجڪ سمجهن ۽ پاڻ ۾ گڏجي ڳوٺ جو سڌار ڪن. اهو سڌار نه رڳو آرٿڪ يا ڪيتيءَ جو پر تعليمي، سماج، صفائي ۽ صحت جو وغيره. سڌار لاءِ نه رڳو سرڪار پر ڳوٺاڻا به جوابدار رهندا ۽ پنهنجو يوگ دان ڏيندا.

چاهي نقدي يا جنسي يا پورهئي جو. ڳوٺ کي جاتي واد مان ڪڍي ساروجنڪ بنائڻ، سو سڌاري لاءِ هڪ انقلابي خيال هو. ڳوٺ ۾ هر هڪ قسم جو سڌار ٿئي ۽ ڳوناٽا سڌار- وادي ٿين اهو مکيہ مقصد هو. جنتا کي جاڳرتا جي تازي هوا لڳي پر ڪاريہ ڪرم جي رفتار ڍري هئي. ڳوناٽن جو يوگ دان گهٽي قدر ڪاڳري هو. هوڏانهن سرڪاري عملو وڏيو ۽ گرام شيوڪن جو لشڪر وڏيو. نوڪر شاهي جو يوگہ دان آهي ڍر زيان، رشوت وغيرهہ. تان جو پهريون جوش جڻ ختم ٿي ويو.

وڪاس يوجنائن تي وري ويچار ڪرڻ لاءِ يوجنا ڪميشن هڪ Team on community projects etc. جنوري 1957 ۾ وهاري ۽ شري بلونتراءِ مهتا، (جو پوءِ گجرات جو مکيہ منتري ٿيو) ٽيم جو چيئرمين هو. ٽيم پنهنجي رپورٽ نومبر ۾ پيش ڪئي. سندس مکيہ سفارش اِها تہ جنتا جي سهڪار بنا ڪم بنهہ زور نہ وٺندو ۽ انهي سهڪار کي سنستا روپي بنائڻ کپي. هڪ لفظ انهن گهريو جو پوءِ چالو ٿي ويو. ( Democratic Decentralisation) يعني تہ لوڪ تنتر ستا جي ورڇ ٿيڻ کپي. انگريزي لفظ لنبو ۽ ڳرو ۽ ڏکيو. جلد ئي هڪ جهونو پر عمدو لوڪن لاءِ پيارو لفظ "پنچايتي راج" ٺاهيو ويو. اهي پنچايتون سماجڪ سڌار لاءِ نہ هيون. جات پيد تي نہ پر پاڙن تي ٻڌل هيون ۽ هر هڪ ڳوٺ پاڻ تہ هڪ پاڙو هو. پنچايت جا ميمبر ٺاڪيل نہ پر ڳوٺن جا چونديل. پنچايت رڳو ڳوٺ لاءِ نہ پر پرڪنڊ (Block) پنچايت اتڪل هڪ سوَ ڳوٺ لاءِ، ضلع پنچايت پريشد ضلع لاءِ جڻ تہ سڌار جي اتساهہ کي سنستائون ٺاهي عملي جامو پهرايو ويو. پراڻين پنچايتن ۾ نئون ساهہ وڌو ويو. ڪانگريس پارلمينٽري پارٽي هڪ ڪاميٽي ٻڌائي تہ انهن نين پنچايتن جو ڪم ڪيئن پيو هلي ۽ مان بہ انهي ڪاميٽي جو ميمبر هوس.

پر هڪ بيماري جلد ئي پيدا ٿي چڪي هئي، يعني چونڊن جي. ڳوٺن ۾ دل ۾ گروهه ٺهيا. ناڻا خرچ ٿيا ۽ سڏار جو ڪم بگڙي ويو. ٻيو ته هي پنچايتون پنهنجي شڪتي سان نه پر مرڪزي سرڪار يعني نهرو جي زور تي ٽڪيون ٿي. انهن ۾ به سياسي پارٽيون گهري پيون ۽ سياستدان ۽ وڏان سيائن جا ميمبر گهڙي پيا ۽ پنچايتن جون واڳون وجي جهليون. سڏار جي جڳهه سياست وجي والاري ۽ شهرن جو مرض ڳوٺن ۾ ڦهليو. جڏهن نهرو جو هٿ نه رهيو ۽ ملڪ ۾ ڪاڏي جي شين جي ڪمي رهي تڏهن سجو ڪاتو ڪاڏي ۽ ڪيتي وزارت کي دان ڪيو ويو. اڳيون ڳوناڻن جو اتساهه ٻوساتيو ويو. هر سڏاري بدران رڳو ڪيتي سڏار تي ڌيان ڏنو ويو ۽ سيني ڪمن ڪارين تي ڪارو سياسي رنگ چاڙهيو ويو.

مسٽر بلونتراءِ مهتا رڳو رپورٽ نه پيش ڪئي پر هڪ ساروجنڪ غير سرڪاري سنستا به 1958 ۾ ڪڙي ڪئي- آل انڊيا پنچايت پريشد. پارليمينٽ اندر ۽ ٻاهر مون سندس رٽ جي تائيد ڪئي ۽ ڪيس ساٿ ڏنو. جڏهن ڪاريه واهڪ ڪاميٽي بني ته مونکي ڪاريه واهڪ ميمبر ڪيائين. ۽ پرشد سان منهنجو لاڳاپو پوءِ به 1968 تائين رهيو. پئنچن جي سکيا جو ڪاتو منهنجي چارج ۾ رهيو ۽ مرڪزي ٽريننگ انسٽيٽيوٽ سان گهاٽو تعلق هوم. پر پوءِ اوچتو ئي اوچتو سرڪار ٽريننگ جو ڪم سڄي ملڪ ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ پئنچات راڄ کي نظر انداز ڪري ڇڏيو. نهرو جي ايامڪاري ۾ لوڪ تنتر راڄ متاچرو ۽ شهري هو. لوڪ تنتر جو بنياد ڳوٺن ۾ پنچايتي راڄ تي سگهي ٿو. اهو زور وٺي ها ته لوڪ تنتر هن وقت ڏولائي ۾ نه پوي ها. پر مرڳو ئي پنچايتي راڄ کي غرق ڪري وڌو اٿس. ڪير چوي ته لوڪ تنتر ڪٿي ۽ ڪيترو بچندو ۽ ڪيترو ٻڏندو.

دنيا ۾ انسان کان سواءِ ٻيا به پراڻي آهن. جانور، پکي، جيت وغيره مان ڀانيان ٿو ته پکي ته هر ڪنهن انسان کي وڻندا آهن. جانور ڪن کي، جيت ڪن ٿورڙن کي. مون کي عجب لڳندو آهي ته ايشور ٻيا جيو ڇلي پيدا ڪيا پر انسان شايد بي خياليءَ ۾ پيدا ڪيائين. دنيا ۾ انسان جيترا جيو ڏکويا ۽ ماريا آهن. شڪار شونق ۽ خوراڪ سانگي اوترا جهنگلي جانورن به نه ماريا هوندا. پر انسان جنگين ۾ ڪروڙها ٻيا انسان به ماريا آهن ۽ جلد شايد انسان ذات به ختم ڪري ڇڏي. ٻيو ته انسان ۾ جيڪي اوگڻ آهن سي ڪنهن به جانور ۾ نه آهن. پاليل يا جهنگلي جانورن کي اسين گگدام چوندا آهيون ۽ مٿن ديا ڪرڻ سکندا آهيون. ڪي جانور ته پيار وچون پاليندا آهيون. مون ڪڏهن جانورن ڏي ڌيان ڪو نه ڏنو هو ۽ نه ئي پاليا هوا. جيل اندر ٻليون اسان جي وارڊ ۾ پيهي آيون ۽ مون به ڪري هڪ پالي، پيار وچون نه پر وندر لاءِ. ڪراچيءَ ۾ 1947 جڏهن انسان انسان سان ڪلور ۽ قهر ٿي ڪيا تڏهن مان آرتوار صبح جو به ڪلاڪ جانور خاني ۾ من جي سانت لاءِ ويندو هوس ۽ ماڻهن کان جانورن جي صحبت پسند ڪندو هوس. هاٿي به Zoo ۾ ڪلاڪ وچي وهندو آهيان. خاص ڪري ڊنڊ جي پکين پرسان.

جڏهن پارليمينٽ ۾ هوس ته هڪ ڏينهن شريمتي رڪمڻي ديوي ارنڊيل هڪ (Prevention of cruelty to animals Bills) يعني جانورن تي اتياچار بند ڪرڻ جو بل پيش ڪيو. اڳي به اهڙو بل پهرئين 1890ع ۾ پاس ٿيو هو ۽ پوءِ 1917، 1938، 1940 ۾ درستيون ڪيون ويون ته به انهن ۾ ڪافي نقص هوا. بل بي ڪلاس راڄن ۾ ۽ ڀهراڙي ۾ لاڳو نه هو ۽ ڪاسائڪي گهرن، ٻل چاڙهڻ، ڊاڪٽرن جا جيئرن جانورن تي عجيب تجربا انهيءَ ۾ نه هوا. شريمتي رڪمڻي جو هن ڪم ۾ اهڙو پريم هو جو ڏاڍي ڀاڻ سان هڪ بل 5-3-1954 ۾ پيش ڪيائين ۽ مٿس ڳالهائين. سيني جون دليون پڇي وييون ۽ پنڊت نهرو اهڙو بل سرڪار طرفان پيش

ڪرڻ جو انجام ڪيو. هن ڳري سوال جو هر پهلوءَ کان اڀياس ڪرڻ لاءِ هڪ خاص ڪاميٽي بہ ٺاهي ويئي. تڏهن شري رفيع احمد قدوائي خوراڪ ۽ کيتيءَ جو وزير هو ۽ ڪاميٽيءَ کي هر ڪنهن قسم جون هن سهوليتون ڏنيون. غير سرڪاري ميمبر 14 مان 9 هوا ۽ اُهي رڪمڻي ديويءَ جي سفارش تي رکيا ويا. مان رڪمڻي ديوي کي بنهہ نہ سڃاڻندو هوس پر گانڌيجيءَ جو ماڻهو سمجهي منهنجي بہ سفارش ڪيائين. مون شروع کان وٺي ڪاميٽيءَ جي ڪم ۾ خوب بهرو ورتو. ڪاميٽيءَ پنهنجو دورو 5_10_1955 تي شروع ڪيو ۽ 13 وڏا شهر ڏسي دوري ۾ 310 مکيہ ماڻهن کان گواهي وٺي ۽ آخر بئنگلور ۾ ويهي رپورٽ تي بحث ڪيو. شهرن ۾ ڪوس خانا، جانورن تي تجربن جون اسپتالون، جانور خانا اکيئين ڏٺا. رپورٽ لکڻ کان اڳ بہ بنيادي سوال اُٿيا تہ جانور ڇا ۽ نرديتا ڇا آهي. هڪ بينگالي ميمبر چيو تہ مڇلي جانور نہ آهي جو پاڻيءَ مان نڪتي نہ آهي ۽ مئي نہ آهي. مڇي تہ نرديتا تي نٿي سگهي. اسين سنڌي چوندا آهيون تہ مڇي درياهہ جو ميوو آهي. نيٺ ڪاميٽيءَ جانورن جي هڪ وشال وياکيا ٺاهي. جانور يعني انسان کان سواءِ ڪو بہ جيو. انهيءَ ۾ غيبي جنتر (Bacteria) بہ اچي ويا. نرديتا جو بہ اهڙي وشال وياکيا ڪيائون. يعني جانورن کي اجايو ايذاءُ ڏيڻ يا ڏکوئڻ جا اکيچار نمونا هوا. مثلن جانورن کي اجايو مارڻ يا ڊوڙائڻ. (2) اجايو رکڻ، پڌڻ، ڪٽڻ (3) جانور ڪهي انهيءَ جو ڪو خاص غصوو وڪڻڻ (4) جانور کي ريل ڇيل ڇڏي ڏيڻ (5) مٿس گهڻو بوجو سٽڻ (6) بي قياسي نموني ڪهڻ (7) جڏي جانور کان ڪم وٺڻ (8) جانورن کي وندر لاءِ ويڙهائڻ (9) بيمار يا ڏبري جانور کي بک ۾ پاهہ ڪرڻ وغيره.

اڳي مون انهن ڪڪرمن ڏي ذرو بہ ڌيان نہ ڏنو هو. ڏٺو هوم تہ ٽانگي ۾ ڏهہ پندرهان ٻار وهاريندا هوا چڙھ ٻار ۾ تور خير ڪا آهي، ڏٺو هوم تہ گهوڙو پيو ڊوڙي پر ٽانگي وارو ڪتيندو پيو هلي، ڏٺو هوم تہ گڏهہ مٿان ڳرو بار پر بار کي قابو ڪرڻ لاءِ پنيان واڻ جي ڏوريءَ جا سير ڏيئي ڦٽ ڪري وجهي پر هي طرح طرح جا ساڻن ڪاسائڪا ڪم خيال ۾ ڪو نہ آيم. سي بہ اهي ڏک شهرن ۾ جانورن کان ڪم وٺي ڪمائڻ ڪري، تان جو مالڪ جي دل پٿر وانگر ٿي وڃي ۽ ڏک رواجي پيو لڳي. پر ڳوٺن ۾ جانورن کي مال يعني ملڪيت ڪري ليکيندا آهن. اُتي مالڪ ذري گهٽ ٻڪيو ۽ مال گهڻي قدر ٻڪيو. زمين کيتيءَ لاءِ ۽ مال جي چاري لاءِ بہ تان جو کيتيءَ جي پومي چاري لاءِ پومي هضم ڪيو وڃي. ماڻهو مال بنا رهي نٿو سگهي ڇو جو مال کير ڏئي، پورهيو ڪري ۽ گوشت بہ ڏئي. سني کيتي ۽ عمدو مال گڏيا سڏيا پيا آهن. پر مال تي ڌيان گهٽ، خاص ڪري چاري تي.

پيو تہ مال اسان وٽ بيشمار آهي. 1956 جي شمار ۾ ٽيهہ ڪروڙ مال (گايون، مينهون، ٻڪريون، رڍون وغيره) هو ۽ ذري گهٽ ڏهہ ڪروڙ مرغيون (Poultry). يعني تہ دنيا جي آدمشماري 300 Crore جي ٽي پتي اسان وٽ مال آهي ۽ انهيءَ مان ڏهہ سيڪڙو مال بيڪار آهي، جو نہ ڏئي کير ۽ نہ ئي پورهيو. ايڏي ساري مال کي ڪيترو نہ کاڌو کپي ۽ هوڏانهن گانءِ ۽ مينهن ٻئي رکيا ٿا وڃن، گانءِ وڇڙا ڏيڻ لاءِ ۽ مينهن کير لاءِ. نتيجو اهو جو ڍڳو کيتيءَ لاءِ سنياليون ٿا. پر گانءِ ماتر پوڄا لاءِ. مينهن کير لاءِ پر پينسو پيو بک مري. رڍ رکون تہ ٻڪري بہ ٿا رکون! هاڻي فيصلو ڪرڻ کپي تہ نيٺ گانءِ رکون ۽ نہ مينهن، نہ تہ مينهن گانءِ کي ڳڙڪائي ويندي، ٻڪري غريب جي گانءِ سا پڪري رکون پر نہ رڍ. پوءِ گانءِ ۽ ڪري جو اولاد سڌاريون ۽ ٻنهي کي خوب کاڌو کارايون. اُٺ ۽ گهوڙو تہ اڳيئي لڏين پيا ۽ وهٽ بدران موٽرون ۽ ٽرڪون پيئون هلن.

بل ۾ هڪ جانورن جي ڀلي لاءِ بورڊ (Animal Welfare Board) مقرر ڪيو ويو ۽ راجيہ سڀا طرفان 1962 تائين مان انهي بورڊ جو ميمبر هوس. پر هي مسئلو ڳرو ۽ جهونو آهي ۽ انهيءَ جو علاج بہ ڪي سال گهري ٿو. انسانن جا اهنج بہ ايترا جهجها ۽ پيچيدا آهن جو مان ڀانيان ٿو تہ جانور ذري گهٽ ناس ٿي ويندا. تنهن کان پوءِ اسان کي سرت سمجهہ ايندي. جانورن بنا هيءَ دنيا ڪُجسي ۽ بناوٽي پيئي لڳندي. جڏهن گگدامن لاءِ ديا گم ٿي ويندي ۽ انسان ديا ڪرڻ وساري ڇڏيندو.

# وڏو سيلاني

پارليمينٽ جي ميمبرن کي ڪئين سک ۽ سهنج ٿين ٿا. هڪ سک جا مون بہ جهجها فائدا ورتا يعني ننڍي هوندي کان گهومو هوس ۽ هاڻي تہ وڏي پيماني تي رولو ٿي پيس. ڪيسي ۾ سڄي ملڪ جي ريلوي پاس هئي پر انهيءَ پاس سان مون پاڙيسري پرديسي ملڪن ڏسڻ جو فائدو ورتو. هڪ ڏهن ميمبرن جي ٽولي ٺاهيسين ۽ خيال ڪيوسين تہ نيپال، برما، سيلون، ملايا، افغانستان وغيره ڏسنداسين. ڪشمير کان وٺي دورو شروع ڪيوسين ڇو جو تن ڏينهن ۾ نہ ديسي يا نہ پرديسي هو ۽ وچ ۾ پئي لٽڪيو. عبدالله کي بند ۾ رکي بخشي غلام محمد کي مکيہ وزير بڻايو ويو هو. هن ۽ صادق ۽ ٻين وزيرن وٽ کانا کاڌاسين ۽ حال احوال ورتوسين. سياسي ۽ اقتصادي حالتون منجهيل هيون ۽ اسين بہ منجهي پياسون. جمونءَ ۾ فوجي آفيسرن سان گڏ هڪ (Armoured Jeep) يعني هٿياربند جيپ ۾ پندرهن ميل سرحد تي چڪر هنياسين ۽ هٿ جي دوربينيءَ سان پاڪستان جا سرحدي رکوال (Guards) بہ ڏسي سگهياسين. تڏهن ڪشمير هر طرح هندستان تي اڌين هو ويندي کاڌي خوراڪ لاءِ ۽ سيلانين جي شيلن ۽ شغلن لاءِ. ڪو حساب

ڪونهي تہ شروع کان وني اڄ تائين هندستان ڪيتري ۾ ڪهڙي مدد، سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح، ڪشمير کي ڪئي ۾ انهيءَ مان نيٺ ڪيترو تيل ۾ ڪهڙي ڪڙ نڪرندي. پر هندن جي نبض چنتا پري هئي ۾ ڏنيسين.

هڪ سال کان پوءِ 1954 ۾ ٻيو سفر نيپال جو شروع ڪيوسين. نڪرڻ کان اڳ ڪڏهن شري جواهر لعل سان ۾ سندس ( External Affairs Ministry) يعني پرديسي معاملن جي وزارت جي سيڪريٽري سان گڏجي پڇي پوءِ ويندا هواسين. موٽيندي هڪ ننڍو مخفي نوٽ بہ پيش ڪندا هواسين. پاٽنا تائين ريل گاڏيءَ ۾ ۽ ڪلاڪ اندر هوائي جهاز ۾ کٽمنڊو اڏي تي. پارٽي ايلچي بہ اسان جي سواگت لاءِ آيو هو. پر لهڻ شرط هڪ نيپالي انبوهہ اسان کي گهيري ويو ۽ پوءِ نعرا هڻڻ لڳو. جي "هستکيپ مت ڪرو" يعني اسان جي راڄ ۾ دست اندازي نہ ڪريو. مهيني کن کان پوءِ هنن جي وڏان سيا جون چونڊون ٿيڻيون هيون. اسين اُلٽو واٽڙا ٿي وياسين چو جو اسين ڪجھ سد ڀاونا (Good_will) جي خيال کان ويا هواسين. اسان سان هڪ نيپالي ميمبر مايا وتي ڇيتري بہ هئي. اسان جي ايلچيءَ کي بہ خبر ڪانہ هئي تہ هوائي اڏي تي اسان جو هي حال ٿيندو. سو سائين اسان ڏهن ڇڻن کي موٽرن ۾ وهاري، دريون بند ڪري شهر جي ٻاهرئين رستي کان وٺي هڪ شاهي محل ۾ وڃي ست ڏينهن بند ڪري رکيائون. محل ٻاهران نعرا پيا ٻڌندا هواسين. وڏو وزير (K.B.Krirala) هو ۽ رات جو اوندهہ ۾ وڃي هڪ ڏينهن وٽس کانو کاڌوسين. هڪڙي ڏينهن اوچتو پشوپتي مندر، شهر کان ويهارو ميل پري ڏسڻ وياسين. سو ڇڻ کي ڪين ڏنوسين. باقي ڏاڍو گهٽو ٻڌوسين. اسان جي ايلچيءَ هڪ وڏو کانو ڪيو جتي محل اندر ڪيترن کي گڏياسين.

ڀارت جي آزاديءَ کان پوءِ نيپال بہ آزاد ٿيو. درحقيقت نيپال انگريزن جي ايامڪاري جي ڏينهن کان سواءِ هميشہ آزاد هو. نيپال بلڪ ڪاھون ڪيون هيون، تبيت ۽ بهار تي. نيپال جو ملڪ هڪ پٽي اُتر ۾ اونچا پهاڙ هڪ پني وچولا جبل ۽ هڪ پٽي ڏکڻ ۾ ترائي- جبلن جي تري ۾ آهي. ترائي جسي بهار جو ٽڪرو آهي. بهاري هندو آدم، چانورن جي پوک، بهار جون موسمون... نيپال جي اها ترائي سندس لاءِ اخبار خالو (Granary) آهي، نہ تہ هوند بک مري. انهيءَ ترائي کان مٿيرو هڪ شاهي ٻيلو آهي، پنجاھہ ميل ويڪرو ۽ اٽڪل اڍائي سؤ ميل ڊگهو، جنهن جهڙو هندستان ۾ اعليٰ شڪار گاھہ، خاص ڪري چيتن جو ٻيو ڪونهي.

انگريزن جي وڃڻ کان پوءِ هو پورن آزاد رهڻ چاهين ٿا. وٽن ڪجھ آهي بہ ڪونہ. سُئي سڳي سوڏو واپار لاءِ هندستان تي دارومدار اٿن. وڏا برفاني پهاڙ اٿن ۽ ڪئين درياھہ اُتان نڪري هندستان ۾ ٻوڙان ٻوڙ ڪن ٿا. انهن کي قابو ڪرڻ لاءِ شاهي بند گهرجن، جئن ڪوسي درياھہ. پوءِ پنجاھہ لک ايڪڙ آباد ڪري سگهجن ٿا. بجلي جي طاقت بہ پيدا ڪري سگهجي ٿي. ٻنهي مان ٻئي فائدو وٺي سگهن ٿا ۽ ورتو اٿن.

ٻيو تہ نيپال پهاڙن اندر ٻوساٽيل آهي ۽ ٻاهر وڃڻ لاءِ رستا کپن. اهي رستا گهڻو ڪري ڏکڻ ۾ پهاڙن هيٺ هندستان ڏي وڃن ٿا. اهي ٺاهڻ ۾ اسان کين خوب مدد ڪئي آهي. پر هو اُتر طرف بہ ٻاهر نڪرڻ لاءِ رستو چاهين ٿا ۽ اهو چين کين ٺاهي ڏنو آهي. سندن جيئدان واپار تي آهي ۽ گهڻو ڪري هندستان سان. پر ٻين ملڪن سان واپار بہ ڪرڻ چاهين ٿا. تنهن ليکي ٻنهي ملڪن جو پاڻ ۾ شڪ شبهو آهي. در حقيقت هندستان سان سندن لاڳاپا گهرا ۽ پراڻا آهن. سندن ڌرم هندو ۽ ٻڌ ڌرم جو ميل ميلاپ آهي؛ سندن ٻولي هندي ۽ نيواري جو گڏيل مربو آهي؛ سندن مهاراجا راجپوت ونش جو ليکيو وڃي ٿو؛ سندن گورکا سپاهي اسان جي پلٽڻ ۾ آهن.سندن

واپاري ۽ گورکا سپاهي دارجلنگ ۽ گورکپور ۾ وڏيون ڪالونيون اڏي ويٺا آهن؛ سندن وديارٿي پاٽنا ۽ وارانسيءَ وشو وديالن ۾ پڙهيا آهن؛ سندن سياسي جماعتون هندستان جي جماعت سان ڳنڍيل آهن؛ سندن وڏا هندستان ۾ اچهو وڃندا آهن. اسان سان جهڳڙو ڪندا تہ اسان کان وڇڙي نہ سگهندا. رڳو اسان کي ڌيرج ڪپي ۽ اُنهن کي جلد اُسري بالغ ٿيڻ ڪپي. سمجهن ٿا تہ چين هڪ هائو آهي جو ڪين پهاڙن سوڌو، مهاراجا سوڌو هپو ڪري هضم ڪري ڇڏيندو. ٿبيٽ سندن لاءِ هڪ چتاءُ ۽ ڌمڪي آهي.

سال بعد اپريل 1955 ۾ آوادي (Awadi) ڪانگريس کان پوءِ اسين ڏهاڪو ميمبر، هوائي جهاز رستي مدراس کان ڪولمبو وياسين ۽ هڪ وڏي موٽرڪار (Station Wagon) ۾ هفتن لاءِ ياڙي تي ورتيسين ۽ ٽپڙن سوڌو انهي ۾ سڄي سيلون جو ڏکڻ کان اُتر ۾ جافنا بندر تائين سفر ڪيوسين. آب هوا، قدرت جو نماءُ ۽ ٻڌ تيرٿ استانن جي ڪري سيلانين لاءِ سيلون نهايت مزيدار آهي. ڪئين سکيا سنڌي بہ هوا جن وٽ خوب ڪانا ڪاڏاسين. اُتي جي مشهور يونيورسٽي (Peradenia)، جا آڪسفورڊ يونيورسٽي جو پورو نقل آهي، نہ رڳو تعليم جي پر انهيءَ کان وڌيڪ رهت رهڻي ۾ سا بہ ڏٺيسين. ايراضي ۽ پکيڙ ۾ قدرت جي سندرتا ۾ آڪسفورڊ کان بہ ڪثر. پوءِ انراڌپور، پولو نوروا، سگريا بہ ڏٺاسين، جي ٻڌ تيرٿن ۽ پراچين آستانن جي ويچار کان هند ۾ سانچي ۽ سارا ناٿ سان ڪلهو لڳائين ٿيون. ٻڌ ٻنين (Banyan) درخت جو هڪ بہ ٽِڙُ مون اُتان پوتر يادگار لاءِ ڪنيو. در حقيقت سيلون جو سنهالي آدم سٺ سيڪڙو کان مٿي ٻڌ ڌرم جو ۽ پنجويهہ سيڪڙو هندو (تامل) آهي. انهن ٻنهي جو پاڻ ۾ سلوڪ آهي. ڇهہ سيڪڙو ملايا جا مسلمان مورا آهن جي عربن وانگر مذهبي مسلمان نہ آهن ۽ پوءِ ڪجھ ٻڌ سياو جا ٿي پيا آهن.

پر ٻوليءَ جو جهڳڙو تازو ڇيڙيو ويو آهي. سيلون ۾ ڪجهه صدين کان ڪي تامل ڪاهي آيا ۽ اُتر سيلان ۾ شاهي بينڪ بنائي ويٺا. ڪيتي توڙي واپار ۾ برک آهن ۽ اتڪل ڏهاڪو لک آهن. انهن کان سيلون وارا ڪوءِ ڪائيندا آهن. پر ڏهاڪو لک ٻيا بہ تامل مان مزور آيا آهن جي Kandy جا تامل ليکيا ويندا آهن. اهي ويهارو لک تامل پنهنجي ٻولي کي سرڪاري ٻولي رکڻ چاهين ٿا. هوڏانهن سنهالي پنهنجي ”سؤ ڀاشا“ کي سرڪاري ٻولي ڪرڻ چاهين ٿا. ٻوليءَ جي جهڳڙي ڪري وچان ئي انگريزي ٻولي مٿن سوار آهي. سيلون تي اڃا نہ رڳو انگريزي ٻولي سوار آهي پر انگريزي رهت رهڻي، ادب، آداب وغيره انگريزي آهن، جڻ تہ پنهنجي سڀيتا جو ڪو بہ قدر ڪو نہ اٿن. گهڻو پڙهيل تہ انگلنڊ کي پنهنجو Home ڪري ليکيندو. انهيءَ ڪري واپار ۽ چانهہ جي Plantation ۾ انگريز اڃا بہ زور آهن. آزاديءَ کان پوءِ بہ اڳي وانگر سياست ۾ نہ پر آرٿڪ کيتر ۾ تيهان زور آهن. پر هڪ ٻيو سوال بہ جهڳڙي جو باعث آهي. ڏهاڪو لک تامل مزور آهن جن کي سيلون ۾ نگرواسي حق نہ ڏنا ويا آهن. لعل بهادر شاستري سيلون سان ٺاهہ ڪري اٽڪل چئن لکن کي اهو حق وٺي ڏنو. اهو ٺاهہ بہ تڏهن ڪيو هوائين جڏهن شريمتي سريماو بندر نائڪا وزيراعظم هئي. پر جو حق ٻن سالن اندر ٽن لکن کي ملڻو هو سو ويهن هزارن کي مس اڃا تائين مليو آهي. هاڻي ٻيهر هوءَ وزيراعظم ٿي آهي ۽ اُميد تہ ٺاهہ جلد عمل ۾ ايندو ۽ ڇڪتاڻ گهٽ ٿيندي. سيلون جو سفر ختم ٿيو تڏهن اسين جافنا مان جهاز رستي راميشور وياسين ۽ مشهور مندر ڏسي دهلي موٽياسين.

ٽن سالن کان پوءِ اسان جي ٽولي جون 1958 ۾ ملايا ڏي ويئي. هن ڀيري اسين فقط پنج ڄڻا هواسين. جهاز رستي مدراس کان سينگاپور هڪ هفتو لڳي ٿو ۽ موٽ مهل بہ هفتو لڳي ٿو. اسان کي ساڳئي جهاز ۾ موٽڻو هو. ملايا جي ننڍن بندرن- پينانگ، سويٽنهام، ملاڪا ۾ هڪ هڪ ڏينهن ۽

سينگاپور ۾ چار ڏينهن. پوءِ موٽر رستي تي ڏينهن ملايا ۾ گهمياسين ۽ ڪوالالمپور راڄڌاني بہ ڏٺيسين. مڙيوئي هفتي ۾ گهٽو ڪين ڏٺوسين. پر جهاز ۾ هندستاني مسافرن کان خبرون چارون ورتيونسين. ملايا ۾ خاص بہ شيون ٽين ٽيون- قلعي ۽ ربر- قلعي زمين کان ڏهين فوٽي اندر ٿئي ٿي. ۽ اهي سؤ سالن کان چينن جي هٿ ۾ آهن. قلعي ڪڍي ڇاٽي ڳاري انهن جون سرون ٺاهي پرديس موڪلين ۽ انهيءَ پيدائش ۾ دنيا ۾ ملايا پهريون نمبر آهي. ڏکڻ ۾ ربر جا کيت (Plantation) گهڻو ڪري انگريزن جي هٿ ۾ آهن. (Tappers) چيني يا هندستاني آهن. پر چيني وڌيڪ محنتي ۽ هوشيار هندستاني مزور کان ٻيڻو ڪمائين ٿا. ڪي تہ مالڪ بہ آهن ۽ آهستي آهستي انگريزن کان خريد ڪندا وڃن ٿا. اهو سڄو ڪچو مال ڪوالالمپور ۾ اچي ٿو ۽ پرديسين ۾ وڪامي ٿو.

ملڪ ۾ بہ پتيون زمين اچا گهاٽو ٻيلو آهي ۽ هڪ پتيءَ ۾ ربر جي پوک ۽ قلعي جون کاڻيون ويهن سالن واريءَ جا ڍير ٿيو پون. پاڻءِ تہ سڀ ڪاڏو ٻاهران ٿو اچي ۽ ملڪ واپار تي پيو ٽڪي. انهيءَ واپار تي ڪو پروسو ڪونهي ۽ ڪو بہ انتر راشٽري جهيڙو اُڀرندي ايشيا ۾ ٿئي تہ واپار کي وڏو ڌڪ لڳندو. اڪثري ربر جو اگهہ لهندڙ ۽ چڙهندڙ آهي ۽ هڪ قسم جي سٽيبازي آهي. ملڪ جو بچاو اچا قدري انگريزن جي هٿ ۾ آهي. گهر ۾ نئين سياست بي آزمودگار آهي ۽ راڄنيتي پارٽيون قومي نہ پر فرقيوار آهن: ملائي ۽ چيني ۽ هندستاني. چينين کي هضم ڪرڻ ڏکيو ۽ هندستانين تي ڪو ڀروسو ڪونهي. خوب ناڻا ڪمائي وڃي هندستان ۾ خرچين ٿا. سندن ٻار بہ هندستان ۾ پڙهن ۽ شاديون ڪن. ملايا ۾ چيني نگرواسي ٿي، گهر ٺاهي، زمينون خريد ڪري ڪارخانا کولين ٿا پر هندستاني کهڙي بہ پرديس ۾ نگرواسي نٿا بڻجن ۽ آهستي آهستي ڏڪجي نڪرن ٿا. چيني جتي آهن اُتي هڪ مضبوط سماج ٺاهي گهر ڏنڌو کيتي اُتي ڪن ٿا. ۽ انهن

ڪي ڪير هٿ نٿو لڳائي سگهي. هندستاني ڏکڻ اُيرندي ايشيا جي سيني ملڪن ۾ وسي سگهن ٿا ۽ واپار ۾ خوب وڌائي سگهن ٿا. پر جات پات جي پيدن ڪري ٻولين جي فرقن ڪري ۽ نرالن پنٿن ڪري هڪ پڪو هندو سماج نٿا بنائي سگهن. هڪ ٻي منشا سان پرديس وڃن ٿا ته ڪيئن ۽ ڪيترو ناڻو ڪمائي گهر ڪٺي اچجي. مزدور ٿي وڃن ٿا ۽ مزدور ٿي موٽن ٿا. پر هندستان ۾ ڪين آستان آهي ۽ نه پرديس ۾ آستان بنائڻ چاهين ٿا. تنهن ڪان هندستان جا مسلمان وڏيڪ ٿانئيڪا آهن جي ٻاهر شاديون ڪري گهر ٺاهي وهن ٿا. هندستان کي پراچين ڪال وانگر وري اهي ملڪ وسائڻ گهرجن يا انهن سان واپار وڌائڻ گهرجي. هاڻي ته ڪارخانا به کولڻ گهرجن.

سينگاپور ته هڪ وڏو بندر آهي جتي اسي سيڪڙو چيني آهن جي واپار ۽ ڏنڌي ۾ قابل آهن. ڪليل بندر هئڻ ڪري روز سو ۽ ڏيڍ سؤ جهاز بندر تي اچن ٿا. واپار ڪري ماڻهو بلڪل سکيا آهن ۽ جڳهيون گهڻو ڪري پنڌرهن يا ويهه ماڙ آهن. ڏهن مان اٺن کي موٽر ڪارون آهن ۽ ڏينهن جو رستو اورانگهڻ به خطري پريوآهي. انهيءَ طرف جيڪو جهاز ڪيڏانهن به وڃي ٿو ته سينگاپور ضرور ڇهندو. هاڻي ته نه رڳو آميريڪا پر رشيا جو به انهيءَ پاسي ڌيان آهي ۽ هندي ساگر ۾ اڏن ۽ بندرن ۾ اکيون اٿن. ٽن هفتن بعد موٽي اسين مدراس بندر تي آياسين. 1956 ۾ اسان جي پارٽي برما ۽ 1958 ۾ افغانستان ۾ ويئي. پر آءٌ شامل ٿي نه سگهيس ڇو جو هڪ ٻن ڪاميٽين جو چيئرمين هوس ۽ انهيءَ ڪم ۾ ڦاٿل هوس. منهنجي خيال ۾ هندستان کي پنهنجي پاڙيسرين سان وڌيڪ واقف ٿيڻ گهرجي ۽ پاڻ ۾ گڏجي ڏکڻ ايرندي ۾ صلح سانت جي جوابداري به کڻڻ گهرجي. ٻيو ته اسان هندستانين کي نه رڳو پئسي جو خيال رکڻ گهرجي پر هندستان جي سڀيتا، ڪلا، ٻولي ۽ ناگري لپي ڦهلائڻ گهرجي. سو تڏهن جڏهن اسان کي انهن جو فخر هوندو. هن وقت اسان کي هنن ملڪ ۾ فقط واڻڪو ۽ مزورڪو درجو

ڏنل آهي. دنيا جي ستن ائن ملڪن ۾ هاڻي ائٽم بم، هئڊروجن بم، ڪوبالٽ بم ٺهن پيا ۽ ٻيا ملڪ بہ ٺاهڻ جي ريس پيا ڪن. سڀ سمجهن ٿا تہ ٽين مهاڀاري لڙائي لڳي تہ انسان ذات دنيا مان ناس ٿي ويندي. ائين بہ سمجهن ٿا تہ هن وقت جا هٿيارن ٺاهڻ جي سخت ريس پيئي هلي، انهيءَ ۾ ڪنهن بہ ويل ڪنهن هنڌ هڪ ئي نتيجو نڪرڻو آهي-بم ڦاٽڻ ۽ جنگ شروع ٿي وڃڻ.

انسان بم کي ڦاٽڻ کان آخر روڪي نہ سگهندو. اهو پڙ 1960 بعد ايترو وڌي ويو آهي جو عام جنتا ۾ هڪ خيال زور ورتو ۽ انهيءَ خيال جو هڪ لفظ ٺهي ويو آهي تہ عام هٿيارن تي پورن بندش ( Complete general disarmament) پوي. انهيءَ تجويز کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ Geneva conference ٺاهي ويئي جنهن ۾ اٺ عيوضي ائن ملڪن جا هوا. جن ائٽم بم نہ ٺاهيو آهي پر جو خوف اٿن. اها سالن کان جنوا ۾ وينئي آهي پر آميريڪا ۽ روس پاڻ ۾ ٽڪراءَ نٿا ڏين. مگر جون 1962 ۾ گهانا جي راڄڌاني آڪرا ۾ هڪ ڪانفرنس بم منع ناموِ يعني (Ban the Bumb) ڪيڊائڻ لاءِ ڪوٺائي ويئي. روس بہ هڪ World congress of general disarment and peace 9 کان 14 جولاءِ تائين ماسڪو ۾ گهرائي هئي. انهن جو ٻڌي هندستان بہ اوچتو ريس ڪري Gandhi Peace Foundation طرفان هڪ Anite_ Nucear Arms Convention، 16 کان 18 جون دهلي ۾ سڏائي. آءٌ انهيءَ جو ميمبر هوس.

دهلي جي ڪانفرنس ۾ اتڪل هڪ سؤ ڊيليگيٽ هوا جن مان ٿورا پرديسي. ڪانفرنس جو مکيہ مقصد هو تہ ائٽم بام جا آزمايشي سڦوٽ بند ڪجن. انهيءَ ۾ ڪجھ ڪاميابي ٿي. ڪانفرنس هڪ ڊيليگيشن سري راجگوپال آچاريہ سان موڪليو ۽ سڦوٽ بند ڪيا ويا. پر زير زمين جا ننڍا وسڦوٽ بند نہ ڪيائون، ڇو جو انهن جي سر زمين تي تپاس بابت هٽ پيد

رهيا ۽ اڃا آهن. ٻيو تہ راج گوپال آچاريہ سڄهاءُ ڏنو تہ ڪو جهاز انهيءَ بحري علائقي ۾ گهري جتي وسقوت ٽيٽا آهن پر ڪير مسافر ٽيندا ۽ خاص ڪري ڪهڙا خلاصي ۽ ڪير جهاز جو ڪپتان؟ ٻيو سڄهاوَ هو تہ سنيڪت راشٽر سڀا (U.N.O) ۾ ٻم تي روڪ وجهڻ جو پرستاءُ پاس ڪجي. پر سوال اُٿيو تہ پوءِ عمل ۾ ڪيئن آڻبو؟ راجيندر بابو سڄهاو ڏنو تہ ڀارت ٻم نہ ٺاهڻ جي يڪ طرفو دائمي پرتگيا ڪري. پر اهو پاس نہ ٿيو. چيني حملي کان پوءِ راجيندرا بابو بہ يڪ طرفي پرتگيا جي برخلاف هو.

هن سال 1970 ۾ چيني Satellite ڇوڙڻ کان پوءِ هندستان ۾ سخت هلچل جاري ٿي آهي تہ اسان کي بہ خطري کي منهن ڏيڻ لاءِ ٻم ٺاهڻ گهرجي. بلڪ هت بہ هٿيارن ٺاهڻ جي هڪ سخت حريفائي شروع ٿي ويئي آهي. سو بہ جڏهن يورپ ۽ آميريڪا ۾ شسترن تي روڪ وجهڻ جي هلچل زور آهي. اسان لڙائي نہ ڏني آهي پر رڳو ٻڌي آهي. گذريل ٻن مهاڀاري جنگين ڪري ڪيترو مال ۽ جان جو ڳرو نقصان ٿيو ۽ ٿئين ائٽم ٻمن جي جنگ مان بيحد نقصان ٿيندو سو ٺاهيندڙ ئي محسوس ڪري سگهن ٿا. اسان لاءِ ڪچ ريس آهي ۽ ڪچ چين جو ٻي حساب ڀئو آهي.

آڪرا جي اسيمبليءَ ۾ (21_6_1962) اٽڪل بہ سؤ ٽيڪنيڪل ماهر حاضر هوا ۽ ڪي مشهور ماڻهو جي جنگ خلاف هوا. هفتو ڳڏ ويٺا ۽ انهيءَ ۾ هندستان مان فقط پنج ڄڻا ها ۽ مان انهن مان هڪ هوس. ڪو بہ پنجن ۾ ماهر نہ هو. بلڪ/اهي بحث اهڙا ٽيڪنيڪي هوا جو اسين اڻچاڻ ڪچ بہ سمجهي نہ سگهياسين. ڪانفرنس پنڌرنهن کن ڪتابڙيون جمع جي مسئلي تي ڇپايون هيون جي اسين پڙهي ڪچ ٿو ور سمجهي سگهياسين. بحث ۾ ڪو بہ ڀهرو نہ وٺي سگهياسين، رڳو وات ڪولي عجب ۾ ويهي ٻڌوسين. پر جيڪي جنگ خلاف هوا تن سان خوب ملياسين ۽ اهي يورپ ۽ آميريڪا ۾ پرڪيات هوا.

ستن ڏينهن کان پوءِ ڪتابڙين ۽ ڪاغذن جو ٿلهو ڪٺي اسين لنڊن ۽ برلن مان ٿيندا ماسڪو جي ڪانفرنس ۾ وڃي شامل ٿياسين. هي Peace ڪانگريس روسي سماج وادين سڏائي هئي ۽ فقط نالي ۾ دنيا جي سيني ملڪن جي ڪانگريس هئي. انهيءَ ۾ به هزار ڊيليگيٽ 121 ملڪن مان آيل هوا. تنهن کان سواءِ پنج سؤ جٹا خابرو Observers ۽ به سؤ اخبارن جا عيوضي هوا. ڪانفرنس ڏي ڏهه هزار ڪن تارون واڌاين جون آيون ۽ ڪانفرنس ماسڪو جي نئين ۽ شاهي محل ۾ ٿي. آميريڪا مان 190 جٹا، انگلنڊ مان 140 ۽ هندستان مان 135 ڊيليگيٽ آيا هوا. هر ڪنهن ملڪ جي ڊيليگيشن ڪي پنهنجو ليڊر هو ۽ اسان جي شريمتي راميشوري نهرو ليڊر هئي. هر هڪ ڊيليگيشن ڏار ويهي گڏيل رايو لکي ۽ پوءِ ڪانفرنس ۾ ڪاغذ پيش ڪندي هئي. خيال جي آزادي نه هئي، ۽ ايڏي مجموعي ۾ ٿي به نٿي سگهي. هڪ شاهي پردرشني هئي ۽ دنيا جي ملڪن ۾ ڏاڪو وجائڻ لاءِ ته روس به جنگ خلاف آهي. پر هڪ مهينو اڳ روس اوچتو پنجاهه آزمايشي زير زمين وسقوٽ ڪيا هوا.

ڪانفرنس ۾ صلح ۽ جنگ بند ڪرڻ جي ڪا به ڳالهه ڪا نه هئي. هٿيار گهٽائڻ بابت ۽ ڪيترا ۽ ڪهڙا گهٽائجن انهيءَ ۾ ٿي منجهي پيا. ڪا به حڪومت يڪطرفو هٿيار يا ائٽم بم بند ڪرڻ واري نه هئي: نڪو ڪو اهڙو زبردست ليڊر هئو جو ڪانفرنس تي پنهنجو ڏاڪو جمائي سگهي. جپان ۽ هندستان ۾ ڪجهه اُميدون هيون پر انهن جو آواز جهپيل ۽ گهٽيل هو. سيني جي سر تي اهو يوت وينل هئو ته دنيا جي ٽن سؤ ڪروڙ آدم ۾ هر هڪ انسان جي مٿان 500 ٽنن جا خوفناڪ ڦاٽندڙ بم تيار رکيا هوا: ته هڪ وار جنگ چڙي ته پوءِ ڪو به ملڪ پاڻکي انهيءَ جي اثر کان بچائي نه سگهندو. ته ڪيئن حڪومتون جن وٽ هن وقت اٽوشستر نه آهن تن وٽ اهي موجود رهندا. ڪا نه ڪا حڪومت غصي ۾ يا ڀل ۾ آٽو بم ڇوڙيندي ته

پيا ملڪ پاڻ کي روڪي نہ سگھندا، تہ ائٽم بم جي ناھڻ جي روڪڻ جو ھي وقت ھو ۽ پوءِ روڪي نہ سگھبو. ھاڻي رڳو اٽوشستر کي روڪڻ ڪافي نہ آھي. پر سيني شسترن تي بندش وجھڻ گھرجي، اھا بندش اھڙي جبري ھجي جو پنجن سالن اندر دنيا بنا ڪنھن بہ شستر جي ھجي، تہ ھر سال جيڪي، جيترا ۽ جھڙا شستر آھن تن جو ڏھہ پندرھن سيڪڙو انداز گھٽايو وڃي، پر سيني جي من ۾ ھو تہ ڪو ملڪ شل ھمٿ رکي يڪطرفو قدم کڻي. ڪانفرنس 1962 ۾ ماسڪو ۾ تي ۽ ھاڻ جون 1970 آھي. چين ھڪ زبردست Satelite چوڙيو آھي ۽ چوڙيندو رھندو. ھندستان بہ ڏپ وچون ڪونہ ڪو اھڙو ڪم ڪندي. ڳالھيون بندش وجھڻ جون ۽ ڪارناما وڏيڪ ملڪن ۾ وڏيڪ پيانڪ بم ناھڻ جا آھن. انسان انسان کي نيست و نابود ڪرڻ لاءِ ٻانھون ڪنجھي بيٺو آھي. ڪنھن بہ ھڪ انسان جي دماغ ۾ ڪا رڳ ترڪي ناھي، پوءِ ويتنام ۾ يا مصر ۾، تہ دنيا شايد ھڪ پنيٺ جو گولو بڻجي پوي. انسان مشين جي وس ۽ مشين تقدير جي ھٿ ۾ ۽ تقدير شايد چاھي ٿي تہ انسان انسانيت وساري شو جو ڪرال ويس ڏاري وناشڪاري ناچ نچي. برھمانڊ ۾ شايد اھڙا تانڊو ٿيندا ھوندا. ھر ھر. بم بم پولانات.

# ڀنگي [ڪشت] امڪتي

اڳ ڄاڻائي آيو آهيان تہ ڪيئن 1932 ۾ ائُ نڪر ٻاپا سان دهليءَ ۾ وڃي گڏيس تہ هن مون کي اُڪير مان جهلي ڪرسيءَ تي وهاريو ۽ پوءِ گانڌيجيءَ جي آڳيا سان هريجن شيوا جي ڪم ۾ لڳايو. جڏهن هندستان ۾ آيس تڏهن بہ هريجن شيوڪ سان منهنجو گهرو ناتو رهيو. پارليمينٽ ۾ ويس تہ ”سينٽرل هريجن ويلفيئر بورڊ“ جو ڏهاڪو سال ميمبر ڪيو ويس. تڏهن اهو بورڊ هوم منسٽري جي ماتحت هو ۽ شري گووند ولڀ پنت هوم منسٽر جي حيثيت ۾ بورڊ جو چيئرمين هو. سال ۾ بورڊ بہ پيرا پنت جيءَ جي بنگلي تي گڏبو هو ڇو جو هن ڪم ۾ سندس گهڻي دلچسپي هئي.

سال 1956 ۾ هڪ ميمبر سوال اُٿاريو تہ آزاد هند ۾ ڀنگي وشٽا جون ڪچيون ۽ ڪليل ٽوڪريون مٿي تي کڻي گند جي گدام (Depot) تي پهچائين ٿا. اهو نظارو نهايت غليظ آهي ۽ اهو رواج لعنت جوڳو آهي. سرڪار کي اهو بند ڪرڻ گهرجي. پنت جيءَ کي اها ڳالهہ من ۾ چڀي ويئي ۽ هڪدم پنجن ميمبرن جي ڪاميٽي ناهي ويئي تہ ”مٿي تي گند جون ٽوڪريون کڻڻ ڪيئن بند ڪجن. تنهن بابت ڪاميٽي سفارشون ڪري.“ ٻئي سال 1958 ۾ ڪاميٽيءَ هڪ سوالنامو تيار ڪري ملڪ ۾ ڦيرايو ۽ 1958_1959 يعني ٻن سالن جو ملڪ جي هر هڪ پرانت ۾ دورو ڪيو ۽ هر هڪ پرانت ۾ پنج يا ڇهہ ميونسپالٽيون ڏٺيون. تان جو 1960 ڪاميٽيءَ رپورٽ پيش ڪئي ۽ جيئن تہ مان ڪاميٽي جو چيئرمين هوس تيئن رپورٽ جو سرڪاري نالو هو ( Report of scavenging Conditions (Enquiry Commettee. پر چالو نالو پئجي ويو آهي Malkani Committee Report . ڀنگين بابت 223 سفارشون ڪيل آهن ۽ جيئن تہ سرڪار سمجهو تہ انهيءَ ڏنڌي بابت ڀهرين ۽ پوري رپورٽ هئي تنهن ڪري حڪم ٿيو تہ سيني پرانتڪ ٻولين ۾ ترجمو ڪئي وڃي. انگريزيءَ ۽

هندي ۾ رپورٽ تيار ٿي تہ ايتري ۾ چين جو حملو ٿيو ۽ وڏيڪ ترجما بند ڪيا ويا. پوءِ هريجن سيوڪ سنگهہ فقط 223 سفارشن جون ڪتابڙيون انگريزيءَ ۽ هنديءَ ۾ شايع ڪيون ۽ انهن جو خوب پرچار ڪيو.

جڏهن ڪم شروع ڪيوسين تہ ڏنوسين تہ سڄو ڏنڊو "الف" کان وٺي "ي" تائين گندو هو. ڪاڪوس جي بناوٽ، وشتا ميڙڻ، ميڙي پوءِ ٽوڪري ۾ ڪٽڻ، گڏ ڪري گودام مان گاڏين ۾ ڪٽي وڃڻ، گاڏيون وڃي ڍلاو (dumping ground) تي خالي ڪرڻ ۽ آخر اهو کڏن ۾ پورڻ. انهن سڀني ۾ ڪاڪوسن مان گند ميڙڻ ڪنو ڪوجهو ڪم هو نہ سر مٿان ٽوڪرين کي ڍوئڻ جو. ڪاميٽيءَ کي فقط ٽوڪريون بند ڪرڻ جو ڪم ڏسڻو هو پر هن چئن پنجن ٻين ڪڪرمن ڏي بہ ڌيان ڇڪايو ۽ 223 سفارشن جو هڪ پوٿ تيار ڪيو. سڀ سفارشون وزارت ۽ پارليمينٽ سويڪار ڪيون ۽ تڏهن جي گرهہ منتري شري لال بهادر مون ڏي هڪ شڪر گذاريءَ جو خط لکيو.

ٿوري ۾ هي سفارشون هيون: (1) ڀنگين کي لوهہ جو هڪ ڪرچڻ (Scraper) ڏنو وڃي، جنهن سان گند ميڙي ٽوڪري ۾ وجهڻ ۽ هٿ نہ خراب ڪن. قيمت هڪ رپيو (2) ميڙڻ کان پوءِ اهو ڍڪيو بالٽيءَ ۾ وجهن: قيمت اٺ رپيا، ٻہ ٻہ بالٽيون ڪٽي وڃڻ لاءِ لوهہ جي هلڪي هٿ گاڏي يعني (Wheel burrow) ڏني وڃي جا گند گدامن تي پهچائي: قيمت ڏيڍ سؤ رپيا. پڇاڙيءَ ۾ موٽر ٽرڪون ڍلاو تي وڃي ڍوئين ۽ ڍگهين کڏن (Trenches) ۾ وڃي خالي ڪجن: ڍلاو تي ڪم لاءِ ڀنگين کي رٻڙ جي تري سان جتيون ڏنيون وڃن جيئن سندن پير نہ خراب ٿين: قيمت ڏهاڪو رپيا. سفارشون ٿوريون، هلڪيون ۽ سستيون پر عمل ۾ ڏاڍيون ڏکيون. هٿ گاڏن، ڪرچڻ، دستانن ۽ جتين لاءِ 75 سيڪڙو دان ۽ (Grant) هڪ دفعي ڏيڻ لاءِ سرڪار بہ ڪروڙ ڪيئي ڏنا.

ساڳيءَ ڪاميٽيءَ کي ٻه سال ٻيا مقرر ڪيو ويو تہ دورو لڳائي رپورٽ پيش ڪري تہ ڪيتري قدر سفارشن جو عمل ٿيو هو. اسان ڏٺو تہ هڪ ڪم تي جيڪو سو ڏيان ڏنو ويو هو هٿ گاڏين تي. پرانٽ پرانٽ ۾ گاڏي جو نمونو اور ۽ غلط آخر هڪ ماڊل نموني ڏسيو ويو پر ٽيسين ٻن سالن اندر گرانٽون کپي وييون. گاڏي جي مرمت، گاڏين کي ڪنهن هنڌ سنڀالي رکڻ، بالٽيون هفتي ۾ ٻہ ٽي ڀيرا ڌوئڻ، ڇهن مهينن کان پوءِ پراڻيون بالٽيون مٽائڻ سو ڪنهن کي ٻہ ياد ڪونہ هو. پايخانا اڪثري ڀنگياڻيون صفا ڪنديون هيون ۽ انهن گاڏن هلائڻ کان ٽوڪريون کڻڻ پسند ڪيائون. بدلبيون صفا ڪري گهرن ۾ پاٽي ڀري رکڻ يا آن رکڻ ۽ گاڏن تي بار گهمائڻ پسند ڪيائون. اسان جيڪي سستا اوزار ڏسيا هوا تن ڏي ڪنهن جو ٻہ ڌيان ڪونہ ويو. عام طرح اسان جي ڪاميٽيءَ تي نالو ئي پيو _Wheat. borrow Committee

پر سڀ کان ڳوري ڳالهہ هئي گرانٽ جي جا هوم منسٽري هڪ ڀيرو ڏني سان ڏني. پراڻيون غليظ رسمون سال ٻن ۾ ڪين ختم ٿينديون آهن ۽ رڳو ناڻي جي زور سان ڪين بدلبيون آهن. ٻہ ڪروڙ گهٽي قدر زيان ٿيا پر هڪ بنيادي فائدو ٿيو. ميونسپالٽين محسوس ڪيو تہ هن هيڏي گندگيءَ لاءِ پاڻ جوابدار هيون، ڀنگين محسوس ڪيو تہ هن گندي ڌنڌي لاءِ ڪين ساڏن ملڻ ۽ پگهار ٻہ وڌيڪ ملڻ گهرجي. پر ڪيترن جوانن ۾ ياونا پيدا ٿي تہ هي حيواني ڌنڌو ڪين ڇڏڻ کپي. ٽيون تہ سماج شيوڪن وري اهو محسوس ڪيو تہ ڀنگي شيوا اُتم شيوا هئي ۽ عام جنتا ۾ ڀنگيپڻي تي بحث مباحثا ٿيڻ لڳا. اڳئين لڪ لڪ ۽ چپ چپ ڪا نہ رهي ۽ ڪاري ڪني ڌنڌي جو اصلي روپ ڏسڻ لڳا ۽ سماج اکين تان پردو لاهي پنهنجي ڪڏي حالت ڏٺي.

جڏهن سرڪار هٽ جي گاڏن لاءِ گرانٽون ڏيڻ بند ڪيون ۽ سمجهيم ته ميونسپالٽيون ۽ ينگي اِهي گاڏا چالو نه ڪندا تڏهن ڪان وٺي مون هڪ ٻيو علاج سوچيو. جيسين هٿن سان گند ميڙيو ڪنيو ڍويو ۽ دٻيو ويندو تيسين گندگي ضرور رهندي ۽ ينگيءَ جو ڏنڌو نيچ ليکبو ۽ ينگي پاڻ اڇوتن ۾ به اڇوت رهندا. دورا ڪندي جڏهن آءٌ ڪيرلا ويس ته اُتي هڪ نئين قسم جو پايخانو (ڪيرلا ۾ به ڪاڪوس چوندا آهن) ڏٺم جو ”اُنائو“ نه پر ”جلِ بهائو“ هو. اندران هو به هو رواجي Flush latrine هو پر ٻاهران نرالو هو. پيشاب ۽ گند وهي وڃي هڪ ڪچي کڏ ۾ تي پيا، جا تي فوٽ ويڪري ۽ اٺ فوٽ اونهي هئي. هٽ سان سير مس پاڻي اُڇلڻ سان سڀ گند وهي وڃي کڏ ۾ پيو تي (۽ نه تيهه سير پاڻي جيئن وڏن شهرن ۾ ٿيندو آهي). اها کڏ چار پنج سال پيئي پرائي جيسين سڀ گند ڦري عمدو ياڻ ٿي پوندو آهي. کڏ مٿان ڪاري چن جو ٿلهو ڍڪ رکبو آهي، جو موٽر ترڪ مٿانس لنگهي وڃي. ڪل خرچ هڪ سؤ يا ڏيڍ سؤ مس. ٻا جي بانس ٻا جي مک، ٻا جو گند ميڙڻ. اُلٽو عمدو ياڻ. جڻ ته ينگيپڻو ختم ۽ ينگي ذات به ساڻس ختم.

انهيءَ پايخاني جا ڪئين هندي انگريزي نالا آهن- پر اوريام ۾ Leach cum pit, E.S.P., P.R.A., Hand flush Laetrine. ۾ بار پيتا چوندا آهن. گجرات ۾ باولا (ڳوٺ جو نالو) ۽ مهاراشٽر ۾ سُلڀ. پر پايخانو ساڳيو. اوائلي ۾ سرڪار انهيءَ کي ڳوناٽو (rural) پايخانو سڏيو. مون انهيءَ کي سلڀ پايخانو ڳوٺن ۽ شهرن ٻنهي لاءِ سڏيو. ڪي سال پرچار ڪندي هيلٽ منسٽري منهنجي چوڻ تي هڪ ڪتابڙي ڇپائي ۽ هزارين ميونسپالٽين ۾ ورهائي، ته جن شهرن ۾ زير زمين گند جو نيڪال نه آهي انهن ۾ شهرن ۾ اهو پايخانو ناراهيو وڃي. هندستان ۾ هڪ سؤ کان گهٽ شهرن ۾ اڏو گابرو زير زمين گندي پاڻيءَ جو نيڪال آهي ۽ ٽن هزارن کان

متي شهرن ۾ اُنائو ڪاڪوس (Dry) ٿين ٿا. ٻيو تہ ٻهائو (Flush) پايخانو سيپٽڪ ٽئنڪ (Septic Tank) ليٽرين کان گهڻو سستو آهي؛ پاڻي گهڻو گهٽ (هڪ سير) کپي ٿو. جڳهہ بلڪل ٿوري والاري ٿو غلاظت کي بدلي ياڻ ٿاهي ٿو. اهڙن پايخانن کي شهرن ۾ وڏي پيماني تيار ڪرائڻ جو ڪم ڪيرلا جي ڪميونسٽ سرڪار همٿ ڪري سڀ کان اڳي ڪيو. تازو گجرات سرڪار بہ اهڙا زبردست قدم کنيا آهن پر ٻيا پرانت بہ آهستي آهستي پيا ڇُرن. رڳو من جي سستي، پئسي جي تنگي ۽ انتظام جي ڪمي آهي.

ٻنگي مڪتيءَ جو سوال هاڻي هڪ وڏو ۽ اهم قومي سوال ٿي پيو آهي. سرڪار ميونسپالٽيون، صحت ۽ صفائيءَ جا ماهر، ساروجنڪ سنستائون سڀ يڪراءِ آهن تہ (1) هن کان پوءِ اُناٽو پايخانو نين جڳهن ۾ ناراهڻ بند ڪيا وڃن؛ (2) فقط ٻهائو (flush) ناراهيا وڃن (3) هر هڪ گهر ۾ پايخانو (ضروري جاءِ) ضرور ٺاهيو وڃي (4) هن شاهي ڪم ۾ سرڪار کي مدد ڏيڻ گهرجي. هندستان ۾ 1971 جي آدمشماريءَ ۾ شايد ڏهہ ڪروڙ شهري آدم هجي. يعني ٻہ ڪروڙ کن گهر: پر اٽڪل هڪ ڪروڙ گهرن ۾ ڪو بہ ڪاڪوس ڪونهي. باقي هڪ ڪروڙ گهرن ۾ رواجي چلهن وارا ڪاڪوس آهن. ٻن ڪروڙ ڪاڪوسن تي ڪل خرچ اٽڪل بہ سؤ ڪروڙ رپيا ٿيندو. منهنجي خيال ۾ هڪ پتي مالڪ، هڪ پتي ميونسپالٽي ۽ هڪ پتي پرانتڪ سرڪار کي ڏيڻ گهرجي. اهو ڏهہ سالي پروگرام شهرن ۾ شروع ٿيڻ گهرجي، جتي ڪاڪوس ۽ ٻنگي ٻئي آهن.جتي سرڪار ۽ ميونسپالٽيون دان نہ ڏيئي سگهن اُتي قرض ڏين جو تن سالي قسطن ۾ موٽائي وٺن.

هي سوال مان اَهم ۽ آسان ٿو سمجهان. هندستان کي هڪ بلڪل گندو ديس ٿو سمجهان ۽ انهي بابت هڪ ڪتاب بہ لکيو اٿم. A clean

people and an unclean Country خوب هليو آهي ۽ تي پيرا چيپيو آهي.
سچي ڀهراڙي ذري گهٽ ڪاڪوسن کان سواءِ ۽ کليا پٽ ڪاڪوس ڪري سمجهي ٿي. ماڻهو لوٽو کڻي صبح شام "جهنگ" ۾ پر سچ پچ کوهه يا تلاءَ يا نهر يا درياهه وٽ ويندا آهن. اُهي کوهه وغيره بلڪل گندا ڪن ٿا. شهرن ۾ اڌ گهرن ڪي مس ڪاڪوس آهن ۽ باقي "جهنگ" ۾ وڃن ٿا. يعني پاڙي واري جي گهر ٻاهران يا ڪڏ ۾، يا پاسي کان ميدان ۾ وغيره. هندستان ۾ ڪو رستي کان لهي هيٺ ميدان ۾ ويو ته ڦاٿو. ڪٿي پير رکي ڇو جو هر هنڌ گند پيو آهي. شهرن ۾ ماڻهو کلي ڪلايو رستن تي وهن ٿا. جو ڏسي پرديسي ماڻهو عجب کائين ٿا هي ماڻهو آهن يا ڍور. شهرن اندر نالي ۾ ڪاڪوس پر سچ پچ دوزخ آهن. "اگر دوزخ بروي زمين است همين است. وهمين است وهمين است." ڀارت ديس جو اسان صفائي جي سانگي اهو حال ڪيو آهي.

هڪ ڀيري ڀارت شيوڪ سماج جي ڪم ڪندڙن کي پنڊت نهرو ٻه اکر چيا ته "مونکان وس پڄي ته هڪ ڏينهن اندر شهرن جون گنديون بستيون (slums) ڊهرائي پٽ ڪري ڇڏيان." مان پاسي کان بينو هوس ۽ ونايم ته "منهنجي وس هجي ته ساري ديس جا ڪاڪوس ڊهرائي پٽ ڪري ڇڏيان." هن جي وس گهٽو ئي هو پر هن جو ڏيان ننڍين خرابين ڏي گهٽ هو. منهنجي وس گهٽو گهٽ هو پر هن ڪم ۾ مون وسان ڪين گهٽايو آهي. هزارين ڪاڪوس ۽ گندگي جا ڍير ڏسي منهنجو نڪ شايد گسي ۽ سسي ويو آهي. مان ڀانيان ٿو ته سيني هندستانين جو نڪ ذرا نيارو ۽ منو ٿي ويو آهي. بين لاءِ جي گندگيون بانسون آهن سي سڀ اسان لاءِ روز مرهه جون رواجي ڳالهيون آهن. گندگي دور ڪرڻ ۾ اسين جهوني جڳ جا جوڳي آهيون. اهو سر رڳو مان نه پر سڄو ملڪ پيو ٻولي.

هندو سماج پراچين ڪال کان چئن ورڻن ۾ وڙاهيل هو: برهمڻ، ڪتري، وئش ۽ شودر. اُهي ورڻ ڪرم يعني ڌنڌي موجب ۽ اُهي ڌنڌا شروع ۾ اباڻا ۽

موروثي هوندا هوا. صدين گذرندي ڏنڌي مٿان گڻ بہ ٿاڦايا ويا ۽ سمجهيو ويو تہ براهمڻ جا گڻ گيتا موجب "دمهہ شمهہ تپهہ شوچم...." کتري جا گڻ "شوريہ تيج، هوشياري، بهادري" وئش جا گڻ کيتي، پسون پالڻ، واپار. شودر جا گڻ "چاڪري نفري..." هندن ۾ هڪ لوڪ مڃتا ٿي تہ برهمڻ برهما جي مکي مان، کتري سندس ٻانهن، ويش پيٽ مان ۽ شودر پيرن مان پئدا ٿيو. جي ڏنڌا شروع ۾ شايد سمان هوا سي اسمان ۾ جم کان اونچا نيچا سمجهيا ويا. سنڌ ۾ چوڻي هئي تہ اُتم کيتي، وڏندڙ واپار ۽ نيچ نوڪري. ممڪن آهي تہ اڳي جڏهن هندستان آزاد هو تڏهن ائين ليکيو هو. پر صدين جي غلاميءَ اهو قصو التو ڪري وڌو. اُتم نوڪري، مڌيم کيتي ۽ نيچ واپار. هاڻ آزادي کان پوءِ وڌو ڦيرو ايندو ۽ اتم کيتي، مڌيم واپار يا اُديوگ ۽ نيچ نوڪري ليکي ويندي. جي ڏنڌا آهن تن سان ڏنڌي وارن جو گڻ يا اوگڻ نہ ليکيو ويندو. ڏنڌا ڦرندڙ گهرندڙ ٿيندا ۽ نہ اباڻا. ڏنڌن جو پيد ڏنڌي وارن جي هوشياري (Skill) موجب ليکيو ويندو. هٿ جي ڏنڌي جو اهڙو ئي مان ٿيندو جهڙو دماغي ڏنڌن جو بلڪ ڪئين ڏنڌن ۾ هٿ ۽ دماغ ٻئي پيا ڪم ايندا.
پر هندن ۾ اڃا اهو پيد رکيو ٿو وڃي تہ ڪي ڏنڌا ٻانهن جا آهن سي نيچا. تہ ڪي ڏنڌا صفا آهن ۽ ڪي گندا. پهريان اونچا ۽ پويان نيچا. پوين ڏنڌن وارن کي ذري گهٽ زوريءَ جم کان نيچو ۽ اڇوت بڻايو ويو. دنيا ۾ جتي ڪٿي دماغي ڏنڌن جو وڌيڪ قدر آهي ۽ ٻانهن جي ڏنڌن جو قدر گهٽ آهي، جيتوڻيڪ مشينن ڪري اهو پيد گهٽ ٿيندو ٿو وڃي. دنيا ۾ بہ صفا ۽ گندا ڏنڌا گهٽ بنايا وڃن ٿا.اسان وٽ اهي پيد اڃا قائم آهن ڇو جو مشين جو رواج گهٽ آهي ۽ سائنس جو علم ڪتابي آهي ۽ اهو گيان جيون ۾ نہ آهي.
ڪي ڏنڌا برابر گندا آهن۔ ڪاسائڪو ڪم، چمڙي جو ڪم، گند ۽ گونهہ کڻڻ جو ڪم، شراب ناهڻ جو ۽ وڪڻڻ جو ڪم. انهن ڪمن تي هندن ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو ۽ ڏنڌا ڪڏا ۽ وڌيڪ گندا ڪري ڇڏيائون. ياڻءِ تہ

اُهي ڏنڏا ئي هوا ۽ ڏنڏا ڪنڌڙ هندو سماج کان ٻاهر هوا. اڇوت هوا ۽ ڄاتي ڄم کان اڇوت هوا. گندو ڏنڌو ڇڏي ٻيو ڪو ڏنڌو وڃي ڪن ته به اڇوت هوا ۽ پيڙهين کان وٺي اڇوت هوا ۽ رهندا. هندن جو ڌرم ۽ تتو گيان اعليٰ پر انهن جو سماج، ڌرم ۽ رواج، اڌرم ٿي پيو آهي. منهنجي خيال ۾ اڇوتپڻي جو ويچار ۽ مڃتا ٻئي اڌرمي آهن ۽ تياڳ ڪرڻ کپن. اهو مهاتما گانڌيءَ اسان کي سيکاريو ۽ هندو ڌرم کي پراڻي پاپ کان پوتر ڪيائين.

ٻيو ته گندا ڏنڌا به ضروري ڌنڌا آهن پر انهن کي سائنس جي هر طرح مدد وٺي صاف سٿرو ڪرڻ گهرجي. ڀنگي ڏنڌي کي صاف ڏنڌو ڪرڻ، بلڪ ڀنگيپڻي جون پاڙون پٽي ڪيڏڻ، منهنجو جڻ مکيه جيون ڪاريه ٿي پيو آهي ۽ خاطري اٿم ته جلد اهو ڪارج منهنجي جيئري يا جلدئي سڌ ٿيندو. پوءِ اڇوتپڻي جي پاڙ پٽجي ويندي ۽ سڄو ڀارت صاف ۽ سٿرو ٿيندو. پر ڀنگي معنيٰ شايد ڀڳل تٽل انسان، سو اڇوتپڻو ناس ٿيڻ سان ئي انسان سڄو ٿيندو. سو تڏهن جڏهن جات پات ناس ٿيندي ۽ جنم کان اونچ نيچ جو ڀيد مٽجي ويندو. اهو ڪم ڳرو ۽ تيهان وڏيڪ ضروري آهي. تنهن لاءِ ڪو ٻيو گانڌي گهرجي يا ڪو سماج ۾ انقلاب اچي. ايشور جي شرشٽيءَ ۾ گانڌي درلڀ آهن پر انقلاب ڪئين ٿين پيا. زماني جي اها طلب آهي ته ڏنڌن ۾ اونچ نيچ نه ٿيڻ گهرجي ۽ نيچ ڏنڌن وارا ڄم کان اڇوت نه ليکيا وڃن. منهنجو ايمان آهي ته اهو انقلاب ضرور ايندو ۽ جلد ايندو. گيتا جي پنجين آڌياءَ ۾ چيل اهي ته ”وديا ونيه وارو برهمڻ گئو هاٿي، ڪتو ڪتو کائيندڙ- تنکي سياڻو سم درشٽيءَ سان ڏسي ٿو.“ سيني ۾ ساڳي آتما پسي ٿو. ڪئين سلوڪن ۾ سم بڌي، سم ڀاونا اُچاريل آهي. الائي ڪهڙي انڌ ۾ اسان سماج ۾ اسمانتا آندي آهي.

# جيون تڪ شيوا ڪم

پارليمينٽ ۾ 1952 کان 1962 تائين ڏهہ سال هوس. ڇهن سالن کان پوءِ گانڌي پيس فائونڊيشن وارن هڪ آڇ ڪئي تہ فائونڊيشن جو سيڪريٽري ٿي ۽ جيترو پارليمينٽ مان ملندو اوتيئي سو ڏينداسين، بشرطيڪ ميمبريءَ جي استعفا ڏيندين. مفت ڪم ڪرڻ قبوليم پر ميمبري ڇڏڻ قبول نہ ڪيم. جڏهن اٺ سال کن گذريا تہ ماتا راميشوري نهروءَ چيم تہ ميمبري ختم ٿيڻ بعد اچي هريجن سيوڪ سنگهہ جو سيڪريٽري ٿي ڪم هلاءِ. اها آڇ بہ قبول نہ ڪيم. ڇو جو مون ۾ سيڪريٽري ٿيڻ جون لياقتون نہ هيون. آفيس سنڀالڻ، حساب ڪتاب صاف رکڻ، سڄي ديس ۾ ويهارو شاخن تي تکي نظر رکڻ ۽ سڀ ماڻ ميٽ ۾ ڪم هلائڻ.ڪم گهڻو ۽ ٻئي قسم جو هو. مان تہ پروفيسر جي سڀاءَ جو هوس. لکڻ، پڙهڻ، ڳالهائڻ، دورا ڪرڻ، ملڪ ۽ دنيا ۾ ڇا پيو هلي سو جاچڻ، لائق ماڻهن سان گڏجڻ ۽ عمديون سنستائون ڏسڻ وغيره. تن ڏينهن ۾ پنگي مڪتي ۾ بہ گتيل هوس. پنجن ڪاميٽين جو ميمبر، تن مان ٽن جو چيئرمين، ۽ پنج پيرا سڄي ڀارت جا دورا لڳائڻ. سوچيم تہ هريجن ڪم، سو بہ ڀنگين جي شيوا جو ڪم، ڪندس پر هريجن سنگهہ جو سيڪريٽري نہ ٿيندس. شڪر جو جلد ئي ماتا راميشوري نهروءَ جي آس پوري ٿي ۽ هڪ قابل ۽ لائق ۽ اُتساهي سيڪريٽري شري جيون لال جيرامداس ملي ويس ۽ جنهن جلد ئي ڪم کي زور وٺايو.

ڪڇ وقت خيال آيم تہ ڇو نہ موٽي پنهنجي ڪڇ ۾ وڃان ۽ پنهنجي وطني شهر گانڌيڌام جي وڃي شيوا ڪريان. ڀائي پرتاب ڪنهن اندر جي جوش وچون هڪ عمدو بندرگاهہ سنڌين جي وطن لاءِ ڳولي لڌو هو جو هر طرح سنڌ جي هوند سڪي لاهي. هڪ آدرشي شهر بڻايو هوائين. منجهس ڏنڌي جو هوش، شهر اڏڻ جي قابليت ۽ ڪو سنڌين لائق وڏو ڪم ڪرڻ جو

جوش هو. پر هڪ خاصيت جي ڪمي هيس. شهر وسائڻ جي. نہ پاڻ شهر ۾ اچي وينو ۽ نہ ٻين کي آڻي وسائي سگهيو. گهٽو ئي چاڻندو هو پر ڪم ۾ ساٿي ڳولڻ نہ چاهيندو هو. نگرواسي جي رهندا هوا سي جڻ "پرتاب نگرواسي" هوا ۽ ائين نہ سمجهندا هوا تہ هي ڪو اسان سنڌين جو نگر هو. منهنجو ساڻس 1927 کان وٺي جهونو ۽ سنو سنبنڌ هو. گهڻي.ئي دل جون ڳالهيون مون سان اوريندو هو پر ڪڏهن ڪو اشارو بہ ڪو نہ ڏنائين تہ ڇو نہ هاڻي گانڌيڌام ثو اچي وسائين؟ اها شهر جي بدقسمتي آهي تہ سندس ديهانت کان پوءِ هيڏو شهر پاڻ تہ ننڌڪو ٿي پيو آهي. ڇو جو اهو ڪو نہ سوچيائين تہ مون کان پوءِ ڪير؟ هميشہ انديشو ڪيس بہ هوندو تہ مان سياڻي هوندس يا نہ؟

پر شڪر جو ٿئين هنڌان بہ آڇ آئي جا سال کان پوءِ مون قبولي. دهليءَ ۾ شري شيوڪرام ڪرمچند لاجپت ڀون ۾ رهندڙ جو لالا لجپتراءِ جي لوڪ شيوا منڊل (A.I.Servants of people Society). جو ڪن سالن کان جيون تڪ ميمبر (Life Member) ۽ انهيءَ وقت سيڪريٽري هو. اسان جو پاڻ ۾ رستو جهونو ۽ ويجهو هو. شيوڪرام شيوا جي جنسي مورتي هو ۽ سيڪريٽري بہ آدرشي. سنڌ ۾ اسان گڏجي هريجن شيوا ۽ هن ٻنگي شيوا بہ ڪئي هئي. مزاج ۽ سڀاءُ بہ نهڪي ٿي آيا. هوڏانهن سوسائٽي ۾ ڪيترا پراڻا قومي شيوڪ هوا جن ۾ آءُ بہ هڪ هوس. اهڙي ڪٽنب جو ڀاتي ٿي قومي ڪم ڪرڻ ۽ بي گهر ٿي آخر جا چار ڏهارا لاجپت ڀون ۾ سڪيارٿا گذارڻ، تن منهنجو من موهيو. ميمبر ٿيڻ قبوليم ۽ 8 اپريل 1962 صبح جو 115، نارٿ اوينيو مان تپڙ سوئي اچي لجپت ڀون ۾ رهيس. جڳهہ سٺي، اڳيان چگيرو گاهہ جو ميدان، پنيان موچارو ٻاچيءَ جو باغ ۽ چارو طرف نگرواسين جون ڀرورتيون ۽ ڪارج. وڏو ڪٽنب ۽ جهجها ٻاڙيسري ڏسي دل خوش ٿي ۽ جلد انهن سان رلي ملي ويس.

مون حياتيءَ ۾ ڪي اهم فيصلا ڪيا آهن جي هاڻ سمجهان ٿو ته ٺيڪ ڪيم. هڪ اهو ته وڪالت نه پر پروفيسري ڪيم. جيتوڻيڪ پتا ناراض ٿيو. ٻيو ته سرڪاري نوڪري ڇڏي ڪري قومي ڪم هڪ اعليٰ انسان جي رهبريءَ هيٺ ڪيم. ٽيون ته سنڌ ڇڏي هريجن شيوا ڪيم. منهنجي درشٽي ۾ پوءِ رڳو سنڌ جي نه پر اکل ڀارتيه جي ٿي. چوٿون ته جيون جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ اکل ڀارت سنسٿا جو ميمبر ٿيس ۽ خانگي گهر ڇڏي راشٽريه ڪٽنب جي گهر ۾ لنگهي پيس.

پر شروع کان وٺي مون سوسائٽيءَ وارن کي چتايو هو ته آءٌ مکيه ڪم ڀنگي مڪتي جو ڪندس. پهريان ٻه سال آءٌ سوسائٽيءَ کان آجيوڪا لاءِ ڪجهه ڪين وٺندو هوس ۽ هريجن شيوڪ سنگهه ۽ ڀارت شيوڪ سماج کان گهرج سارو وٺندو هوس. پر پوءِ شري لال بهادر شاستريءَ مونکي پڪو ميمبر ڪيو ۽ سو به 74 ورهين جي عمر ۾. اها سوسائٽيءَ جي لائقي هئي جو ايڏي وڏيءَ عمر ۾ پنهنجي نڍي ڪٽنب ۾ مون جيڏو ڀاتي ورتائون. هن وقت سوسائٽيءَ ۾ 22 ميمبر آهن جن کي ويهن سالن تائين ضروري گهرجون پوريون ڪرڻ جيترو اُجورو ملندو آهي. شروع ۾ ميمبر راشٽري ڪمن ۾ لڳل هوا پر پوءِ گهڻو ڪري سڀ آزاديءَ جي هلچل ۾ گهڙي پيا. پرشوتمداس ٽنڊن، ٻلونتراءِ مهتا، لال بهادر شاستري ۽ هن وقت وشوناٿ داس پريزيڊنٽ ٿيا ۽ سيني آزاد ڀارت ۾ وڏا عهدا ماڻيا. تنهن ڪري گهڻا ميمبر سياسي خيالن جا آهن ۽ ڪوشش ڪري وڏان سياڻن ۾ لوڪ سڀا ۾ گهڙڻ چاهيندا آهن. جيئن ته اڪثري ڪانگريسي پارٽيءَ جا ميمبر هوا، تيئن ڪانگريس چونڊن ۾ خوب ڀهرو وٺندا آهن. هن وقت ڪانگريس جي پروگرام ۽ نيتيءَ بابت ڪانگريس پارٽيءَ ۾ ڦوٽ پئجي چڪو آهي ته اسان جي ميمبرن ۾ به ڦوٽ نظر اچي ٿو.

پر سيني کي چنتا آهي تہ لوڪ تنتر کي ڪئن خطرن کان بچائجي ۽ ملڪ ۾ ڪئن ايڪتا پيدا ڪجي. انهيءَ لاءِ سوسائٽيءَ جي راجنيتي ويا ڳ ۾ هڪ "لوڪ تنتر رکشا پرشد" ناهي ويئي آهي، جنهن جو شري درگاداس، مشهور اخبار نويس، پريزيڊنٽ ۽ مان وائيس پريزيڊنٽ آهيان. راجنيتي ميدان ۾ سچائي آڻڻ ۽ مخالف فرقن جو پاڻ ۾ اتحاد آڻڻ. پهرئين ڪم ۾ منترين جا اجايا خرچ ۽ بيهودا لاڳے (Perquisities) هلچل مچائي گهٽ ڪجن ۽ پوءِ پارليمينٽ جي ميمبرن تي ڪا بہ واجبي روڪ وجهجي. انهيءَ جو اثر اُميد آهي تہ نيٺ سڄي سرڪاري عملي تي پوندو. جئن پريشد زور پريندي تئن ووٽرن کي سندن فرضن ادا ڪرڻ سيکاريا ويندا ۽ لوڪ تنتر جي پاڙ پڪي ڪئي ويندي. انهيءَ پروگرام ۾ گهڻو ڪري سڀ شامل ٿيندا ۽ هڪ راءِ تي هڪ ئي هلچل ۾ ملڪ جي خدمت ڪندا.

جڏهن 1962 ۾ سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيس تڏهن سندس دهليءَ واري ڪم مونکي ڇڪيو. 1960 ۾ لجپت پون اڏجي تيار ٿيو تہ ڪليل پٽن تي ڪي ٻيڙا اچي وهندا ۽ دل بهلائيندا هوا. جلد هڪ رٽائرڊ عملدار ساٿن اچي شامل ٿيو ۽ ٻين جي ٽولي ۾ هڪ نئون پراڻ وڌائين. صبوح جو گڏجي پرارٿنا ڪندا هوا ۽ سانجهيءَ جو پاڻ ۾ ڪچ ڇهل پهل يا ڪنهن سماجي سوال تي بحث مباحثو ڪندا هوا. وقتي ڪنهن ساڌوءَ کي يا ڪنهن قابل شخص کي آرتوار ڏينهن ڪوٺايو ويندو هو. تان جو اٽڪل ٽيهارو ٻين جو هڪ ميڙ پڪو ٿي ويو هو.

ڪنهن ڏينهن سري شيو ڪرام کي خيال آيو تہ ڇو نہ گهر گهر مان "مني دان" يا هڪ پئسو ونجي ۽ هن ڪم ۾ ٻيو هڪ اُتساهي ٻيڙو بہ ملي ويس تان جو اٽڪل 1274 ميمبر ٿي ويا جي ماهوار 1300 رپيا گڏ ڪري ايندا هوا. اهو ڌن هڪ ڪاميٽي ترت ويهي پاڙي جي گهرجائو گهرن ۾ ورهائي ٿي. گهرن ۾ ٻارن کي سکيا ڏيئي، ڪو ڏنڊو سيکاري گهر کي

پنهنجن پيرن تي بيهارين ٿا. پاڙي جي گهرن سان واقفيت ٿئي ٿي ۽ پاڙي جي گهرن جي سک دک جي جوابداري ڪٽجي ٿي.

هڪ ڏينهن هڪ بيمار ضعيف پر پڙهيل جوان ڇوڪري لاجپت پون ۾ اوچتو گهري آئي ۽ جيڪي ننڍا بار ڏنائين تن کي ساڻ وٺي رانديون ڪرايائين. پوءِ روز اچڻ لڳي تہ ڪاڏي ويئي بيماري ڪاڏي ويو ضعف. پهرئين سال ٻاراڻو ڪلاس کوليائين ڇاڪاڻ تہ ٻارن کي پاڙهڻ ۾ سندس شونق هو ۽ هر هڪ سال هڪ نئون ڪلاس کوليو ويو. هن سال 1971 ۾ نوَ ڪلاس آهن ۽ ٽن بعد پورا يارهن درجا ٿيندا. هاڻي اسڪول جي جڳهہ بہ پيئي نهي- يا پن مان، ٻارن ۽ سندن مائٽن جي مدد سان ۽ پاڙي وارن جي قرب سان. هن وقت اهو اسڪول دهلي ۾ هڪ آدرشي اسڪول ڪري ليکيو وڃي ٿو ۽ ڪل اٽڪل 500 وديارٿي منجهن پڙهن ٿا.

شيوڪرام هڪ ٻئي رٽائرڊ ماڻهوءَ سان گڏجي گهر گهر مان پيو نہ تہ هڪ ڪتاب يا هڪ اخبار پني ايندو آهي. هن وقت لئبرري ۾ اٽڪل 25000 ڪتاب، 165 اخبارون اچن ٿيون. اسڪول وري هڪ ٻال سيا کولي، جنهن ۾ ٻار سنگيت ناچ وغيره سکن ٿا. لبئرري وارن وري ”ڪلچرل فورم“ کوليو جنهن ۾ هفتيوار ليڪچر ماهوار وندر ۽ سماجي ناٽڪ ۽ گانو بہ ٿئي ٿو. ڪي دوست روز صبح جو گڏجي آسن ڪندا آهن ۽ هڪ ساٿي ڪين آسن ڪرائيندو آهي. ڪنهن کي خيال آيو تہ ڇو نہ هڪ ننڍڙو دواخانو کولجي. هڪ هوشيار ۽ شيوڪ ڊاڪٽر ملي ويو ۽ هڪ پيو بہ هنکي مدد ڪري ۽ کوٽ واڌ جو حساب رکي ٿو ۽ ساري کوٽ پاڻ پري ٿو. ممڪن آهي تہ ڪنهن ڏينهن هڪ سندر آکاڙو بہ نهي ويندو. جنهن ۾ ديسي پرديسي کيل سيکاريا وڃن.

ائين هڪ مان بہ تي ڪم ڦٽي نروار ٿيندا ويا ۽ هن وقت ڪل ٻارهان عملي ڪارج هلن پيا ۽ 262 ميمبر آهن، جي ساليانا ڇهہ رپيا ڏيندا

آهن. ڪنهن بہ ڪم جي گهرج سمجهبي آهي تہ ڪو لائق ۽ جوابدار Convenor ڳولبو آهي. اهو سڀ جوابدارين پاڻ تي کڻندو آهي- ميمبر ڪرڻ ۽ اٺ آنہ ماهوار اُڳاڙڻ ۽ ڪم ڪي همٿ سان اڳتي وڌائڻ. هڪ بہ ڪم ۾ عام چونڊ (Election) جو نالو ڪونهي. اتساهي ڪم ڪندڙن جي شخصي چونڊ (Selection) ساٿين جي يڪراءِ سان ٿيندي آهي. پئسو مليو سو خرچ ٿيو ۽ سرڪاري دان جي محتاجي ڪانهي. انهيءَ ڪري لڄپت پون جڻ انهن ماڻهن جو مانارو آهي جي شونق وچون شيوا ڪن ٿا ۽ سماج کي ڪجھ ڏين ٿا پر ونن نٿا. اهو لوڪ شيوا جو هڪ آدرشي ڪم آهي. سڄو ڪاريہ لوڪ شيوا سمتي طرفان هڪ شيوا منڊل جي نظر هيٺ هلي پيو. سمتي جو سيڪريٽري شري شيوڪرام سماج جو بہ سيڪريٽري ۽ پريرڪ آهي. مان سماج جو ميمبر سمتيءَ جو چيئرمين ۽ شيو ڪرام جو ساٿي آهيان.

شهرن ۾ سامو هڪ شيوا جو هي هڪ آدرشي مثال آهي. سرڪار جي پروگرام ۾ ڪيترن وڏن شهرن ۾ اهڙا ساموهڪ شيوا ڪيندر هلن پيا پر سرڪاري ناٽي سان. سرڪاري ماڻهن جي مدد ۽ سرڪاري ڊنگ سان. پئسي جو ڳچ خرچ. شيوا ٿوري ۽ پاڻ ۾ ڪٽنبي طرح رهڻ ۽ مدد ڪرڻ بنهہ نہ. لڄپت پون ۾ هڪ بہ سوسائٽيءَ جا ميمبر رهن ٿا جي جيون تڪ شيوڪ آهن. انهن جي آسري ٻيا شيوڪ بہ ملي وڃن ٿا. جي نالي ماتر اُجوري تي يا بنا اُجوري سڄو ڏينهن يا اڌ ڏينهن شيوا ۾ ڏين ٿا. انهن شيوڪن جو سچي پاڙي سان دوستاڻو رستو آهي ۽ سڄو پاڙو پاڻ ۾ تہ هڪ ڪٽنب ٿيو پوي. خيال آهي تہ لڄپت پون هڪ مرڪز بڻجي جنهن جي چوڌاري ڏهہ پندرهن ننڍا "پاڙا" چار سؤ يا پنج سؤ گهرن جا ٿين ۽ سڀ گڏجي هڪ وڏي گڏيل ڪٽنب وانگر رهن. اڄ ڪالهہ جي شهرن ۾ لکين ماڻهو الڳ رهن ٿا ۽ هڪ ٻئي کي نہ سڃاڻن ٿا ۽ نہ سڃاڻڻ چاهين ٿا. شهري سماج چِر چِر اڪيلن

انسانن جو تي پيو آهي جي انسائن وانگر انسانيت ۾ نتا رهن، پر سوارٿ ۽ ريس ۽ لوپ ۾ رهن ٿا. اهي ڪئن هڪ ٻئي کي سڃاڻن، هڪ ٻئي سان برادريءَ ياءُ رکن ۽ هڪ ٻئي جي گهرج پوري ڪن. اها هن وقت جي تقاضا آهي.

## جيون ڇا لاءِ؟

تاريخ 12 سيپٽمبر 1966 جو دهليءَ کان گانڌيڌام (ڪڇ) ۾ هڪ بجي رات جو پهتس. صبح جو اُٿڻ سان پيٽ ۾ ڪڇ گڙ ٻڙ سمجهيم. هڪدم ويس ۽ بلڪل صفا پيٽ آيو. پوءِ ڀانيم ته جيڪر ڦيءَ ڪريان پر نه آئي. سال ٻن کان پوءِ ڪڏهن سفر ڪندي ائين ٿيندو هوم ته هڪ ٻه پيرا ڪاڪوس ۾ هڪ ٻه پيرا ڦيءَ ڪيندو هوس ته پيٽ صاف ۽ بت نيڪ ٿي پوندو هو. اڌ ڏينهن آرام ڪندو هوس ۽ پويون اڌ ڏينهن ساڳيو ڪم، جڻ ڪي ڪين ٿيو هوم. هينئر ڀانيم ته ائين ئي ٿيندو پر اوچتو انوکي ويڌن ٿي. ساڄو پاسو ٿورو جڏو ۽ چهرو به ذرا ڇٻو ٿي پيو. اڌ رنگ جي ڇپيٽ لڳي هيم پر شڪر جو هلڪي. ڪڇ پاڻ ڪٽي ورتم ڇو جو رهت رهڻي، عمر پر نيمن ۽ سنجم موجب هئي. ڊاڪٽرن جو چوڻ نيڪ هو ته "وڏي عمر 76 تنهنجي خلاف آهي." اهي ست وچن سمجهي جيون جو روپ رنگ ڦيرايم. سمجهيم ته "ملڪاٽي نمبر پهريون" ختم ٿيو ۽ هي ملڪاٽي نمبر ٻيو آهي. من ۾ هڪ وڏو ڦيرو آيو ته هاڻي مان ٻڍو آهيان: جو اڳي ڪڏهن خيال سپني ۾ نه آيو هوم. هاڻي خبردار ٿي رهڻو پوندم ۽ جو ڪم پڄندو سو ڪندس پر جوابداري کان سواءِ. ڊڪ ڊوڙ ڪم ۾ ڏوڪ ڏوڪان ۽ اڳتي وڌڻ ۽ ريس ڪرڻ سي ٻنهه ڇڏي ڏنم. پاڻ ڀانيم ته بت ۽ من کان ڇا پڄندو ۽ ڇا ڪري سگهندس؟ ٻيو ته اندر ۾ سوچڻ لڳس ته هي ٻيو ملڪاٽي پر ٿيون نمبر ڇاڻ

آيو ۽ شايد آخرين نمبر، تنهن لاءِ تياريون ڪريان. جيون جو اڳيون پنو نه چڏيم پر ڪي ڦير ڦاريون ڪيم.

پنهنجي بت جي مون هميشه سنڀال ورتي هئي ۽ نئين جوانيءَ ۾ به ٽي سال ناهه نوهه به ڪيم. قد البت ننڍو روش چڱيرا، پروهڪ، بيهڪ، هلڻ ناهوڪا هوا. سونهن ڪي اهي ٽيئي انگ ڪپن ۽ منهنجي ليکي پوبون انگ اول درجي جو آهي. مون وٽ منهنجي قد جو ليکو ئي ڪو نه هو. ٿورو روش جو پر هينئر به پوئين جو ڪجهه فخر اٿم. بت جي بيهڪ سڌي پر هاڻ اڳين لچڪ ڪانهي. آرسيءَ جو ڪڏهن به شونق ڪونه هوم ۽ چوندو آهيان ته ملڪاڻي سامهون وات تي ڏسان ته شايد سڃاڻي به نه سگهان. سونهن جو خيال ته جلد خواب تي ويو پر صحبت جو خيال اجا به ساڻ اٿم. ڪئين ڪثرتون سالها ڪيون اٿم ۽ هاڻي به ڪندو اچان. صبح سانجهيءَ وِٽ سارو پنڌ ۽ سال 1924 کان آسن جي مونکي منهنجي فيلسوف ياءُ گهنشام سيکاريا، سي ڪندو ايندو آهيان. اهي عمر لاءِ آهن، خاص ٻڍاپي لاءِ. هر هڪ آسن ۾ پيٽ جي ورزش ٿيندي آهي ۽ پيٽ نيڪ صاف رکندو آهي. صبوح جو تون ننڍي هاج لاهيندين ته آءٌ وڏي هاج لاهي وٺندس. دوستن جي گهرن ۾ بار منهنجي ٿهڪن جي اهل ڪندا هوا ته "ٿهڪن وارو دادا" آيو آهي ۽ ٿهڪ ڏيئي بتائيندا هوا. اهو ٿهڪ ڪجهه منهنجو وات ۽ گهڻو منهنجو پيٽ ڏيندو هو. ٿهڪ مون مان وهي ويندا هوا.

ننڊ به مونکي ايتري ۾ پاڪي پائي وٺندي هئي. ڪاليج ۾ بيٺي بيٺي ننڊ ڪندو هوس، پروفيسري ڪندي ويٺي ويٺي ننڊ ڪندو هوس ۽ پوءِ سمهئي پئي. هاڻي به آرام مون لاءِ حرام نه آهي ۽ ڪلاڪ ڏيڍ ڪم کان پوءِ آرام ۽ ننڊ منهنجي جيون جو حق تي پيو آهي. دوا کان وونءِ ويندو آهيان ۽ جي ڊاڪٽر چوي چار گوريون روز ڳيهه ته آءٌ فقط ٻه، سي به لاچار وٺندو آهيان. بيماريءَ ۾ هڪڙي ڏينهن ۾ فقط بي ڪامپليڪس جي گوري ۽ ٻئي.

ڏينهن فقط ڪچي ٿوم جي هڪ ڳري، باقي تخت تي ليٽي ٽڏا ڏگها ساهه پريندو آهيان.

منهنجا هٿ ننڍا، ٿلهيرا ۽ بي ڊنگا آهن پر اهڙا ڪارائتا آهن جو انهن جو مونکي فخر آهي. پنهنجو سڄو ڪم پاڻ ڪندو آهيان. ويندي ڏيڍ ڪپڙو روز ڌوئڻ، گهر ۾ شيون ناهي هٽيڪيون رکڻ، ڪچرو گڏ ڪري ٻهاري ڏيڻ، پنهنجا برتڻ به وقتي پائڻ، ڌوئڻ، هنڌ وڇائڻ، ويڙهڻ ۽ سو به سڀ فينسٽائيءَ سان ۽ نه بيگر ۾. هاڻ سڄو هٿ ڇڻ ڏاٻو ۽ ڏاٻو سڄو پر ٻن هٿن جو ڪم ڏيڍ سان ڪندو آهيان. منهنجي ليکي هٿ هڪ عمدي ۾ عمدي مشين آهي. بلڪ مشينون ناهڻ، جوڙڻ ۽ ڍاهڻ جي مکيه مشين آهي. ڪي سال سٽ ڪٽيندو هوس پر هاڻي بيماريءَ کان پوءِ ساڄو هٿ لولو. ڇڻ ڪٽڻ کان ڇٽو. پوءِ ۾ باغباني به ڪندو هوس ۽ چڱو وڏو باغ فخر سان ٻين کي ڏيکاريندو ۽ ڪچ ڪڍي ڪارائيندو به هوس. هاڻي به روز باغ جو درسن ڪري ايندو آهيان. هٿ ڪجهه ٺيڪ هجي ها ته انهن ٻن ڪمن ۾ سٺو وقت گذاريان ها. واڍڪو ڪم ٿورو سکيس پر گهڻو نه. ڪٿي به ڪو هٿ جو هنري ڪم پيو هلندو آهي ته آءٌ اکيون ڪپائي بيهي ڏسندو آهيان. سنڌ جي هنرن تي به ڪتاب لکي ورتم- هنر وارن جي واتان. منهنجي خيال ۾ هر ڪنهن اسڪول ۾ هڪ ننڍڙو هٿ جي ڪم جو ڪارخانو (Workshop) هئڻ گهرجي، جتي ٻار هٿن جي هوشياري سکي ۽ پوءِ گهر ۾ ڪئين مشينون مرمت ڪري هلائين. ڪئين هندو هڪ هٿيا آهن ۽ ٻئي هٿ سان فقط ساهمي جهلڻ جو هنر ڄاڻن. تنهن ڪري هٿن جي هنرن ۾ سک، ڪرستان ۽ مسلمان ڪائن وڏيڪ برک آهن. ٻڍاپي ۾ ڪو به هٿ جو هنر هلائڻ وڏي نعمت آهي.

ٻت هٿ ۽ ٻيون اندريون سڀ ڪال جون قوت آهن ۽ اڄ تازا توانا، سياٽي ڏبرا ۽ جڏيرا، پر شڪر جو "من" ڪال جو چنبو هلڪو ڪري

سگهيتو. جي ياد شڪتي ڏيري ٿئي ٿي ته عقل شڪتي پڪي ٿي سگهي ٿي ۽ ياونائون ۽ پرتگيائون بلڪ زور وٺي سگهن ٿيون. مونکان نالا ته اڳي به هيتري ۾ وسري ويندا آهن ۽ هاڻي وسرن ته بي ڏڙڪ چوندو آهيان ته يائي مان هاڻي وڏي عمر جو ٿيو آهيان. پر پنهنجو "عقل، مت، شرم" نيڪ رکندو آهيان. بلڪ، ڪوشش ڪري عقل کي تازو ۽ ٿي سگهي ته تيز ڪندو رکندو آهيان. ٿورو لکڻ، ٿورو پڙهڻ، ٿورو ڳالهائڻ اجا تائين چالو رکندو آهيان. روز ڪو نئون ڪتاب نه پڙهان ته پانيان ته اچوڪو ڏينهن اجايو ويو. هفتي اندر ڪجهه نه لکان ته پانءِ هفتو اجايو ويو. مهيني اندر پبلڪ ۾ نه ڳالهايان ته پانءِ ڳالهائڻ وسري ويو. ڪنڊ ۾ ننڍي لئبرري ننڍڙيءَ ڪوٺي ۾ رکي آهي سي ڪتاب سڀ ٻهر ٿهر پڙهيا اٿم. پر ڏسان ۽ هٿ لايان ته پيو نران. ٻاهران پرسان وڏي لئبرري آهي ۽ ڪو ڪتاب کپيم ته جهٽ حاضر ٿيو. هي پويان سال جو هيترو وقت جهٽ وڏي پيو اٿم ته اڪيچار ليک جي 1932 کان پوءِ انگريزيءَ ۾ لکيا هئم سي چند چاڙ ڪري به ڪتاب ڇپائڻ لاءِ ڏنا اٿم. جي عمدا ڪتاب پڙهيا اٿم تن جو تات پرج ٻيهر نظر مان ڪڍيو اٿم: ڪن مخزنن جا خاص ليک. جي ڪپي-سانڍيا اٿم سي پڙهندو آهيان. مطلب ته هر طرح من کي چنچلتا مان ڪڍي ڪنهن استرتا تي آڻيندو آهيان. پيو اندريون ٻڌڙيون پيئون ٿين پر اکين جي يعني من جي تازگي پيو سانڍيان. گيتا جي ڪن سلوڪن من تي گهرو اثر ڪيو اٿم. ڇهين اڌياءَ جو 17 سلوڪ چوي ٿو ته جنهن جو کاڌو، آرام، ڪم، ننڊ، جاڳ "يڪت" آهن تن جو يوگ سڀ ڏک دور ڪري ٿو. ڪي ٿورڙا آهن جن جو جيون پوري حساب سان "balanced" سان هلي ٿو. ڪجهه نه ڪجهه گهٽ ۾ يا ڪجهه نه ڪجهه ڪميءَ ۾ هوندو اٿن. تن، من، آتما جو نيڪ ميل نه هوندو. گانڌيجي چوندو هو ته ڀڳوان ايترو وقت ڏيان چو ڪندو هو: ڪي چوندا ته چيتن ديو چو ڀڳتي ۽ ڀڄن ۾ ايترو مست رهندو هو؟ ڀڳوان جيڪر چوي ته چو

گانڌي پنهنجي جيون ۾ آخرين گهڙيءَ تائين ڪمن پنيان ڪاهي پيو؟ جواب ڏيڻ ڏکيو. شايد يگ ڌرم بدلجي ٿوءِ هن يگ ۾ ڪرم مهتو جو آهي.

ٻيو تہ هر ڪنهن مهاپرش ۾ ڪا نہ ڪا شڪتي هاٿيءَ وانگر گهري ٿي ۽ بت من ڏوڙي ۽ لوڏي ڇڏي ٿي. اهڙو مهاپرش پوءِ ننڌ، آرام، ڪاڏو وغيره حرام ڪري ٿو ڇڏي. پر ”يڪت“ مهاپرش جيڪڏهن ڪو هو تہ گانڌي هو ۽ هندستان ۾ گهڻا مهاپرش تہ گهور تپسوي يا ڌيان ۾ پورا يا گيان جي ويچارن ۾ غرق هوا. اسين گانڌيجيءَ يگ وارا ڪرم ۾ قائل ”يڪت“ هواسين. گيتا پراچين شاستر ۽ سيني شاسترن جو نچور سمجهيو ويو آهي پر الائي ڪيئن رکي رکي ويهين صديءَ ۾ اوج ۾ آئي آهي. ڪئين ٽيڪائون نڪتيون آهن پر گانڌيجيءَ گيتا کي هڪ مکيہ شاستر جاڻي جيون جي ڪنجي سمجهيو آهي.

گيتا جي ٻارهين اَڌياءُ ۾ چيل آهي تہ ”من مون ۾ لڳاءَ، نہ تہ لڳائڻ جو اڀياس ڪر، نہ تہ منهنجي آگيا سان ڪرم ڪر، نہ تہ منهنجي نمت ڪرم ڪر، نہ تہ جو ڪرم ڪرين تنهنجو ڦل مونکي ارپن ڪر.“ اهي سڀ مون لاءِ ڏکيا ٿا لڳن پر ڦل جي خاص چنتا نہ ڪندو آهيان. ڪو منهنجي ڪم جي گلا ڪري تہ دل نہ لوڙهيندو آهيان، پر ڪو ساک ڪري تہ وڻندي اٿم ۽ پبلڪ ساک ڪري تہ خاص وڻندي اٿم. جيتوڻيڪ پبلڪ جي نندا ۽ ساک تي ڪهڙو ڀروسو ۽ جو عام ماڻهن جي ساک لاءِ آجهرندو آهي سو اجايا سجايا ڪم بہ ڪندو آهي. پر ڪو ڪم جي ساک ڪندو آهي تہ گهڻو ڪري من ۾ ايشور کي ارپڻ ڪندو آهيان. هي ڪايا ڪا اهڙي ڪانهي جو ايشور جي آگيا يا ايشور جي نمت ڪم ڪري سگهي، پر هاڻي ڪلياڻڪاري ڪم مون لاءِ سياڻيڪ ٿي پيا آهن ۽ مشين وانگر ڪندو رهان ٿو.

پر ڀانيان تہ ڪڏهن ڌيان ۾ بہ وهان، پر من چنچل ۽ چت ۾ ڪرم جي

چنتا. هاڻي هن اوستان ۾ اها ڪوشش اهي ته ٻاهريون ڪرم ڪچ شانت ڪريان پر اندر چت شڌي وڌيڪ ڪريان، تان جو ڪم بدران آشيرواد ڏيڻ ئي ڪافي سمجهان. اها ڳالهه بت ڪچ مجي تو پر چت اجا باز نه آيو آهي. دل ۾ هڪ ٻيو به ڪتڪو اٿم - مان اهڙو بيمار ۽ جڏو ٿي پوان، جو بت جت بيڪار ٿي پوون ۽ الٽو ٻين تي بار ٿي پوان ته پوءِ هڪ جيئڻ جنجال ٿي پوندو. من قبول ڪري ٿو ته اهڙي جيون کان موت ڀلو ۽ موت هڪ چوٽڪارو آهي. پر خبر نه اٿم ته جڏهن ڪال ڪرال ڪنڌ تي اچي ڪڙڪندو تڏهن دل ڇا چاهيندي؟ جي دل من جي آڻ مڃي ته سماج مونکي موڪل ڏيندو؟ منهنجو خيال آهي ته ايندڙ دنيا ۾ ٻيا گهٽائي هوندا ۽ انهن ۾ موت جو ڊپ وڌائڻ نه گهرجي. بلڪ ائين سمجهائڻ گهرجي ته هي هڪ ٻاهريون وستر آهي، جڏهن جهونو ٿئي ته اُڇلي ڦٽو ڪجي ۽ وري نئون پهري جيون جي سفر تي نڪرڻ گهرجي.

اسان هندن موجب جيون جا چار آشرم آهن - برهمچاريه، گرهست، وان پرست ۽ سنياس. اهي آشرم نيڪ آهن پر گڏيا سڏيا پيا آهن، پويان ٻه چڙ آهن ئي ڪونه. وان پرست اوستا ۾ منهنجي خاص نشنا آهي. اها اوستا خاص سماج جي قرض لاهڻ جي اوستا آهي. سماج ۾ منش جيون ڪاٽي ٿو دک، سک پوڳي ٿو، سماج کان سواءِ هن جو وڪاس ۽ واڌارو ٿي نٿو سگهي. پر اها ڳالهه گرهستي اوستا ۾ وساري وهي ٿو. پاڻ ۽ پنهنجي ڪٽنب جي سوارٿ ۾ ئي پورو رهي ٿو ۽ سنسار کيس وڌيڪ ڪام ۽ لوڀ ڏي ڇڪي ٿو. منهنجي ويچار ۾ وڏڙي آيوءَ ۾ سماج جو وڌيڪ ۽ ڪٽنب جو گهٽ خيال رکي ته چڱو: ٿورو يا ڪچ به نه سماج کان وٺي پر گهڻو يا سڀ ڪچ ڏئي - ناڻو قابليت، خاصيت جو ڪچ ڏيئي سگهي. اهڙا ئي سماج سيوڪ آئيندي جا "براهمڻ" ليکيا وڃن. انهن جو ڪاريه ٿيندو نشڪام شيوا اها شيوا "يگيه" سمان ٿيندي ۽ اها شيوا سماج ۾ هيٺن، دکايلن ۽ غريبن جي ڪئي ويندي.

اسين جڏهن هڪ ٻئي سان گڏبا آهيون ته هڪ ٻئي کي ڪيڪاريندا آهيون ته ”خوش آهين؟“ جڏهين موڪلائيندا آهيون ته چوندا آهيون ته ”شل سکيو هجين.“ اسان جي من ۾ اهو ئي هوندو آهي ته جنهن کي کاڌو پيتو ڪپڙو لٽو جڳهه ڏنڊو خوب آهي سو ئي سکيو آهي. سک جي معنيٰ اندرين جو ٻاهريون سک ۽ خوشي معنيٰ ٻاهرين سکن ماڻڻ جي خوشي. مان حياتيءَ ۾ انهيءَ حساب سان ”خوش“ ۽ ”سکي“ رهيو آهيان. سٺو کاڌو پيتو وڻندو اٿم ۽ وقتي ملندو به اٿم. پر جيڪي ملندو اٿم سو آهستي آهستي ۽ ٿورو ٿورو ڪري کائيندو ۽ پيئندو آهيان. ٿون منائيءَ جي چڪي ڳيهي ويندي، آءٌ چٻي چوسي اُها چار پنج ڏينهن هلائيندس. ٿون شربت جا ٻه گلاس چئن ڍڪن ۾ خلاص ڪري ڇڏيندين پر آءٌ ڍڪ ڍڪ ڪري پاڻ ۽ ته برائندي جو پيگ ٿو پيان.

پيو ته ڪڏهن به گهڻ ۾ نه گهلجي ويندس. يڪٽ آهار وهارسيه.... مٺين شين جو سواد وڻندو آهيان پر انهن پنيان آجهرندو نه آهيان ۽ اڪثري ٻين جي خرچ تي، کائيندي مشڪندو ڪشڪندو به آهيان. هن دنيا کي ”دکاليا“ نه سمجهندو آهيان نڪي ڪي ”بتاليه“ سمجهندو آهيان. منش رڳو بت يا من نه آهي يا هن جو من بت جي پوڄا لاءِ نه آهي. متس حيوان نه آهي جو حواسن ۾ رهي ٿو يا من نه آهي جو رڳو ويچارن جي لهرن ۾ ترڳي پيو. تنهن ڪري جڏهن گهٽو يا سٺو کائيندو پئندو آهيان تڏهن ڪچ پاڻ کي حيوان سمجهندو آهيان. بلڪ سياءُ موجب سک سمجهندو آهيان ۽ انهيءَ کي ثارڻ ۾ پاڻ کي ڪچ مرد سمجهندو آهيان. اڄ ڪالهه جا جوان جي کائين، کلن ۽ نچن پيا سي نوجوان نه پر ڪونئرا ڪچرا جوان سمجهندو آهيان.

پر مان پيا مزا به ماڻيندو آهيان. سنگيت جو شونق اٿم ۽ ارمان اٿم ته پوريءَ طرح نه سکي سگهيس، مورتن ڏسڻ جو شونق اٿم پر هڪ ليڪ سڌي به ڪڍي نه ڄاڻان. اجنتا غفائن ۾ پٺيءَ تي ليٽي ڇت جا چتر ويٺو ڏسندو

هوس. اعليٰ عمديون مسجدون، مندر ۽ مقبرا ڏسي دل ڏاڍي نہ آهي ۽ اڄ ڪالهہ جون اونچيون ويهہ ماڙ عمارتون هڪ قسم جا پڃرا سمجهندو آهيان.

ارمان اتم تہ انهن ڪلائن جي اڄ ڪالهہ درگتي تي رهي آهي. پراڻين مان مزو ونڻ ڀانءِ تہ وقت زيان ڪرڻو آهي. هڪڙو ناچ گانو پسند آهي جو جيڪر نرمرد کي ناري ٻڻائي ڇڏي، پر تنهن مؤج انهيءَ ڪلا جي موج ڪان بہ زور سان ماڻيندو آهيان. پرپات جو سوربہ کي نمسڪار. سياري ۾ سڄو ڏينهن سندس جوت جذب ڪندو آهيان ۽ پائيندو آهيان تہ اها جوت ڪنهن ڏينهن اندر جي جوت بہ جاڳائيندي، سمنڊ شاه سلطان تہ اکيون حد کان بيحد ڏي کڻي نيندو آهي ۽ سندس ڪناري تي ليٽي لهرن جي لپاٽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ مونکي ننڊ ڏي لوڏي کڻي ويندي آهي. جبل ۽ پهاڙ تہ ڌرتيءَ کان اونچو کڻي ويندا آهن ۽ دل ۾ ڪجهہ پوءَ پيدا ڪندا آهن. آسمان جا تارا منڊل نہ رڳوسهڻي صورت آهن پر من کڻي وڃي بي انت سان ملائيندا آهن. روز رات جو تارا ۽ چند ڏسي پوءِ ننڊ ڪندو آهيان. جڏهن دک يا ڪشٽ آڏو ايندو اتم تہ هڪدم آڪاس ڏي جهاتي پائيندو آهيان ۽ پوءِ سمجهندو آهيان تہ مان ڪهڙي ناچيز آهيان ۽ هن وشال برهمانڊ ۾ منهنجو دک سک ڪيترو نہ تڇ آهي. شهرن ۾ ڀانءِ تہ انهن امول اپارمزن جي گهرج ئي ڪانهي، جيتوڻيڪ انهن تي ڪا بہ بندش نہ پيل آهي. باقي ڪائڻ، پيئڻ، نچڻ جا مزا روز نوان ۽ روز وڌيڪ موهيندڙ ۽ ڀانءِ تہ اڪيچار آهن. مايا جا موهہ ۽ روپ تہ جهجها پر ماڻهوءَ بنهہ سادين، هلڪين لسڻ جي پنيان کڻي پاڻ گنوايو آهي.

بلڪل نندو هوس، تہ گهر جي هڪ ننڍي ڪمري ۾ شايد هڪ ساڌوءَ جو آستان هو. هفتيوار پوتو پائبو هو ۽ اگربتين جو واس ڪبو هو. ڪوٺي هميشہ بند ۽ اسان ٻارن ليکي اندر ڪو پوت واسو ڪري ٿو. پاڙي ۾ هڪ شو جو مندر بہ هو جتي صبح سانجهيءَ گهنڊ وڄندا هوا ۽ ڪڏهن اسين ٻار

گهڻو پڙهڻ ۽ وچائڻ لاءِ ويندا هواسين ۽ نہ پوڄا لاءِ. ڪنهن بہ ٻائي يا ٻانيڻ کي گهر ۾ اچڻ جي موڪل نہ هئي. پوڄا ٻنان ۽ ٻانيڻ بنا گهر ۾ ڪهڙو ڌارمڪ اثر ٿيندو؟ پوءِ اسڪول ۾ بيني ڏهہ منٽ ڪن پرارٿنا ٿيندي هئي. جنهن وهيءَ ۾ مندر ۽ ٻانيڻ جو اثر جيڪر ٿئي سا وهي اسان جي ائين هلي ويئي. ڪاليج ۾ ٿي ڪتاب سوامي رام تيرٿ ۽ وويڪانند جا پڙهيم ۽ پوءِ گيتا پڙهڻ ۽ ڪنٺ ڪرڻ سڪيس تہ مون لاءِ ڌرم جي ڪڙڪي کلي. پر پرارٿنا ڇڻ انگريزي ۾ ۽ ڌرمي ويچار بہ انگريزيءَ ۾.

گيتا پڙهندي ڪج شرڌا وڌي ۽ پرارٿنا ڪرڻ جي عادت پيئي، پر مندر يا ڪٿا يا اُپديش اهڙي شرڌا ڪانہ وڌائي. گيتا پڙهندي ڪئين سوال من ۾ چڙيا، جن جا جواب مليا. ڪئين ٽيڪائون پڙهيم ۽ گانڌيجيءَ جي گيتا سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيم. ننڍي هوندي جي ڪنٺ ڪيل سڪمني ۽ پوءِ جپ صاحب ڇڻ وسري ويم. پر ڪي مجتائون پڪيون ٿي ويون. مثلاً سمجهيم تہ جيون بہ هڪ ڀڏ جو مها ڪيتر آهي. اها ڀڏ سچ پچ اندرين ۽ هردي جي اندر آهي، پر جي ٻاهرين ڀڏ آهي تہ اندرين ڀڏ اول ختم ٿيندي ۽ اُن کان پوءِ ٻاهرين. اها ڀڏ نہ رڳو ڪتري جات جو اباڻو ڏنڏو آهي پر هر هڪ منش جي جيون ۾ آهي، اُها ڌرم ڀڏ آهي.

مونکي "هي ايشور" چوڻ جي ننڍي هوندي کان عادت آهي پر ڪڏهن "هي رام" بہ چوندو آهيان پر ڪڏهن بہ هري ڪرشن نہ چوندو آهيان. جڏهن وڏو ٿيس تہ پاڻ کان پڇڻ لڳس تہ رام يا ڪرشن منش هوا يا ايشور هوا يا پرٿويءَ تي ايشور جو اوتار ٿي آيا؟ لڳم تہ ايشور تہ پورڻ ۽ سڌ ٿيڻ گهرجي، اهو منش ٿي نٿو سگهي. منش اپورڻ ٿئي ٿو ۽ هي سارو برهمانڊ ڪنهن منش ڪيئن اپايو هوندو؟ ڪنهن مها پرش جو جنم ٿئي ٿو تہ منش صدين کان پوءِ انهيءَ کي ڀڳوان ڪري ليکين ٿا. جئن رام، ڪرشن، ٻڌ. پر ڪو بہ منش سرير ڌاري پاڻکي سرير جي ٻنڌڻن ۾ رکي "ايشور" جو اوتار ٿي نٿو سگهي. جي ايشور ڀارت ۾ اوتار ورتو تہ ولايت ۽ ٻين ملڪن ۾ ڇو رڳو

پيغمبر ۽ عيوضي موڪليائين. پر لڳم تہ اوتار جي ڪلپنا کان سواءِ آءٌ ايشور جو درسن شايد نہ ڪري سگھندس.

هاڻي ڪرشن جي ڪلپنا ڪندو آهيان. منهنجي جيون يڌ ۾ پاڻ ۽ تہ هڪ سپاهي آهيان ۽ ڪرشن منهنجو سردار. سانجهيءَ جو ڪلپنا ڪندو آهيان تہ ڪرشن مرلي وينو وڄائي جا مونکي مڌر سرن سان موهي من جي شانتي ڏئي ٿي. پانيان تہ ٻہ عمديون مورتون- هڪ ڪرشن سارٿي جي ۽ ٻي ڪرشن مرليءَ واري جي هميشہ حاضر هجن. ڪو چڱو ٻڇڙو ڪم ڪندو آهيان تہ اندر واري ڪرشن کان ڇڙ تہ منظوري وٺي ڪندو آهيان. ڪو اهڙو وڏو ڳرو ڪم ڪو نہ ڪيو اٿم جو پهرئين سندس آگيا وٺي ڪريان ۽ پنهنجي اَپار شڪتي ڇڙ مون ۾ اوتي وجهي ۽ منهنجو سردار ٿي حڪم ڪري. مان سمجهان ٿو تہ گانڌي جڏهن ڪو مهان ڪم ڪندو هو تہ ايشوريءَ آگيا ۽ شڪتيءَ سان ئي ڪندو هو. اهڙي اوستا تي سگهي ٿي جڏهن ايشور پاڻ اوتي مونکي پاڻ سان هڪ ڪري ڇڏي ۽ "مان" مٽجي وڃي.

سمجهان ٿو تہ ڪرشڻ جي ڪلپنا منش لاءِ ضروري آهي. پر اها ڪلپنا هڪ ڪوڙو وهم يا ڀرم نہ آهي. ڪلپنا آهي تہ ايشور هڪ شڪتي آهي جا شڪتي منهنجي جيون ڪي تاري سگهي ٿي.سچ آهي جا مان محسوس ڪريان ٿو. پر وقتي پائيندو آهيان تہ ايشور هڪ جوت آهي- چيتن آهي- وس وارو آهي. مون ۾ بہ جوت جڳائي سگهي ٿو ۽ پوءِ جوت ۾ جوت ملي ويندي. پانيان تہ گهر اندر هڪ انڌارو ڪمرو هجي جتي هڪ ڳاڙهي تڏي ننڍي جوت ڪنڊ ۾ پيئي جڳي ۽ انهيءَ تي ڌيان ڪريان ۽ انهيءَ ۾ لِيءِ ٿي وڃان.

شاستر چون ٿا تہ اها استٿي "آنند" جي آهي پر اهو آنند پرم آنند آهي جو منهنجي ڪلپنا کان بہ ٻاهر هجي. انهيءَ جو ذرو بہ انڀوَ ڪريان تہ هوند انهيءَ آنند پنيان ڪاهي پوان. هن عمر ۾ جڏهن منهنجون سڀ جوابداريون ڇڙ لٿيون ۽ ڪارج بہ اڄي پورا ٿيا آهن تڏهن پانيان تہ

ڪرشڻ جي مرلي وبهي ”شانتي“ ۾ ٻڌان- جيسين ڪا اندرين جوت جڳي ۽ آنند پراپت ٿئي. منهنجو ڏرمي جيون اجهو ائين- ٻائي ٻانيڻ ٻنان، گروءَ ٻنان، مندر ٽڪاڻي ٻنان، اڳتي وڌيو. اهي ساڌن هجن ها تہ شايد تڪو وڌان ها. پر هڪ منش کي ڪلپنا ۾ گرو ڪري سندس راهہ ورتي اٿم تہ سندس روشنيءَ ۾ هلان. جيون چا لاءِ- انهيءَ اندران روشني پنيان هلڻ لاءِ، نہ مزا ماڻڻ لاءِ.



# ليکڪ جا ٻيا پستڪ

## لکيل ڪتاب

- انار داڻا
- ڳوناٽي ڇهر (ٻہ ڀاڱا)
- ڀڳوت گيتا ـ مهاتما گانڌي
- گجرات
- ٻاراٽيون ٻوليون
- مها ڀارت مان آکاڻيون
- مهاتما سان ڳالهيون
- جيلي جيوت

## ترجمو ڪتاب

- آتم ڪٿا: مهاتما گانڌي
- جواهر جيوني: ٻہ ڀاڱا
- ڪشمير جو سير
- چرخي جو راز
- يوڳ ڪين جوڳ
- ٻَک: روسي نول ڪٿا
- ڏمپڊ
- گوتم ٻڌ: ڌرمانند ڪوسمبي
- مهاتما گانڌيءَ کي جيئن مون ٻڌو ۽ سمجهيو: آچاريہ ونوبا

"نرالي زندگي" ۾ پنهنجي حياتيءَ جي سموري جمع پونجي، عيب ثواب، حادثا ۽ حاصلات نهايت بهادريءَ سان لکندڙ ملڪاڻي صاحب جا وڏڙا ارڙهين صديءَ ۾ ملتان ضلعي ۽ بهاولپور رياست کان لڏي اچي ڪلهوڙن جي تڏهوڪي دارالحڪومت خدا آباد ۾ وڃي رهيا هئا ۽ پوءِ اچي حيدرآباد جا رهڻ وسايائون وڏيڪ سندس لفظن ۾ ته "آءٌ حيدرآباد جي هڪ ڪامل ڪٽنب ۾ ڄائو هوس. سنڌ ۾ عامل هڪ جاتيءَ جو نالو نه آهي. پر ڏنڌي يعني عمل ڪرڻ واري سرڪاري نوڪر جو انهي ڪري عاملن کي پهرين "منشي" پوءِ "ديوان" چوندا هئا".

1941ع ۾ جڏهن حيدرآباد سينٽرل جيل اندر سورهه بادشاهه کي ڦاسي ڏني ويئي هئي. انهي وقت ساڳي جيل ۾ نارائڻ داس ملڪاڻي به "هندستان خالي ڪريو" تحريڪ ۾ حصو وٺڻ سبب موجود هو.

"نرالي زندگي" آتم ڪٿا جي سنڌي ٻوليءَ ۾ اهميت بابت هند ۽ سنڌ جي انتهائي معتبر اديب نقاد ۽ شاعر لڇمڻ ڪومل لکي ٿو:

"نرالي زندگيءَ جي شروعاتي بابن ۾ ٿر علائقي جي غريب ماروئڙن جي غربت، مفلسي ۽ ڏڪار وارين حالتن ۾ عوام جي دربدريءَ جو دل ڏاريندڙ داستان آهي ۽ پوين بابن ۾ ورهاڱي جي درد ۽ پنهنجن وطنين کان وڇوڙي جو ڏکوئيندڙ احوال آهي.

نارائڻ داس ملڪاڻي 46-1945 ڌاري به سال سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر به رهيو ۽ ڪانگريس جي سنڌ توڙي هند جي اهم اڳواڻن ۾ به پڻ سندس شمار ٿيندو هو. هو ورهاڱي وقت 57 سالن جو پريو مڙس ۽ جهانديده انسان هو. جنهن جي اکين گهڻو ڪجهه پسيو هو. انهي ڪري ان دور جا تاريخي احوال، مسئلا، ڪانگريس جي جدوجهد، مسلم ليگ جو اڀرڻ، سنڌ اندر هندو- مسلم فساد ۽ نفاق جو ٻج ڇٽجڻ ۽ ان جي نتيجي ۾ ورهاڱو ٿيڻ ۽ ڪراچيءَ ۾ سنڌي سکن تي حملو جنهن سبب سنڌي هندن ۾ ڀاڄ ٿي هئي. ملڪاڻي صاحب انهن جو اکين ڏٺو شاهد آهي. انهيءَ ڪري "نرالي زندگي" کي هڪ تاريخي دستاويز جي اهميت حاصل آهي.

نارائڻ داس ملڪاڻي تاريخ جي ان غير معمولي دور جو اهو نامور ڪردار هو جنهن 1947 ۾ سائين جي ايم سيد سان گڏجي سموري سنڌ جو دورو ڪيو هو ۽ سنڌي هندن کي سمجهايو هو ته هو سنڌ کي نه ڇڏين ۽ هتي رهي پون.

ڊاڪٽر حميد سبزوئي

نئون نياپو

# پڙھندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙھندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙھندڙ، ڪَڙھندڙ، ڪُڙھندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَھندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙھندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙھندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڇاپائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ڳاڙها ٿوري نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)